آزمائشي ايڊيشن

نئين نصاب مطابق

# سماجي اڀياس

## ستين ڪلاس لاءِ

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ جو تيار ڪرايل ۽ سنڌ سرڪار جي اسڪول ايجوڪيشن ۽ خواندگي کاتي پاران مراسلي نمبر S.O (G.1)E&L/Curriculum-2014 بتاريخ 06-12-2017 موجب سنڌ صوبي جي ستين ڪلاس جي شاگردن لاءِ منظور ڪيل.

نصابي ڪتابن جي صوبائي ريويو ڪاميٽي
بيورو آف ڪريڪيولم اينڊ ايڪسٽينشن ونگ سنڌ- ڄامشورو.

## آغا سهيل احمد

چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

**ليکڪ**

☆ ڊاڪٽر ڪِرن هاشمي
☆ ڊاڪٽر عرفان احمد شيخ
☆ رعنا حسين
☆ شبنم سهيل
☆ انوسيا نذير
☆ شاهينه حسين
☆ ڪاشف احمد ميمڻ

☆ ڊاڪٽر شجاع احمد مهيسر
☆ محمد ناطق ميمڻ
☆ روزينه خواجه
☆ عبدالودود
☆ خالد محمود ميمڻ

ڊاڪٽر شجاع احمد مهيسر

• علي محمد ساهڙ • عبدالودود

معشوق علي

لي آئوٽ اينڊ ڊزائننگ: بختيار احمد پٽو

# مهاڳ

پرائمري ۽ ثانوي تعليم ۾ اتساھ ۽ حاصلات کي هٿي ونرائڻ، ضروري طرح، اعليٰ تعليم لاءِ تحرڪ سان جڙيل آهي.هيءُ نصابُ، نہ رڳو سيني لاءِ تعليمي معيارن کي بلند ڪري ٿو، پر اسڪول ۽ ڪاليج سطح تي، اُهو ادارتي صلاحيت جي واڌاري ۽ وسيلن ۾ ترقيءَ لاءِ گهرج کي پيدا ڪري ٿو.

پسمنظر ۽ جواز: 2006ع جي قومي نصاب، اسڪول ۽ ڪاليج سطح تي پڙهائجندڙ اڪيچار مضمونَ وضع ڪيا. نصاب جي نظرثانيءَ، اِنَ نصاب ۾ سڌاري آڻڻ ۽ نئين نصاب تيار ڪرڻ جي گهرج پيدا ڪئي. پهرئين ڪان پنجين درجي تائين، جنرل ناليج ۽ سماجي اڀياس ۾ تاريخ، جاگرافي، اقتصاديات، سياسي/شهري سائنس، سماج ۽ ثقافت سان لاڳاپيل تصور شامل آهن، جيئن نائين ڪان ٻارهين درجي جو ”پاڪستان جو اڀياس“ پاڪستان تي مرڪزيل آهي. جيڪڏهن ڇهين ڪان اٺين درجي تائين، تاريخ ۽ جاگرافيءَ لاءِ 2006ع جي قومي نصاب جي پوئواري ڪئي وڃي ها تہ ايندڙ ٽن ورهين ۾، اقتصاديات، سياسي / شهري سائنس ۽ سماجي تصورن جي ڪابہ ترقيءَ نہ ٿي ها. سماجي اڀياس کي سيکارڻ وسيلي، قومي تعليمي پاليسي 2009ع ۾ وضع ڪيل تعليمي مقصدن کي بهتر نموني ماڻي سگهجي ٿو. انهيءَ جواز کي اڳيان رکندي، سنڌ حڪومت جي نصاب ۽ نصابي ڪتابن ۾ سڌاري آڻڻ واري صلاحڪاري ڪميٽيءَ، ڇهين ڪان اٺين درجي جي سماجي اڀياس لاءِ 2006ع جي قومي نصاب ۾ سڌاري آڻڻ جو فيصلو ڪيو.

نصاب جي تياري: يونيورسٽي ۽ ڪاليج جي ويهارو استادن، مضمون جي ماهرن، تعليمي ماهرن ۽ ڇهين ڪان اٺين درجي (يعني مڊل اسڪول) جي ڪلاسن ۾ پڙهائيندڙ استادن، نئين نصاب لاءِ عملي ڍانچو تيار ڪيو ۽ ان ئي بنياد تي نصاب تيار ڪيو. انهيءَ نصاب جي ڪلاس ۾ پڙهائيندڙ استادن سميت ٻارهن تعليمي ماهرن نظرثاني ڪئي، جيڪا وڏيءَ حد تائين، ساراهہ جوڳي هئي. ان سان گڏ، هنن ان کي وڌيڪ سنواريو ۽ تعميري صلاحون بہ ڏنيون، جيڪي پڻ هن نصاب ۾ شامل ڪيون ويون.

شاگردن لاءِ ڪليدي اهڃاڻ ۽ فائدا: هيءُ نصاب جمهوري ملڪ ۾،شاگردن کي هڪ فعال شهري ٿيڻ جي اهميت کي سمجهائڻ ۾ مدد ڏئي ٿو. هيءُ نصاب نوجوانن کي قومي تعمير جي سرگرمين ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ همٿائي ٿو ۽ قومي ٻڌيءَ ۽ رضاڪاريءَ جي تصور کي ترقي ونرائي ٿو. ان سان گڏ، برادري سطح تي ترقي ڪرڻ جو احساس اُڀاري ٿو. هيءُ نصابي ڪتاب، صلاحيتن جي واڌاري سميت، سکڻ جي سيني پهلوئن ۾ شاگردن جي سرگرم شرڪت وسيلي، نوجوانن جي صلاحيتن کي واڌ ويجهہ ڏئي ٿو.

چيئرمين
سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ

# استاد لاءِ تعارفي نوٽ

هن ڪتاب کي صوبائي نصاب 2015ع جي روشنيءَ ۾ لکيو ويو آهي. هن مضمون کي پڙهائڻ جو مقصد، اُهي ذميواري شهري پيدا ڪرڻ آهي، جيڪي پنهنجي سماج جي فلاح بهبود ۾ شريڪ ٿيڻ جا لائق ٿي سگهن.

نصاب ۽ نصابي ڪتاب جا مقصد هيٺيان آهن:

- سماجي اپياس جي تصورن جي ڄاڻ، سمجهه ۽ اطلاق کي ترقي ونرائڻ.
- مشاهدي، رابطي، فيصلي ڪرڻ جي ۽ سهڪاري صلاحيتن کي هٿي ونرائڻ.
- سهڪار، سهپ، ذميواري ۽ انصاف جي روين کي ترقي ونرائڻ.
- انسان ذات سان محبت ڪرڻ جي هاڪاري لاڙي کي هٿي ونرائڻ.
- پنهنجي ۽ ٻين جي زندگين جي معيار کي مٿي ڪرڻ لاءِ، امن پرئي انداز ۾، گڏجي رهڻ ۽ ڪم ڪرڻ جي اهميت کي تسليم ڪرڻ.

ٻار سکيا جي عمل ۾، ذهني توڻي جسماني طرح سرگرميءَ سان شريڪ ٿيڻ وسيلي، بهتر نمونى سکندا آهن. انهيءَ ڪري، هن نصابي ڪتاب جي هر هڪ باب ۾، الڳ الڳ شاگردن جي سکيا جا نتيجا، مواد، تصويرون/خاڪا ۽ سرگرميون ڏنيون ويون آهن، جيڪي شاگردن کي ڪليدي نياپن کي سمجهڻ لائق بڻائين ٿيون.

هيءُ نصابي ڪتاب شاگردن کي اُنهن صلاحيتن ۽ روين ماڻڻ لاءِ مدد ڪندو، جن کي اوسر لاءِ مشق جي گهرج پوندي آهي. مهرباني ڪري، شاگردن کي مشق ڪرايو، سکيل صلاحيتن ۽ روين کي ظاهر ڪرڻ جي سهولت ڏيڻ لاءِ، هن ڪتاب کان سواءِ، انهن موقعن، جهڙوڪ: اسڪول يا ڪلاس جي انتظام (مانيٽر ۽ همعصر ثالثن) ۾ شاگردن جي شرڪت يا سرگرمين، جي ڳولا ڪريو.

## هن ڪتاب کي ڪيئن استعمال ڪجي؟

**شروع ڪرڻ کان اڳ:** مهرباني ڪري ڪتاب کي غور سان پڙهو. هڪ استاد جي حيثيت سان، اوهان وٽ پنهنجا خيال هوندا ۽ اوهين پنهنجن شاگردن کي چڱيءَ ريت ڄاڻو ٿا. اسين، هڪ استاد طور، اوهان جي تجربي ۽ اوهان جي شاگردن جي گهرجن جي بنياد تي، هن ڪتاب ۾ ڄاڻايل خيالن ۽ سرگرمين ۾ وڌيڪ واڌاري آڻڻ لاءِ اوهان جي حوصلي افزائي ڪريون ٿا.

**سرگرميون ۽ استادن لاءِ نوٽ:** شاگرد، اهڙين سرگرمين ۾ مشغوليءَ منجهان سکن ٿا، جيڪي ڪين سوچڻ ۾ مددگار ثين ٿيون تہ هُنن باب مان ڇا پرايو. انهيءَ ڪري، سرگرميون، هر باب جو حصو بڻايون ويون آهن. اوهان جي مدد لاءِ، اُنهن سرگرمين کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ ضروري نوٽ ڏنا ويا آهن.

**باب جي پڄاڻيءَ جي مشق:** پهرئين پيري سڀ شاگرد، متعارف ڪرايل مڪ تصور يا خيال نہ سکندا آهن. تنهنڪري، باب جي پڄاڻيءَ تي، مک خيالن کي ٻيهر نظر مان گذارڻ لاءِ مشق شامل ڪئي ويئي آهي، جنهن ۾ ”خال ڀرڻ“، ”سوالن جا جواب ڏيڻ“ ۽ ٻيون عملي سرگرميون شامل ڪيون ويون آهن.

**ڄَڪاس:** يعني ٽيسٽ ۽ امتحان، باب جي پڄاڻيءَ جي مشق وانگي هئڻ گهرجي، جيڪا اهڙن مختلف سوالن ۽ عملي سرگرمين تي ٻڌل آهي، جيڪي ڄاڻ ۽ اڪيچار صلاحيتن کي آزمائيندي. اهڙي قسم جا سوال ۽ سرگرميون، نوٽس ٿاهڻ ۽ برزباني ياد ڪرڻ وسيلي سکڻ کان پاسو ڪرائيندا ۽ ڏنل تصورن ۽ خيالن جي ڊگهي مدي تائين سمجهه کي هٿي ونرائيندا.

ايڊيٽر

# فهرست

# يونٽ 1
# قديم کان جديد دنيا تائين

## يونٽ جو تعارف

چهين درجي ۾، اوهان ڏکڻ ايشيا جي تاريخ جو اڀياس ڪيو. ستين درجي ۾، اوهان سان ايشيا جي تاريخ ونڊبي پئي وڃي. وچين دؤر دؤران، ايشيا، ڌرتيءَ تي موجود سڀ کان اُسريل ڪن تهذيبن جو گهر بڻجي پيو هو. تاريخ بابت ايندڙ بابَ، اوهان کي عظيم ايشيائي تهذيبن جو سير ڪرائيندا ۽ اوهان جي اُنهن زمانن سان واقفيت ڪرائيندا، جڏهن موريا گهراڻو هندستان ۾ آيو ۽ اُن پنهنجي شهنشاهت قائم ڪئي. اڳتي هلي، اسين موريا ۽ ايراني شهنشاهتن بابت ڳالهه ٻولهه ڪنداسين. آخر ۾، وچين دؤر جي مکيه واقعن ۽ اُنهن سان لاڳاپيل عنصرن جو جائزو ورتو ويو آهي.

## باب پهريون: قديم دنيا: هندستان

### شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- انهن شهنشاهتن جا نالا لکڻ، جيڪي دنيا ۾ 500 ق. م کان وٺي 500 عيسوي سن وچ ۾ موجود هيون.
- اهڙو عرصي وار خاڪو ناهڻ، جيڪو 500 ق. م کان 500 عيسوي سن تائين موجود هندستاني ملوڪيتن کي ظاهر ڪندو هجي.
- موريا شهنشاهت جي عروج کي بيان ڪرڻ.
- اشوڪ اعظم جي مذهبي پاليسيءَ (ٻڌ مت جي واڌ ويجهه) جي اثر جو تجزيو ڪرڻ.
- موريا اقتدار ۽ وقار جي ترقيءَ ۾ اشوڪ اعظم جي ادا ڪيل ڪردار کي بيان ڪرڻ.
- بيان ڪرڻ ته ڪهڙيءَ ريت موريا دؤر دؤران واپاري رستا وسيع ٿيا.
- موريا حڪمرانيءَ دؤران ماڻهن جي سماجي زندگيءَ کي بيان ڪرڻ.
- اُنهن عنصرن جي نشاندهي ڪرڻ، جن موريا شهنشاهت جي تڪڙي زوال آڻڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو.
- موريا شهنشاهت جي مکيه واقعن ۽ شخصيتن جي نشاندهي ڪرڻ.
- گپت شهنشاهت جي فيصلائتين خصوصيتن جي نشاندهي ڪرڻ.
- گپت شهنشاهت جي زماني ۾ ٿيل ثقافتي، سائنسي ۽ رياضياتي اڀيراين کي بيان ڪرڻ.
- اولهه ۽ اتر هندستان ۾ سڪندر اعظم جي مهمجوئيءَ جو خاڪو ناهڻ.
- دنيا جي نقشي تي انهن زميني ۽ سامونڊي رستن کي ڳولڻ، جن وسيلي هندستان ۽ پوريءَ دنيا وچ ۾ واپاري ۽ سماجي لاڳاپا قائم ٿيا.

### تعارف

هيءُ باب گهڻي ڀاڱي موريا شهنشاهت جي عروج ۽ زوال تي مرڪزيل آهي. اوهين ٻڌمت جي ظهور ٿيڻ جي باري ۾ سکڻ جي قابل ٿيندا. تنهن کان سواءِ، اوهين اشوڪ اعظم جي شخصيت ۽ سندس پاليسين بابت اڀياس پڻ ڪندا. گپت شهنشاهت ۽ سڪندر اعظم جون ڪاهون پڻ هن باب ۾ بحث هيٺ آنديون ويون آهن.

## موريا شهنشاهت

چندر گُپت موريا، موريا شهنشاهت جي پهرئين حڪمران طور ظاهر ٿيو. شهنشاهت جو ڏاڪڻو پاڳو، گنگا نديءَ جي ڪناري تي واقع هو، جنهن تي ننَد گهراڻي جي حڪومت هئي. چندر گُپت نند بادشاهه کي قتل ڪيو ۽ اهڙي نموني هُن موريا شهنشاهت کي وسيع ڪيو. چندر گُپت، هندستان جي ننڍڙين بادشاهتن کي فتح ڪرڻ وسيلي، پنهنجيءَ شهنشاهت کي وڌيڪ وسيع ڪيو. چندر گُپت کان پوءِ سندس پٽ بِندوسار (298 کان 272 قبل مسيح تائين) حڪومت جون واڳون سنڀاليون. موريا اقتدار کي مرڪزي هندستان تائين وڌائڻ وسيلي، هُن پنهنجي پيءُ جي توسيع پسنديءَ جي پاليسيءَ کي برقرار رکيو. بِندوسار جي جاءِ تي سندس پٽ اشوڪ (232 کان 272 قبل مسيح تائين) تخت تي ويٺو. اشوڪ، هندستاني تاريخ ۾ ڪنهن به شڪ کان سواءِ، دنيا جي پوريءَ تاريخ ۾، سڀ کان وڌيڪ غير معمولي ۽ پُرڪشش حڪمرانن منجهان هڪ ثابت ٿيو.

### ڇا اوهين ڄاڻو ٿا؟

اِهو مڃيو وڃي ٿو تہ چندر گُپت جو تعلق مورن جي رَکَ يا سنڀال ڪندڙن سان هو، انهيءَ نسبت سان، شهنشاهت کي موريا شهنشاهت سڏيو وڃي ٿو.

چندر گُپت موريا هندستاني تاريخ جو سڀ کان وڌيڪ عظيم حڪمران

### سرگرمي

- آن لائين انسائيڪلو پيڊيا کي ڏسو ۽ انهن شهنشاهتن جا نالا لکو، جيڪي 500 ق. م کان 500 عيسوي سن تائين موجود رهيون هيون.
- انسائيڪلوپيڊيا کي استعمال ڪندي، هڪ عرصي وار خاڪو ناهيو، جيڪو 500 ق.م کان 500 عيسوي سن تائين موجود هندستاني ملوڪيتن کي ظاهر ڪندو هجي.

موريا شهنشاهت جو نقشو

مٿي ڏيکاريل نقشو 265 ق.م ۾، موريا شهنشاهت جو آهي. شهنشاهت جي وجود ختم ٿيڻ تائين، هندستان جو گهڻي ڀاڱي حصو ان ۾ شامل هو. ٿُبيٽ جو ڏاکڻو چيڙو ۽ ڪنڌ جو ساڄو ڀاڱو، پوريءَ طرح، ملوڪيت جو حصو نه هئا: پر اهي پوريءَ طرح شهنشاهت جا مخالف نه هئا. پوري توسيع پسندي چندر گُپت نه ڪئي هئي، پر بِندوسار ۽ اشوڪ اعظم سميت ٻين حڪمرانن جو پڻ ان ۾ حصو هو.

سرگرمي

جوڙن جي صورت ۾ ڪم ڪريو ۽ انهن زميني ۽ سامونڊي رستن کي نقشي ۾ ڳوليو، جن وسيلي هن عرصي د ؤران هندستان ۽ پوريءَ دنيا وچ ۾ واپاري ۽ سماجي لاڳاپا قائم ٿيا.

# اشوڪ اعظم

اشوڪ اعظم

## اشوڪ اعظم جا فلاحي ڪم

- هُن عوام لاءِ رستا ۽ ڪيترائي کوھ کوٽايا.
- هُن مسافرن لاءِ مسافرخانا تعمير ڪرايا.
- هُن وڻ پوکڻ کي هٿي ڏني ۽ رستن جي پاسن کان ڪيترائي وڻ پوکرايا.
- هُن انسانن ۽ جانورن جي طبي علاج جو بندوبست ڪيو.
- هُو قديم هندستاني شهنشاهت جو پهريون اڏيندڙ هو.
- هُن تنهن وقت ۾ موجود سيني مذهبن جي سڀ کان چڱي تعليمات کي ذهن ۾ رکي، ”ڌم“ نالي اخلاقي ضابطن جو مجموعو ڏنو.

چندر گُپت جو پوٽو اشوڪ اعظم، هندستان ۽ ڪنهن بہ شڪ کان سواءِ پوريءَ دنيا جي تاريخ ۾ سڀ مان غيرمعمولي حڪمرانن منجهان هڪ ثابت ٿيو. اُيرندي هندستان ۾، ڪلنگ علائقي خلاف رتوڇاڻ واري ويڙهہ کان پوءِ، اشوڪ اعظم جنگ تان هٿ کڻي ويو ۽ ٻڌ مت اختيار ڪيائين . هُن پڪو پهہ ڪيو تہ هو امن سان حڪومت ڪندو. هن سرگرم نموني ٻڌ مت کي هٿي ڏني ۽ ان کي پکيڙيو ۽ پرچارڪ جٿا ملڪ کان ٻاهر سريلنڪا ۽ ڏکڻ اوڀر ايشيا ڏانهن روانا ڪيا. هُن پرچارڪ جٿا، اولهہ ڏي، اُنهن يوناني ٻولي ڳالهائيندڙ بادشاهتن ڏانهن پڻ روانا ڪيا، جيڪي سڪندر اعظم جي فتحن جي ڪري پنهنجي پاڻ ۾ ورهائجي ويون هيون.

## حڪومت ۽ حڪمران

چندر گُپت هندستان ۾ انتظام ڪاريءَ جي پيڙهہ رکندڙ هو. چندر گپت پنهنجي مکيہ صلاحڪار ڪوٽليا يا چاڻڪيا تي گهڻو ڀروسو ڪندو هو، جنهن شهنشاهت کي هلائڻ جي اصولن تي ٻڌل ڪتاب ارٿ شاستر لکيو هو. چندر گپت ڪامورن تي ٻڌل هڪ حڪومت پڻ قائم ڪئي هئي، جنهن تي مختلف ڪمن جي نسبت سان ڪيترائي ماڻهو ڪنيا ويا هئا. اُن حڪومت جي سرپرستي، هو پاڻ ڪندو هو. اقتدار کي پنهنجي اختيار ۾ رکڻ لاءِ، هن شهنشاهت کي چئن صوبن ۾ ورهايو هو. هر صوبي کي اُتان جو شاهي شهزادو هلائيندو هو. صوبن کي ضلعن ۾ ورهايو ويو هو، جن جو انتظام ارٿ ساشتر ۾ بيان ڪيل اصولن جي بنياد تي هلايو ويندو هو.

موريا شهنشاهت جا ٻيا بہ حڪمران، بِندوسار ۽ اشوڪ هئا. ٻئي حڪمران چندر گپت جا پوئير هئا. بِندوسار سندس پٽ هو، جڏهن تہ اشوڪ سندس پوٽو هو. جڏهن اشوڪ اعظم

اقتدار تي هو، تڏهن شهنشاهت پنهنجي اوج تي هئي. جيئن ئي اشوڪ اعظم لاڏاڻو ڪري ويو، ملڪُ ضابطي ڪان ٻاهر ٿي ويو ۽ موريا شهنشاهت جي زوال جي نتيجي تي پهتو.

بِندوسار

چندر گپت موريا

## مذهب

اشوڪ اعظم 269 ق. م ۾ شهنشاهه بڻيو. هُن هندو بادشاهه چندر گپت موريا جي پوئلڳي ڪئي. شروع ۾ هن ويڙهه وسيلي شهنشاهت جي توسيع ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ هزارين معصوم ماڻهو مئا. اڳتي هلي، هن محسوس ڪيو ته رتوڇاڻ توسيع پسنديءَ لاءِ ضروري ناهي. نيٺ، هُن ٻُڌ مت جو اڀياس شروع ڪيو ۽ ان نتيجي تي پهتو ته شهنشاهت ڪي سيني ماڻهن توڙي نرواڻ لاءِ امن ۽ موافقت جي تعليمات جي پوئواري ڪرڻ گهرجي. انهيءَ اهنسا ۽ امن پرئي مذهب جو پرچارُ ڪندي، هن ڪيترين ئي قومن ڪي، ڪنهن به ويڙهه کان سواءِ، پنهنجيءَ حڪمرانيءَ هيٺ آندو. هُن موريا شهنشاهت کي اُنهن بلندين ڏي اُسرڻ ۽ اُنهن تائين رسڻ ۾ مدد ڪئي، جن تائين اُها هڪ شهنشاهت طور پهتي هئي.

هندستاني سنگتراشي، امروتي، گنٹور، (Guimet) ميوزيم، پئرس، فرانس ۾ محفوظ ڪيل

اشوڪ اعظم جي وقت ۾ هڪ مذهبي مندر

## ثقافت ۽ سماج

موريا سماج ستن طبقن تي ٻڌل هو، جن ۾ فلسفي، آبادگار، سپاهي، ڌنار، ڪاريگر، منصف ۽ انتظامڪار (Councilors) شامل هئا. چتر ورڻ يعني چئن گروهن جي نظام جو راڄ، سماج تي هلندڙ هو. شهري زندگي اُسريل هئي ۽ هُنرمندن کي سماج ۾ وڏو مرتبو مليل هو. درس تدريس برهمڻن جو مکيہ ڪم هو. ٽئڪسيلا، اُجين ۽ ورڻسي يا ڪاشي مشهور تعليمي مرڪز هئا. هنري تعليمَ، هنر سان لاڳاپيل برادريءَ جي قائم ڪيل ادارن ۾ ڏني ويندي هئي، جتي شاگرد نندي ڄمار کان ئي هنرَ سکندا هئا. گهرو زندگيءَ ۾ گڏيل ڪُٽنبي سرشتو عام هو. پرڻيل عورت وٽ، ڏاج يا ڏاج کان پوءِ مليل سوکڙين ۽ سون جي صورت ۾، ”ستري ڌڻ“ نالي ذاتي ملڪيت هوندي هئي. عورتن خلاف ڏوهن سان بنهہ گهٽي سختيءَ وارو ورتاءَ رکيو ويندو هو.

## معيشت ۽ سماج

موريا شهنشاهت جو اُڪر سان چانديءَ جو سڪو، جنهن تي ڦيٿي ۽ هاٿيءَ جا نشان موجود آهن.

موريا دؤر ڪي، خاص طرح اشوڪ اعظم جي حڪمرانيءَ دؤران، امن جي وسيع عرصي جو آزمودو ٿيو. امن خوشحاليءَ کي هٿي ڏني، ۽ حڪومت سرگرم انداز ۾ زراعت ۽ واپار کي زور وٺرايو. پيدا ڪيل واپاري رستا محفوظ هئا ۽ اُهي ڏوراهين وٽج ۽ واپار کي چڱيءَ حد تائين سهنجي ڪرڻ لاءِ ٺاهيا ويا هئا. قديم آثارن جو رڪارڊ ٻڌائي ٿو تہ موريا حڪمرانيءَ دؤران زندگيءَ جي معيار مٿيرو ٿيو هو. لوهہ جا اوزار عام واهپي ۾ هوندا هئا ۽ اُنهن زمين کي پوکي راهيءَ لاءِ ڪيڙي تيار ڪرڻ ۾ مدد پئي ڪئي. اِن ريت، اُنهن آبادگارن کي وڌيڪ منافعي واري اپت ڪٽڻ جو گس ڏنو. ڌاتوءَ جا سِڪا وڌيڪ عام ٿيا ۽ اُنهن واپار کي هٿي ڏني. پاٽلي پتر، موريا شهنشاهت جي راڄڌاني، هڪ وڏو ۽ عاليشان شهر هو. تنهن کان سواءِ، مذهبي قدرن کي، ٺڪرين تي اُڪريل لکت جي طريقي وسيلي زور وٺرايو ويو.

## موريا شهنشاهت جو زوال

اشوڪ اعظم جو لاڏاڻو، موريا شهنشاهت جي زوال جي شروعات هو. آزاد رياستون، جيڪي ڏِري انداز ۾ شهنشاهت جو حصو هيون، اُهي الڳ ٿي ويون ۽ اُنهن پنهنجي جداگاڻي حڪومت قائم ڪئي. اُها مکيہ شهنشاهت، جيڪا موريا شهنشاهت جي ڍهڻ مان اُسري، سا آنڌرا ملوڪيت هئي. ٻين رياستن منجهان اُها پنهنجيءَ جاگرافيائي حڪمت عمليءَ جي ٻيهڪ جي ڪري ڪامياب ٿي، جنهن روم ۽ پرانهين ايشيا سان واپاري لاڳاپن قائم ڪرڻ ۾ سندن مدد ڪئي.

## گُپت شهنشاهت

موريا شهنشاهت جي زوال کان پوءِ لڳ ڀڳ پنجن صدين تائين، هندستاني ماڻهو ننڍين شهري رياستن جي حڪمرانيءَ هيٺ رهيا. تنهن کان پوءِ، هڪ نئون اڳواڻ چندر گُپت ڀيو، نروار ٿيو، جنهن هندستان کي ٻيهر متحد ڪرڻ شروع ڪيو. چندر گُپت ٻئي پنهنجي راڄڌاني پراٽي شهنشاهت مُڳڌ ۾ قائم ڪئي. چندر گپت ٻئي ۽ سندس پوئيرن جي حڪمرانيءَ ۾، گپت شهنشاهت جا ماڻهو سُکيا ستابا ٿيا. اهو دؤر فن ۽ سائنس جي شعبن ۾ عظيم اڳيراين جي ڪري تاريخ جو سنهرو دؤر ڄاتو وڃي ٿو.

گپت بادشاهن جي حڪمرانيءَ هيٺ، ماڻهو پنهنجين هندي بنيادن ڏانهن واپس وريا ۽ هندو مت، رياست جو مذهب بڻيو. گپت بادشاهن محصول گهٽايا ۽ آزادي ۽ ذاتي ترقيءَ کي همٿايو. نتيجي ۾، گپت شهنشاهت، خطي ۾، فن، سِکيا، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ، فلڪيات ۽ رياضيءَ جو مرڪز بڻجي پئي. چندر گپت ٻئين جي لاڏاڻي کان پوءِ، گپت شهنشاهت زوال جي ور چڙهي وڪرڻ لڳي. تنهن کان پوءِ، جانشين حڪمرانَ، حڪومتي وهنوار هلائڻ ۾، پنهنجن پيشرو حڪمرانن جي ڀيٽ ۾، گهٽ اثرائتا ثابت نه ٿيا. نتيجي ۾، حڪومت ڪمزور ٿي ويئي ۽ حملي ڪندڙن شهنشاهت کي تباهه برباد ڪري ڇڏيو.

گپت شهنشاهت جو نقشو

### سرگرمي

جنهن طريقي سان، اوهان موريا شهنشاهت جي باري ۾ اڀياس ڪيو آهي، تهڙيءَ ريت، گپت شهنشاهت جي باري ۾ به، پنهنجن دوستن سان گڏجي، انٽرنيٽ تي، انسائيڪلوپيڊيا ۾ ڳولا ڪريو ۽ چارٽ حاصل ڪريو. چارٽ مان هڪ پوسٽر پرزنٽيشن تيار ڪريو ۽ پنهنجي ڪلاس سان ونڊيو.

اوهين هيٺ ڏنل عرصي وار خاڪي مان مدد ماٺي سگهو ٿا.

- هيءُ عرصي وار خاڪو اندازي پٽاندر سال بيان ڪري ٿو.
- هيءُ عرصي وار خاڪو چندر گپت پهرئين سان لاڳاپيل مواد ظاهر ڪري ٿو.

اهڙيءَ ريت، اِها قديم دنيا ٿي سگهي ٿي، جيڪا 500 ق.م کان شروع ٿي، 500 عيسوي سن تائين ختم ٿئي ٿي. اِهو ڏٺو ويو آهي ته ايشيا ۾ ان زماني جا گهڻا حڪمران ۽ سڀ کان مشهور ملوڪيتون موريا ۽ گپت شهنشاهتن سان تعلق رکن ٿيون. موريا شهنشاهت، پنهنجين انتظامي مهارتن ۽ اشوڪ اعظم جي ڪري مشهور هئي. دنيا، بنهه گهٽ پيرا ئي، اهڙو مهارتن ڀريو انتظامڪار ۽ جنگجُو ڏٺو آهي. اشوڪ اعظم کان پوءِ، هندستان گپت حڪمرانيءَ جي تجربي مان گذريو. گپت شهنشاهت جو آخري مهارتن ڀريو اڳواڻ چندر گپت ـ ٻيو هو. سندس لاڏاڻي کان پوءِ، سرزمين جي خيال رکڻ وارو ڪوبه نه رهيو ۽ هندستان کي سڪندر اعظم سميت ٻاهرين جنگجوئن ۽ حملي آورن جي حملن مان گذرڻو پيو.

### خلاصو

هن باب ۾، اوهان قديم تاريخ، 500 ق. م کان 500 عيسوي سن تائين، موريا شهنشاهت جي عروج ۽ زوال، اشوڪ اعظم جي اڳواڻي ۽ سندس انتظامي صلاحيت ۽ گپت شهنشاهت جي عروج ۽ زوال جي باري ۾ اڀياس ڪيو.

## باب جي پُڄاڻيءَ جي مشق

### پنهنجيءَ ڄاڻ ۽ سمجهه جو جائزو وٺو

### هيٺيان خال ڀريو:

(i) چندر گپت موريا، موريا شهنشاهت جو __________ق. م ۾ بنياد رکيو.

(ii) چندر گپت موريا جو پوٽو __________ هو.

(iii) موريا شهنشاهت اٽڪل __________ ورهيه هلي.

(iv) اشوڪ اعظم اٽڪل __________ ڏاري بادشاهه بڻيو

(v) اشوڪ اعظم جي شهنشاهت ۾ هندستان جي __________ جو گهڻو حصو شامل هو.

### هيٺين سوالن جا جواب ڏيو.

### انسائيڪلوپيڊيا مان ۽ انٽرنيٽ تي ڳولا ڪريو ۽ هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

i. موريا شهنشاهت جي ترقيءَ تي اثرانداز ٿيندڙ سماجي، سياسي، اقتصادي ۽ انتظامي عنصرن جي فهرست تيار ڪريو.

| خانو الف: عنصر | خانو ب: موريا شهنشاهت جي ترقيءَ تي اثر |
|---|---|
| سماجي | |
| سياسي | |
| اقتصادي | |
| انتظامي | |

ii. نقشي جي استعمال سان، اتر اولهه هندستان ۾، سڪندر اعظم جي مُهمن جو پيرو کڻو.

iii. موريا شهنشاهت ۾ اهم واقعن ۽ شخصيتن جي نشاندهي ڪريو.

iv. گپت شهنشاهت جي امتيازي خصوصيتن جي نشاندهي ڪريو.

v. گپت شهنشاهت جي وقت ۾ ٿيل ثقافتي، سائنسي ۽ رياضيائي اڳڀراين کي بيان ڪريو.

### پنهنجين تحقيقي/تفتيشي صلاحيتن کي استعمال ڪريو.

پنهنجيءَ تحقيق لاءِ، ساڳئي 500 ق. م کان 500 عيسوي سن جي عرصي مان ڪنهن ٻئي علائقي جي ڪا ٻي شهنشاهت چونڊيو. نشاندهي ڪريو ته ان سپيتا ۾ ثقافت، حڪومت، مذهب، عمارت سازيءَ جون نيون تبديليون، جاگرافيائي اهڃاڻ ۽ لکتون ڪهڙيو هيون. پرزنٽيشن تيار ڪريو ۽ پنهنجي ڪلاس سان ونڊيو.

### ٻين سان سهڪار ڪريو

ٽئن يا ڇهن شاگردن جي گروپن ۾ گڏجي ڪم ڪندي، موريا ۽ گپت شهنشاهتن جي باري ۾ ڄاڻ گڏ ڪريو ۽ انهن ٻنهي شهنشاهتن سان لاڳاپيل تاريخي واقعن مان پرايل سبق هڪٻئي سان ونڊيو.

### استاد لاءِ نوٽ

ڪلاس جي بحثن ۾ شاگردن کي شريڪ ٿيڻ لاءِ همٿايو ۽ پنهنجيءَ نگهبانيءَ ۾ ڪلاس اندر ڏنل سرگرمين ۽ هدفن تي ڪم ڪريو. انسائيڪلوپيڊيا، انٽرنيٽ ۽ اخبار جي استعمال کي هٿي وٺرايو. پنهنجن سيني ڪلاسن ۾ اخبارن کي استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو ۽ انهن مان معلومات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو. جيڪڏهن اسڪول ۾ وسيلا موجود آهن ته شاگردن کي اشوڪ اعظم تي ٺهيل فلم ڏيکاري سگهجي ٿي ته جيئن اُهي موريا شهنشاهت کي سمجهي سگهن.

## باب پيو: ايران (500 ق. م کان 500 عيسويءَ تائين)

### شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- دنيا جي نقشي تي، دارا اعظم جي زماني ۾، ايراني شهنشاهت (485 ق. م کان 522 عيسوي سن تائين) ڏيکارڻ.
- دارا باشاهه جون حاصلاتون بيان ڪرڻ.
- انهن علائقن جي نشاندهي ڪرڻ، جيڪي 500 عيسوي سن ۾ ايراني شهنشاهت جو حصو هئا.
- واضح ڪرڻ ته ڇا لاءِ ايراني شهنشاهت کي، 500 عيسوي سن جي قديم دنيا ۾، سڀ کان وڏي شهنشاهت مڃيو ويجي ٿو.
- ايراني سماج تي زرتشتي مذهب جي اثرکي بيان ڪرڻ.
- 479 ق. م کان 490 ق. م تائين، ايرانين ۽ يونانين وچ ۾ وڙهيل جنگين جي فهرست تيار ڪرڻ ۽ نشاندهي ڪرڻ ته جنگيون ڪنهن ڪتيون.
- ايراني شهنشاهت جي عروج ۽ زوال جا ڪارڻ ڄاڻڻ.
- قديم هندستان ۽ ايران جي حاصلاتن کي بيان ڪرڻ.
- ايراني شهنشاهت جي ماڻهن جي سماجي، سياسي، ثقافتي ۽ مذهبي زندگيءَ تي اثر کي بيان ڪرڻ.
- نقشي تي ايراني شهنشاهت جي توسيع پسنديءَ کي واضح ڪرڻ.
- بيان ڪرڻ ته سڪندر اعظم جي لاڏاڻي کان پوءِ ايراني شهنشاهت ڪيئن سفر ڪيو.
- بيان ڪرڻ ته پارسي شهنشاهت، يوناني سيپتا کان ڪيئن اثر ورتو.
- نقشي تي بيان ۽ واضح ڪرڻ ته ايراني شهنشاهت، رومين ۽ پارسين جي شهنشاهتن وچ ۾ ڪيئن ورهايل رهي.
- هڪ گروهه جي صورت ۾ ڪم ڪندي، ٻي ڪنهن سپيتا (مثال طور: مصري، رومي، يوناني، چيني) جي باري ۾ ڄاڻڻ ۽ ڪتابچي جي صورت ۾ ڄاڻ پيش ڪرڻ.
- قديم وقتن ۾ شهنشاهتن جي ترقيءَ جي اثرن جي نشاندهي ڪرڻ (مثال طور: وڏيڪ پيچيده حڪومتي ادارن، شهنشاهت کي هڪ سياسي تنظيم جي حاڪماڻي صورت ۽ سماجي طبقي بنديءَ جو نتيجو ڏنو.)

### تعارف

ايران، جنهن کي اڳي فارس چيو ويندو هو، وچ ايشيا، ڏکڻ ايشيا، ۽ وچ اوڀر جي عرب رياستن جي چوواٽن تي واقع آهي. اِها هڪ حڪمت عمليائي بيهڪ آهي ـــ ۽ ٺَنهن جي ڏکڻ ۾ ايراني خليج تائين رسائي ـــ ايران کي، پنهنجي پوريءَ تاريخ دؤران، هڪ اهم ملڪ بڻائي رکيو آهي. ايران جي گهڻي حصي جو خوبصورت پر اڪيلو زميني منظرُ ، ٻاهرين دنيا کان ڪٽيل رهيو آهي. اوچا ۽ اڙانگا جبل، ايران کي اولهه جي ٻاڙيسرين سان ملائڻ ۾ رڪاوٽ پيدا ڪن ٿا؛ ۽ اُن جو اُيرندو علائقو هڪ بنجر ۽ لوڻياڻي صحرا ۾ ويڙهيل آهي. ايران جي اتر ۾، هڪ سنهڙي زرخيز پٽي ڪيسپئن سمنڊ سان ملي ٿي؛ ۽ اُن جي ڏکڻ ۾، هيناهان پٽ ايران ۽ عمان جي خليجن جي گهيريدار زميني پٽي جوڙين ٿا: گهڻي ڀاڱي ايراني ماڻهو متاهين پٽ تي رهن ٿا، جيڪو ملڪ جي وچ تان گذري ٿو.

ايراني شهنشاهت جو نقشو (486 ق. م کان 550 ق. م)

## ايراني شهنشاهت جو عروج

ڇهين صدي ق. م ۾، انشان قبيلائي بادشاهت جا ايراني ماڻهو، ماد شهر ۾ بادشاهت جي بادشاهه آستياگ جي حڪمرانيءَ هيٺ رهيا هئا. انشان ۾ ٻيا ايراني قبيلا ماد شاهيءَ کي خراج ڏيڻ لاءِ مجبور ڪيا ويا هئا، جنهن جي ڪري اُهي ناخوش هئا. آشورين انهيءَ وسيع شهنشاهت تي غلبي ماڻڻ لاءِ فوجي لشڪر روانا ڪيا. تن جي ابتڙ، ايراني پنهنجيءَ شهنشاهت جو بنياد سهپ ۽ سفارت تي رکيو. قديم ايران ۾ اهي ئي علائقا شامل هئا، جيڪي اڄوڪي ايران جو حصو آهن.

## ايراني وطن

لڳ ڀڳ هڪ هزار ق. م ۾ هند يورپي ماڻهن، وچ يورپ ۽ ڏکڻ روس کان ”زرخيز هلالي علائقي“ جي اُپرندي متاهين پٽ ۾ جبلن ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي. اهو علائقو اتر ۾ ڪيسپئن سمنڊ کان ڏکڻ ۾ فارسي خليج تائين پکڙيل آهي. زرخيز ڪيڙيءَ جوڳي زمين سان گڏ، قديم ايران معدنيات جي دولت سان مالامال هو، جن ۾ ٽامو، شيهو، سون، چاندي ۽ ٻيا قيمتي ذاتوئي پٿر اچي وڃن ٿا. اِنهن معدني شين جي وڌندڙ واپار پناهگيرن کي شروع ۾ اوير ۽ اولهه ۾ پنهنجن پاڙيسرين جي ويجهي آندو. ايئن خطي ۾ ڪيترين ئي ننڍين بادشاهتون قائم ٿي ويون. نيٺ، ٻه مکيه طاقتون ظاهر ٿيون. ماد ۽ ايراني.

## سائرس ۽ شهنشاهت جا بنياد

سائرس بادشاهه

پوريءَ دنيا، 550 ق. م تائين ايرانين ڏانهن گهٽ ڌيان ڏنو هو. انهيءَ ورهيه، ايراني بادشاهه سائرس ڪيترين ئي پاڙيسري بادشاهتن کي فتح ڪرڻ شروع ڪيو. سائرس هڪ غيرمعمولي فوجي ماڻهو هو. جنهن 535 ق. م کان 550 ق. م تائين، پنهنجيءَ فوج جي اڳواڻي ڪندي، فتحن مٿان فتحون ماڻيون. انهيءَ وقت ۾، سائرس شهنشاهت تي قبضو ڪيو، جيڪا سنڌو نديءَ جي اوڀر کان اناطوليا جي اولهه تائين، ٻه هزار ميلن تي ٻڌل هئي. هڪ غيرمعمولي فوجي اڳواڻ هئڻ سان گڏ، سائرس ۾ حڪومتي انتظام هلائڻ جون غيرمعمولي انتظامي صلاحيتون به هيون. سندس شفيق ورتاءَ، فتح ڪيل قومن ۾ شهنشاهت لاءِ هڪ ڏاهپ ۽ سهپ ڀريو تصور اڀاريو. ٻين فاتحن جي ابتڙ، سائرس مقامي رسم رواج ۽ مذهبن کي مان ڏيڻ ۾ ويساهه رکيو. مقامي مندرن ۽ عبادت گهرن کي تباهه برٻاد ڪرڻ بدران، سائرس اُنهن جاين تي جهڪي عبادت ڪندو هو. تنهن کان سواءِ، 538 ق. م ۾، سائرس يهودين کي يروشلم واپس اچڻ جي پڻ اجازت ڏني، جن کي بابلين پنهنجي وطن تان تڙي ڪڍيو هو. ايرانين جي حڪمرانيءَ هيٺ يهودين پنهنجي شهر ۽ عبادت گهر جي ٻيهر اڏاوت ڪئي. ٻين ماڻهن ۽ قومن ڏانهن سندس سهپ وارو ورتاءُ، ڪيس انساني حقن جي پڌرنامي تيار ڪرڻ ڏانهن وٺي ويو. تنهن کان سواءِ، هُن پنهنجيءَ شهنشاهت اندر غلاميءَ لاءِ عذر قبول نه ڪيو. سائرس، پنهنجيءَ شهنشاهت جي اُڀرندي سرحد تي خانہ بدوش حملي آورن سان وڙهڻ دوران ماريو ويو.

## دارا

دارا، سائرس جو جانشين هو، جنهن کي ورثي ۾ هڪ وسيع شهنشاهت ملي. دارا، جيڪو حڪمران ملوڪيت جو اميرزادو هو، تنهن پنهنجي پيشيوراڻي زندگيءَ جي شروعات، بادشاهه جي محافظ جٿي جي رڪن طور ڪئي. ڏهه هزار ايراني سپاهين جي اشرفيائي جٿي، دارا کي، لڳ ڀڳ 522 ق. م ڏاري بادشاهيءَ تي قبضي ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. دارا پنهنجي اقتدار جا مُهڙيان تي ورهيه بغاوتن کي ختم ڪرڻ ۾ لڳايا. هُن ايندڙ ڪجهه ورهيه سهڻي نموني منظم ۽ اثرائتي انتظام جي قيام تي لڳايا. شهنشاهت ۾ امن ۽ پائداري آڻڻ کان پوءِ، دارا فتحن ڏانهن ڌيان ڏنو. هُو پنهنجين فوجُن کي اُڀرندي پاسي پهاڙن، اجوڪي افغانستان، ۽ پوءِ هيٺ، هندستاني ندين جي ڪنارن تي موجود ماترين ڏانهن ڪاهي هليو. هاڻي عظيم شهنشاهت پنجويهه سؤ ميلن تائين پکڙجي ويئي، جنهن جي دائري ۾، اولهه ۾ مصر ۽ اناطوليا، اوڀر ۾ هندستان جا ڀاڱا ۽ وچ يا مرڪز ۾ ”زرخيز هلالي علائقا“ تي آيا. دارا جي اڪيلي ناڪامي يونان کي فتح نہ ڪري سگهڻُ هئي.

سنگتراشيءَ جون شڪليون، جن ۾ دارا ڏانهن سوکڙيون آنديون پيون وڃن. پٿر جي سطح تي سنگتراشيءَ جو اِهو فنپارو، پرسپوليس جي قديم ايراني راڄڌانيءَ ۾ موجود آهي، جن جو عرصو لڳ ڀڳ ڇهين صدي ق. م آهي.

## صوبا ۽ صوبائي گورنر

جيتوڻيڪ، دارا هڪ عظيم جوڌو هو، پر سندس حقيقي صلاحيت جو جوهر حڪومتي انتظام ۾ هو. پنهنجيءَ وسيع شهنشاهت کي هلائڻ لاءِ دارا انهيءَ کي 22هن صوبن ۾ ورهايو. اِهي صوبا، گهڻي ڀاڱي، ايراني شهنشاهت اندر رهندڙ مختلف ماڻهن جي گروهن جي وطن سان ملندڙ جلندڙ هئا. ايراني حڪمرانيءَ هيٺ، هر صوبي جا ماڻهو، تنهن وقت ۾، پنهنجن پنهنجن مذهبن تي عمل ڪندڙ هئا. اهي پنهنجيون ٻوليون ڳالهائيندا هئا ۽ ڪيترا ئي پنهنجن ذاتي قانونن جي پوئواري ڪندڙ هئا. هڪ شهنشاهت اندر موجود قوميتن جي اِها انتظامي پاليسي يعني پنهنجن ذاتي قانونن آذار زندگي گذارڻ، ڏکڻ اولهه ايشيا ۾ لڳاتار مشق هيٺ رهي هئي. پنهنجيءَ شهنشاهت اندر ڪيترن ئي گروهن جي رواداري هوندي به، دارا قطعي اختيار سان حڪومت ڀئي ڪئي. دارا هر صوبي ۾ هڪ گورنر مقرر ڪيو، جنهن کي ”ساتراپ“ چيو ويندو هو، جيڪو مقامي حڪومت هلائيندو هو. دارا هر صوبي ۾ هڪ فوجي اڳواڻ ۽ محصولدار پڻ مقرر ڪيو هو. انهن عملدارن جي وفاداريءَ کي يقيني بڻائڻ لاءِ، معائني ڪار موڪليندو هو، جن کي بادشاهه جا ”گوش و چشم“ يعني ڪَن ۽ اکيون، چيو ويندو هو.

وڏيڪ بن اوزارن، دارا کي شهنشاهت پنهنجن هٿن ۾ قابو رکڻ ۾ مدد ڏني. رستن جي عاليشان سرشتي دارا لاءِ شهنشاهت جي سڀ ڪان ڏوراهن ڀاڱن سان تڪڙي رابطي جي سهولت پيدا ڪئي. مثال طور، مشهور شاهي رستو، ايراني شهر سوسا کان وٺي اناطوليا جي شهر سرديس تائين ويو پئي. اهو فاصلو 1677 ميلن جو هو. دارا ٻيو اوزارُ، نڍي ايشيا جي ليده شهر مان اخذ ڪيو هو ۽ اُهو ذاتوئي سِڪا ناهڻ هو. پهريون ڀيرو، معياري قدر جا سِڪا پوري وسيع شهنشاهت اندر گردش ۾ آيا. هاڻي ماڻهن کي خريديل شين جي ادائگيءَ لاءِ سون ۽ چانديءَ جي عجيب ٽڪرن جي تور ۽ ماپ مان ڪرڻي نٿي پئي. رستن جي ڄار ۽ معياري سِڪن جي وسيع واهپي، واپار کي زور ورتايو. واپار، موت ۾، شهنشاهت کي متحد ڪرڻ ۾ مدد پئي ڪئي.

## سرگرمي

پيٽ ۽ فرق

سائرس ۽ دارا وچ ۾ هڪجهڙاين ۽ فرقن جي نشاندهيءَ لاءِ هيٺئين خاڪي کي واهپي ۾ آڻيو

## سرگرمي

هيٺ ڏنل نقشي ۾:

- بادشاهه دارا اعظم جي وقت (485 ق. م کان 522 ق. م) ۾ ايراني شهنشاهت ڏيکاريو.
- اُنهن علائقن جي نشاندهي ڪريو، جيڪي 500 ق. م ۾ ايراني شهنشاهت جو حصو هئا.
- ايراني شهنشاهت جي توسيع پسنديءَ کي واضح ڪريو.



ايراني شهنشاهت جو نقشو

## شاهي رستو

اُنهن طريقن، جن وسيلي سماجن، شهنشاهتون قائم ڪيون ۽ سنڀاليون، مان هڪ اڄ وچ ۽ ابلاغي ذريعن جي سرشتن کي قائم ڪرڻ هو. شاهي رستو، جيڪو ايراني شهنشاهت جي حڪمرانن جوڙايو هو، تنهن ايراني شهر سوسا کي اناطوليا جي شهر سرديس سان ڳنڍيو.

ايراني شاهي رستي جو نقشو

**رستو**

اهو رستو ڊيگهه ۾ 1677 ميل هو. ان ۾ 111 چوڪيون يا ٽپال چوڪيون هيون.

رستي سان لڳو لڳ هر پندرهن ميلن تي اسٽيشن موجود هئي. ٻيا رستا، مکيه رستي منجهان شهنشاهت جي ڏوراهن علائقن ڏانهن نڪتا پئي.

**سواري**

ٽپال چوڪين ۾ بادشاهه جي نياپي پهچائيندڙن لاءِ تازن گهوڙن جي سهولت موجود هئي. شاهي پيغام پهچائيندڙ شاهي رستي جي ڪل ڊيگهه کي ستن ڏينهن ۾ پورو ڪري پئي سگهيا. رستي سان معمول جي سفر جو وقت گهڻو هو. مثال طور، هڪ قافلي کي سموري سفر طئه ڪرڻ ۾ ٽن مهينن جو وقت لڳي ٿي سگهيو.

**بين العمل جا طريقا**

**شهنشاهتن جي تعمير:** ايراني ۽ اِنڪا شهنشاهتن جو اپاءُ شاهي رستي جهڙن مضبوط رستن جي جاڙن، شهنشاهتن کي ماڻهن ۽ جاين تي غلبي کي وسيع ڪرڻ ۽ اُنهن کي برقرار رکڻ جي قابل بڻايو.

ايراني شهنشاهت وانگي، ڏکڻ امريڪا جي اِنڪا شهنشاهت هزارين ميل ڊگهو رستن جو سرشتو جوڙيو. اِنهيءَ رستي جي سرشتي، اِنڪا شهنشاهت لاءِ، وڏ ۾ وڏ يعني هڪ ڪروڙ سٺ لک ماڻهن تائين پنهنجيءَ حڪمرانيءَ کي وڌائڻ جي سهولت پيدا ڪئي.

سموريءَ تاريخ دوران شهنشاهتن جون گڏيل خصوصيتون رهيون آهن، جهڙوڪ، ابلاغي ذريعن جا اثرائتا سرشتا، اثرائتا اڳواڻ ۽ طاقتور فوجون.

**سرگرمي**

- ڪيئن شاهي رستو هڪ حڪمران کي شهنشاهت ۾ اقتدار کي برقرار رکڻ جي قابل بڻائيندو هو؟
- ڪهڙا ابلاغي ذريعا ۽ اڄ وچ جا سرشتا اڄ موجود آهن، جن کي ايرانين جي شاهي رستن سان ڀيٽائي سگهجي ٿو؟

## ايراني روايت

دارا جي وقت تائين، پهرين سميري شهري رياست کي لڳ ڀڳ اڍائي هزار ورهيه گذري چڪا هئا. اُنهن ورهين دوران، زرخيز هلالي علائقي، جنگ، فتح ۽ ڏڪار کي ڀوڳيو. اِنهن واقعن هڪ بنيادي سوال اڀاريو: دنيا ۾ ايتري گهڻي ڀوڳنا ۽ تباهي ڇو موجود هجي؟ هڪ ايراني پيامبر زرتشت، جيڪو لڳ ڀڳ 600 ق. م ۾ موجود هو، ان سوال جو هڪ جواب آڇيو.

## زرتشت جي تعليمات

زرتشت سيکاريو ته هيءَ ڌرتي هڪ جنگ جو ميدان آهي، جتي عظيم جنگ نيڪيءَ جي روح ۽ بديءَ جي روح وچ ۾ وڙهي ويندي آهي. زرتشت پرچار ڪيو ته هر ماڻهوءَ کي امڪاني طرح انهيءَ جنگ ۾ حصو ونڻو آهي. زرتشتي مذهب واحد خدا ”اهرمزد“ ۾ عقيدي جو سبق سيکاري ٿو. وقت جي انت مهل، اهرمزد هر ماڻهوءَ کي انهيءَ ڪسوٽيءَ تي پرکيندو ته ڪنهن چڱي نموني نيڪيءَ لاءِ جنگ وڙهي. 600ع ۾ ايران جي مسلمان فتح ڪان پوءِ، زرتشت مذهب زوالجي ويو. ڪن گروهن هندستان جي اُلهندي حصي ۾ انهيءَ عقيدي کي جاري رکيو. اڄ، جديد زرتشتي، ايران ۽ هندستان سميت، ڪيترن ئي ملڪن ۾ اِنهيءَ مذهب جي روايتن جي تعميل ڪرڻ کي جاري رکيو پيا اچن، جتي اُن جي پوئلڳن کي پارسي سڏيو وڃي ٿو.

## سياسي اڳواڻ

سياسي اڳواڻن پنهنجي رواداري ۽ بهتر انتظامڪاريءَ وسيلي، ايرانين ڏکڻ اولهه ايشيا ۾ سياسي نظام متعارف ڪرايو. اُنهن اڳوڻين سيپتائن جي خيالن کي محفوظ ڪيو ۽ جيئڻ ۽ حڪمراني ڪرڻ جي نون طريقن کي ڳولي لڌو. ٻين ثقافتن جي احترام، اُنهن ثقافتن کي آئيندي لاءِ محفوظ بڻايو. سائرس جنهن سگهاري ملوڪيت جو بنياد وڌو، اُها ٻه صديون قائم رهي ۽ هڪ عظيم شهنشاهت تي اُپري.

## لاٿ ۽ زوال (330 ق. م ـــ 464 ق. م)

- خشايارشا (464 ق. م کان 486 ق. م تائين)جي موت کان پوءِ، ايراني شهنشاهت سگهاري هٿ کان محروم ٿي ويئي. نتيجي ۾، ڪيترائي مسئلا اڀريا، جن ٻين مسئلن کي جنم ڏنو ۽ ايراني شهنشاهت لاٿ ۽ زوال ۾ ڌڪجي ويئي. مثال طور هڪ ڪارڻ اهو هو ته ڪمزور حڪمرانن جي ڪري ڪيترين ئي صوبائي بغاوتون پيدا ٿيون، خاص طرح مصر جي بغاوت، جنهن کي ايراني حڪمراني سدائين ڪَڙي لڳندي هئي.
- ٻيو ڪارڻ اِهو هو ته صوبائي گورنر پڻ وڌيڪ خودمختيار ٿي پيا. پنهنجيون گورنريون بادشاهه جي وفادار ماتحتن کان وڌيڪ پاڻ بادشاهه بڻجي هلائڻ لڳا. ايستائين جو هُنن پنهنجين الڳ پرڏيهي پاليسين کي عمل ۾ آندو ۽ هڪٻئي سان جنگيون جوٽيون، جن رڳو ايران جي مسئلن ۾ واڌ آندي.

- بغاوتون ۽ سرڪش گورنرَ شهنشاهت لاءِ ڳنڀير اقتصادي مسئلن جو ڪارڻ بڻيا. ايراني محصول ڳرا ۽ وڌيڪ قرلت تي ٻڌلَ بڻجي پيا، جن مان اقتصادي ٻاڙائيءَ ۽ بغاوتن جنم ورتو.
- ايراني بادشاهن پڻ سون کي بيهر گردش ۾ آڻڻ بدران اُن کي پاڻ وٽ ذخيرو ڪيو. سون ۽ چانديءَ کان سواءِ ڏنڌي، واپارَ معاشي پريشانيءَ کي جنم ڏنو. انهيءَ معاشي پريشانيءَ جي نتيجي ۾، ايراني بادشاهه اجا وڌيڪ ڪمزور ٿيا، ان ڪمزوريءَ، بغاوتن ۽ سگهارن گورنرن وغيره جهڙن مسئلن کي اڀاريو.
- لڳ ڀڳ 400 ق. م ۾، هڪ نوجوان شهزادي سائرس پنهنجي ڀاءُ ۽ بادشاهه ارد شير خلاف بغاوت ڪئي. جڏهن سائرس جنگ ۾ ماريو ويو ته سندس ڏهه هزار زر خريد يونانين جي فوج بچي هئي، تنهن پنهنجي پاڻ کي ايران جي مرڪز ۾ مفلس ۽ بي يارومددگار پاتو. انهيءَ استحصال کي "ڏهن هزارن جي مارچ" طور ڄاتو وڃي ٿو، جنهن مان ايراني شهنشاهت جي ڪمزوري واڪي ٿي بيني.
- سڪندر اعظم جي اچرج ڏيڻ جي حد تائين ٿوري وقت ۽ غيرمعمولي نموني ٿوري فوج سان ڪاهي اچڻ، ايراني شهنشاهت جو انت آندو.

اهڙيءَ طرح، اهو تت ڏئي سگهجي ٿو ته سائرس ٻئي، جنهن کي عام طرح سائرس اعظم چيو ويندو آهي، ايراني شهنشاهت جي شروعات ڪئي. سندس پٽ ڪمبوجا ۽ سندس جاءِ ونندڙ دارا اعظم، شهنشاهت جي سرحدن کي مصر، هندستان ۽ ترڪيءَ تائين وڌايو. پر دارا جي 486 ق.م ۾ لاڏاڻي کان پوءِ شهنشاهت وکرڻ لڳي. دارا جي پٽ جانشين خشايارشا کي دارا جي موت کان پوءِ پوريءَ شهنشاهت ۾ ايري پيل ڪيترين ئي بغاوتن ۽ پنهنجي مختصر جانشينيءَ دوران پيدا ٿيل بحران کي ختم ڪرڻ جو هدف اڳيان هو. شهنشاهت جي ساک جي بيهر بحاليءَ لاءِ ، خشايارشا، شروع ۾ ننڍي ايشيا جي اڪيچار ڪالونين کي پنهنجي قبضي ۾ آندو پوءِ هُن يوناني ٻيٽن پيلاڻيسس تي ڪاهيو. سندس ڪاهه پاڻ ۾ وڙهندڙ يوناني شهري رياستن کي اڪيلي ۽ سگهاري فوج طور متحد ٿيڻ جو اڻ چاهيلُ نتيجو ڏنو ۽ نتيجي ۾ ايراني بحري فوج لڳ ڀڳ تباهه ٿي ويئي.

## خلاصو

هن باب ۾، اوهان ايراني شهنشاهت جي اُڀار، سائرس اعظم ۽ دارا اعظم جي اڳواڻي، ايراني شهنشاهت جي انتظامي، سياسي ۽ اقتصادي حڪمت عملين ـــــ جن ايرانين کي دنيا ۾ اهميت ڀريو بڻايو، شاهي رستي جي اهميت، ايراني شهنشاهت جي روايت، ايران ۾ زرتشت ازم جي مذهب طور اڀارَ ۽ ايراني شهنشاهت جي زوال جي باري ۾ اڀياس ڪيو.

## باب جي پُڄاڻيءَ جي مشق

### پنهنجيءَ ڄاڻ ۽ سمجهہ جو جائزو وٺو

#### هيٺيان خال ڀريو

i. ايراني شهنشاهت سال __________ ۾ قائم ڪئي ويئي.

ii. دارا جيڪو مشهور رستو جوڙايو، تنهن کي ________ جي نالي سان ڄاتو وڃي ٿو.

iii. مذهبُ، جنهن ماڻهن کي پنهنجن مسئلن مان ڦٽندڙ سوالن جا جواب ڏنا، اُهو ________ هو.

iv. انشان قبيلائي بادشاهت هڪ ٻئي ايراني حڪمران جي حڪم هيٺ قائم رهي، تنهن جو نالو __________ هو.

#### هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

i. انٽرنيٽ تي ۽ انسائيڪلو پيڊيا ۾ ڳولا ڪريو ۽ 490 ق. م کان 479 ق. م تائين ايرانين ۽ يونانين وچ ۾ وڙهيل جنگين جي فهرست تيار ڪريو ۽ نشاندهي ڪريو تہ ڪنهن جنگيون ڪٿيون؟

ii. سائرس اعظم جو مفتوحن سان ورتاءُ ڪهڙو هو؟

iii. دارا اعظم پنهنجيءَ شهنشاهت کي متحد رکڻ لاءِ ڪهڙا طريقا ۽ اوزار واهپي ۾ آندا؟

#### پنهنجيءَ تحقيقي/تفتيشي صلاحيتن کي استعمال ڪريو

- لائبريريءَ، اخبار، انسائيڪلوپيڊيا، نقشن جي ڪتاب ۾ يا انٽرنيٽ تي ڳولا ڪريو ۽ اُها ڄاڻ هٿ ڪريو، جيڪا ايراني شهنشاهت جي هيٺين پهلوئن کي بيان ڪري ٿي. هڪ تہ پاسائون (ٽري — ڊي) پوسٽر تيار ڪريو ۽ پنهنجي اسڪولي لائبريريءَ ۽ پڙهائيءَ جي جاءِ ۾ پيش ڪريو.
  - ايراني شهنشاهت جو ماڻهن جي سماجي، سياسي، ثقافتي ۽ مذهبي زندگيءَ تي اثر.
  - سڪندر اعظم جي لاڏاڻي کان پوءِ شهنشاهت ڪيئن سفر ڪيو.
  - ايراني شهنشاهت، يوناني سڀيتا کان ڪيئن متاثر هئي.

#### ٻين سان سهڪار ڪريو

- ڇئن يا ڇهن جي گروهن جي شڪل ۾ گڏجي ڪم ڪندي، ڪنهن ٻيءَ سڀيتا جي باري ۾ ڄاڻيو (مثال طور، مصري، رومي، يوناني، چيني). ڄاڻ کي ڪتابچي جي صورت ۾ پيش ڪريو.

**استاد لاءِ نوٽ**

شاگردن کي اخبارن، ٽي ويءَ، انٽرنيٽ يا/۽ ايران گهمي ايندڙ دوستن وسيلي اڄوڪي ايران جي اڀياس لاءِ همٿايو. اُنهن کي چئو تہ اُهي پنهنجي پاڻ ۾ اڄوڪي ايران جي پاليسين، عملن ۽ هلت چلت کي پاڻ ۾ ونڊين. شاگردن کي چئو تہ اُهي اڄوڪي ايران کي ايراني سڀيتا سان ڀيٽين.

# باب ٽيون: جديد دنيا جي تبديليءَ وارو مرحلو
(وچئين دور جي تاريخ ـ 500ع کان 1400ع تائين)

### شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- اُولھ جي رومي شھنشاھت جي زوال جي نتيجن جي نشاندھي ڪرڻ. (مثال طور اونداھو دؤر، عرب اسلامي ثقافت جي توسيع).
- جاگيرداريءَ جي ارتقا جي وضاحت ڪرڻ.
- جاگيرداريءَ جي اھجاڻن جي وضاحت ڪرڻ.
- بيان ڪرڻ تہ وچئين دور دوران ڪيئن درٻاري اميرن جي طبقي جون ذميواريون، ڪليسائي ۽ ھارين جي طبقي کان مختلف ھيون.
- نقشي تي ستين ۽ اٺين صدي عيسويءَ ۾، وچ اوڀر، اتر افريڪا، يورپ ۽ ھندستان ۽ ڏاکڻي يورپ ۾ عرب فتحن کي ڳولڻ ۽ بيان ڪرڻ.
- ستين کان پندرھين صديءَ تائين اسلامي حاصلاتن جي نشاندھي ڪرڻ (مثال طور عربي نمبرَ)
- ابن سينا جي طب، فلسفي، فلڪيات ۽ رياضيءَ ۾ ڏنل يوگدانن کي بيان ڪرڻ.
- مسلمان مصورن، تعميراتي ماھرن ۽ معمارن جي يوگدان کي بيان ڪرڻ.
- بيان ڪرڻ تہ ڪيئن اسلامي حاصلاتن ٻين سماجن کي متاثر ڪيو (مثال طور مصوري، خواندگي، دانشوراڻي، سائنسي ۽ مذھبي ميدانن ۾)
- صليبي جنگين لفظ جي مطلب ٻڌائڻ.
- صليبي جنگين لاءِ ترغيبن جي نشاندھي ڪرڻ.
- عرصي وار خاڪي ۾، صليبي جنگين دوران وڙھيل جنگيون ڏيکارڻ.
- صليبي جنگين جي اثرن کي بيان ڪرڻ.
- پنجين کان پندرھين صدي عيسويءَ وچ ۾ يورپ، افريڪا، ايشيا ۽ امريڪي سماجن ۾ واقع ٿيل ٻن مکيہ واقعن جي نشاندھي ڪرڻ لاءِ ڳولا ڪرڻ.
- پنجين کان پندرھين صدي عيسويءَ وچ ۾ يورپ، افريڪا، ايشيا ۽ امريڪي سماجن اندر فن، تعميرات، ادب ۽ سائنس جي ميدانن ۾ ٿيل حاصلاتن جا مثال پيش ڪرڻ.
- نقشي تي ڳولا ڪرڻ ۽ سلطنت عثمانيہ ۽ ان جي پندرھينءَ کان سورھينءَ صدي عيسويءَ تائين وچ اوڀر، اتر افريڪا، ھندستان ۽ يورپ ۾ ڦھلاءَ جي ماھيت بيان ڪرڻ.

## تعارف

ھن باب ۾، اِن ڏس ۾ دليل پيش ڪيا ويا آھن تہ يورپي سيپتا جي زوال مسلمان سيپتا جي اپار لاءِ راھہ ھموار ڪئي. ھن باب ۾، پيرائتي نمونو، اسلامي ڦھلاءَ تي بحث ڪيو ويو آھي.

## وچون دور

وچون دور يورپي تاريخ ۾ ھڪ عرصي، 400ع کان 1500ع تائين، جو حوالو آھي. اھو عرصو رومي شھنشاھت جي زوال کان شروع ٿي يورپي بيداريءَ تي ختم ٿيو. تاريخدان عمومي طرح وچئين دور کي ٽن ننڍن ڀاڱن ۾ ورھائين ٿا، جيڪي ھي آھن: ابتدائي وچون

دور، عروج وارو وچون دور ۽ پڇاڙڪو وچون دور. وچئين دور جي ڪجھ حصي دوران، يورپ ۾ ماڻھو، اُلھندي رومي سمنڊ خاص طور عيسائي مذھب لاءِ يروشلم کي واپس وٺڻ واسطي اسلامي شھنشاھت سان وڙھندا رھيا ھئا. انھن جنگين کي صليبي جنگيون سڏيو وڃي ٿو.

يورپ جي گھڻي ڀاڱي علائقن ۾، وچئين دور کي جاگيرداري نظام جي حوالي سان ڄاتو وڃي ٿو. اِھو نظام، بادشاھن، نوابن، سورمن، جاگيردارن جي خادمن ۽ ھارين تي ٻڌل ھو. چرچ سان لاڳاپيل ماڻھن پڻ انھيءَ نظام جو اھم حصو ھئا. جاگيرداري نظام، خطي جو قانون ھو ۽ ھڪ اھڙو طريقو ھو، جنھن وسيلي زميندارن ھارين ۽ ڪڙمين ڪاسبين تي پنھنجو قبضو ڄمائي رکيو ھو. زميندار تحفظ فراھم ڪندا ھئا ۽ اُن جي بدلي، ھاري ڪمي ڪاسبي ھُنن لاءِ ڪم ڪندا ھئا. بادشاھ ۽ نواب محلن ۾ رھندا ھئا ۽ ھُنن جا خاص خادم سندس خدمت ڪندا ھئا. بادشاھ لاءِ وڙھندڙ سپاھين کي سورمو چيو ويندو ھو. جڏھن ٽڪراءَ واري ڪا صورتحال پيدا ٿيندي ھئي تہ ھاري ۽ ڳوٺاڻا پنھنجين زمينن جو ڪم ڇڏي، محل جي پيتين جي بچاءَ لاءِ پھچي ويندا ھئا. چرچ جو ماڻھن مٿان گھرو اثر ھو. ھارين جو عقيدو ھو تہ ھو جيتري گھڻي محنت ڪندا، اوترو ئي گھڻو پئسو ھو چرچ کي ڏيئي سگھندا ۽ ان جي خدمت ڪري سگھندا. 1300ع جي ابتدا مھل، يورپ جنگ ٽوٽي بيماريءَ کي پوڳيو. انھن جنگين ۾ ”ڪاري موت“بيماريءَ جي ڪري وڏيڪ شدت آئي، جيڪا چين جي ”سلڪ رستي“ کان پکڙجندي يورپ پھتي. انھيءَ بيماريءَ ۾ ڪروڙين ماڻھو مري ويا ۽ اُھا ئي منگول شھنشاھت جي خاتمي جو ڪارڻ بڻي. 1400ع تائين، ان بيماريءَ کان پوءِ، يورپ گھڻو تبديل ٿيل ڏسڻ ۾ آيو. جنگيون ختم ٿي چڪيون ھيون ۽ وچون دور پڄاڻيءَ تي پھچي چڪو ھو.

سماجي طبقا

فن ۽ ادب

**سرگرمي**

1. پنھنجيءَ لائبريريءَ مان عالمي تاريخ تي ڪو ڪتاب کڻو يا انسائيڪلوپيڊيا ۾ ڏسو يا انٽرنيٽ تي ڳولا ڪريو ۽ اولھ جي رومي سلطنت جي زوال جي نتيجن جي نشاندھي ڪريو (مثال طور، اونداھو دور، عرب اسلامي ثقافت جو ڦھلاءُ)
2. جاگيرداري نظام جي اوسر ۽ اھجاڻڻ جي وضاحت ڪريو ۽ ٻڌايو تہ وچئين دور دوران درباري اميرن جي طبقي جون ذميواريون ڪليسائي طبقي، ھارين جي طبقي کان ڪيئن مختلف ھيون.
3. گھربل ڄاڻ حاصل ڪرڻ کان پوءِ عام بورڊ تي ھڪ پريزنٽيشن تيار ڪريو ۽ پنھنجي اسڪول سان ونڊيو.

## ألهندي يورپ ۾ اسلامي ثقافت جو عروج

عرب دنيا ۾ اسلام حضرت محمد صلي الله عليہ وآله وسلم پکيڙيو ۽ اڳتي هلي چئن نامدار خليفن ۽ ٻين مذهبي اڳواڻن انهيءَ کي دنيا جي چئني ڪنڊن تائين پهچايو. خليفن جي وقت دوران ألهندي يورپ ۾ اسلام جو ڦهلاءُ عمل ۾ آيو. هوريان هوريان، ألهندي يورپ ۽ ايشيا ۾ اسلامي دنيا وجود ۾ آئي. وچئين دور ۾ اسلامي دنيا ڪا اڪيلي رياست نہ هئي، پر مختلف رياستن جو مجموعو هئي. جن ۾ ڪيترين ئي شيون هڪ جهڙيون هيون، جيئن:

- أها ان تي متحد هئي تہ سيئي مسلماني عقيدو رکندڙ "أمہ" يعني هڪ برادري آهن ۽ أها اسلام سان وابستگيءَ سان واڳيل هئي.
- مذهب ۽ حڪومت جو، جاگيردار يورپ کان وڌيڪ، مسلمان رياستن سان ويجهو واسطو هو. شريعت جا ماهر علماءَ اهم مذهبي عالم هئا، جيڪي أمہ جي اڳواڻ خليقي کي صلاح ڏيندا هئا. نائين صدي عيسويءَ تائين خليقو سيني مسلمانن جو مذهبي ۽ سياسي اڳواڻ هو. اڳتي هلي، فوجي اڳواڻ، جن کي امير يا سلطان چيو ويندو هو، خلافت مٿان غالب اچي ويا، پر خليفي وٽ پنهنجو روحاني ڪردار محفوظ هو.

## اسلامي دنيا ـــــ وڌيڪ وسيع ۽ اُسريل سپيتا

اسلامي دنيا کي، ستين ۽ اٺين صدي عيسويءَ جي عرب فتحن پيدا ڪيو. يارهين کان سورهين صدي عيسويءَ تائين، وچ اوير ۾ وچ ايشيا جي وسيع ميدانن ڏانهن هزارن جي انگ ۾ ترڪن ۽ منگولن هجرت ڪئي. هُنن پڻ اسلام قبول ڪيو. أهو هندستان کان اسپين تائين پکڙيو. مسلمان واپارين ماڳن جهڙوڪ صحارا، ڏکڻ افريڪا، چين، اسڪينڊي نيويا ۽ روس ڏانهن سفر ڪيو. مسلمان واپارين اعليٰ معيار جون شيون جهڙوڪ: ريشم، غاليچا، عاج جو سامان ۽ مصالحا وٽجيون. ألهندي يورپ جي ڀيٽ ۾، اسلامي دنيا ۾، سائنس ۽ طب جي ڄاڻ بنهہ گهڻي نفيس هئي. مسلمان اسپين ۾ قرطبہ اهڙو شهر هو، جتي پنج لک کان مٿي شهرين کي گهٽين ۾ روشني ۽ پاڻيءَ جي فراهميءَ جون سهولتون ميسر هيون.

## اموي جانشيني

حضرت امير معاويہ (رحمت الله عليه) اسلامي دنيا جو خليفو ٿيو. 661ع کان 750ع تائين، اسلام معاويہ جي پوئيرن پکيڙيو، جيڪي اموي طور سڃاپجن ٿا. امويءَ جي رهنمائيءَ

هيٺ، اسلامي سلطنت جو ڦهلاءُ سڄيءَ دنيا ۾ شروع ٿيو. اموي فوجون اوير ۾ چين توڙي اسپين ڏانهن توسيع لاءِ ويون. اسلام ستت ئي ڌرتيءَ تي سڀ کان وڏيڪ وڌو ۽ سگهارو مذهب بڻجي پيو. کنهن بہ شڪ کان سواءِ، مسلمان مختلف مذهبي گروهن جي شديد مخالفت کي منهن ڏنو.

اموي ملوڪيت جو نقشو

## عباسي خلافت ۽ اسلامي سپيتا

ڪي اهڙا بہ مذهبي گروهہ هئا، جن سني اموي اڳواڻن خلاف ڪم ڪيو. اموين جي مخالفت، سندن غير عرب مسلمانن ڏانهن غلط رويي جي ڪري اجا بہ وڌي ويئي. انهن غير عرب مسلمانن کي ٻئي درجي جو شهري سمجهيو ويندو هو. ڪانئن ڳرا محصول ورتا ويندا هئا ۽ ڪين ڪي ٿورا حق حاصل هئا. 747ع ۾، مذهبي گروهہ ۽ غير عرب مسلمان پاڻ ۾ گڏجي ويا ۽ هُنن ابو العباس جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ فوج تيار ڪري ورتي. اموين کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ، عباس پاڻ خليفو مقرر ٿيو. هُن ۽ سندس پوئيرن 1258ع تائين حڪومت ڪئي. اُهي عباسي ملوڪيت طور ڄاتا ويا. عباس هڪ نئون شهر اڏيو ۽ عباسي ملوڪيت جي ٻئي اڳواڻ بغداد جو بنياد رکيو، جيڪو اُسرِي، خطي جي اميرترين شهرن مان هڪ بڻجي پيو. 900ع ڌاري، بغداد ۾ ڏهہ لک ماڻهو رهندا ۽ ڪم ڪندا هئا.

عباسي ملوڪيت جو نقشو

**سرگرمي**

دنيا جي نقشي جي استعمال سان، ستين ۽ اٺين صديءَ دوران وچ اوڀر، اتر افريڪا ۽ هندستان ۽ ڏاکڻي يورپ ۾ عرب فتحن جي نشاندهي ڪريو ۽ اُنهن جي جاين جو تعين ڪريو.

## سلطنت عثمانيہ ۽ ان جو ڦهلاءُ

اسلام جا بنياد حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم رکيا. 632ع ۾ سندس وفات ڪان پوءِ ، اسلام عرب قومن جي اڪثريت جو مذهب بڻجي پيو. 732ع تائين اسلامي شهنشاهت جون حدون هندستان جي سرحدن ڪان ايران ۽ پوءِ وچ اوڀر ڪان ٿينديون افريڪا جي اتر ساحل ۽ اسپين تائين ٿي ويون. يارهين صدي عيسويءَ ۾، سلجوق ترڪن وڌيڪ اڳڀرائي ڪئي. هُنن بازنطيني فوج کي مانزڪرت جي ويڙهہ (1071ع) ۾ شڪست ڏني ۽ هوريان هوريان ننڍي ايشيا، هاڻوڪي ترڪي، کي فتح ڪري ورتو.

چوڏهين صدي عيسويءَ ۾، ترڪن جي سردار عثمان (1326ع) ترڪ سلطنت عثمانيه جو بنياد وڌو. 1350ع ۾، ترڪن يورپ تي ڪاهه ڪئي ۽ ڪوسوو جي ويڙهه (1389ع) ڪٽي ۽ هوريان هوريان بلقان کي هنگريءَ جي سرحدن تائين فتح ڪيو. 1453ع ۾ هُنن بازنطيني شهنشاهت جي راڄڌاني قسطنطنيه تي قبضو ڄمايو. سلطنت عثمانيه بنهه ستت پکڙي، چاڪاڻ ته ترڪن هڪ اڳڪٿيءَ، (جنهن کي عثمان جو خواب چيو ٿي ويو) ۾ ويساهه رکندا هئا. اُهو خواب اهڙي وڻ جي باري ۾ هو، جيڪو وڌندي وڌندي سڄيءَ دنيا کي پنهنجي گهيري ۾ آڻي ٿو. انهيءَ خواب کين اعتماد ڏنو ته اُهي سڄي دنيا کي فتح ڪري شهنشاهت قائم ڪندا. عثماني فوجون ٻن حصن ۾ ورهايل هيون:

- **غازي:** ماهر گهوڙيسوار، گهٽ انداز ۾ هٿياربند، ٻي ڊپا ۽ بهادر.
- **جانثارَ:** فتح ڪيل ملڪن جا غلام، وفادار، منظم ۽ چڱي نموني سکيا ورتل.

> **ڇا اوهين ڄاڻو ٿا؟**
>
> طاعون جي بيماريءَ ۾ لکن ماڻهن جي مرڻ کي تاريخ ۾ "ڪارو موت" سڏيو ويندو آهي.

سلطنت عثمانيه وٽ انيڪ وسيلا هئا. اُن اهڙين ننڍين رياستن تي حملا ڪيا، جيڪي "ڪاري موت" جي وبا (1347ع – 1348ع) جي ڪري ڪمزور ٿي چڪيون هيون. سلطنت عثمانيه پهرين مهاپاري ويڙهه تائين قائم رهي.

سلطنت عثمانيه جو نقشو

# سلطنت عثمانيہ جي حڪومت

سلطنت عثمانيہ ۾ مک حڪومتي ڪردار

- سلطان: حڪومتي سربراهہ، جنهن وٽ دربار ۽ وزيرن جي هڪ ڪائونسل هئي، جنهن کي ”ديوان“ چيو ويندو هو. عثماني سلطان کي قطعي اختيار حاصل هئا. انگريز بادشاهہ جي ابتڙ، عثماني سلطان کي وٽ مطلق اختيار هئا. هو سڀ قانون جوڙيندو ۽ فيصلا ڪندو هو.
- سلطانُ، خليفي هئڻ جي دعوا پڻ ڪندو هو ۽ پاڻ کي حضرت محمد صلي الله عليه وآلہٖ وسلم جو نائب سڏائيندو هو. نبي ڪريم صلي الله عليه وآلہٖ وسلم جي نائب سڏائڻ جي نسبت سان، هن پاڻ کي سموري مسلمان برادريءَ جو مذهبي اڳواڻ قرار ڏنو.
- هڪ اثرائتي سول انتظاميا، انتظامي معاملاهلائيندي هئي، جنهن جي سربراهہ کي وڏو وزير چيو ويندو هو، جنهن سان گڏ بيا وزير ۽ منشي هوندا هئا.
- علماءَ مذهبي اڳواڻ هوندا هئا. اُهي شريعتي قانون جا ماهر هوندا هئا. عثماني حڪومت ۾ مذهب اهم ڪردار ادا ڪندو هو. قانوندان مذهبي استاد هوندا هئا، جيڪي شريعتي قانون پاڙهيندا هئا.
- سلطنت عثمانيہ ۾ غيرمسلمان برادرين کي ”ملتي“ چيو ويندو هو. ڪين پنهنجي مذهب کي مڃڻ ۽ ان جي باري ۾ اظهار ڪرڻ جي آزادي ماڻيل هئي. سلطنت عثمانيہ ۾ مذهبي سهپ ۽ رواداري موجود هئي.

## اسلامي دنيا ۾ تضاد

1. مسلمانن ۽ عيسائين وچ ۾ صليبي جنگيون، اسلامي تاريخ جون اهم جنگيون هيون.
2. قسطنطنيه جي زوال پوري يورپ اندر پناهگيرن جي وجهہ جو نتيجو ڏنو.
3. 1040ع کان پوءِ، سلجوق ترڪن وچ ايشيا کان ڪاهه ڪري، اسلامي دنيا جي اُڀرندن حصن کي فتح ڪيو.
4. 1065ع کان پوءِ، خانہ بدوش ترڪ ٽولن ڪاهون ڪرڻ شروع ڪيون ۽ پنهنجن جانورن لاءِ چراگاهن کي ڳولڻ لاءِ بازنطيني سلطنت ۾ آباد ٿيا.
5. 1220ع کان پوءِ، لادين منگولن وچ ايشيا کان ڪاهون ڪري، اُڀرندي اسلامي دنيا کي فتح ڪيو، زراعت ۽ شهري مرڪزن کي تباهہ ڪيو ۽ اُتان جي اڪيچار ماڻهن کي ڪُٺو.
6. 1350ع کان پوءِ، عثماني ترڪن يورپ تي ڪاهہ ڪئي ۽ بلقانين کي فتح ڪيو. 1453ع ۾، هُنن بازنطيني شهنشاهت جي راڄڌاني قسطنطنيہ تي قبضو ڄمايو.
7. ٻارهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تي، هسپانوي عيسائين، هوريان هوريان اسپين کي ٻيهر فتح ڪيو، غرناطہ تي قبضو ڄمايو، جيڪا 1492ع ۾ هسپانوي سرزمين تي پڇاڙڪي مسلمان رياست هئي.

## اسلامي دنيا ۾ لڏپلاڻ ۽ آبادڪاري

هيٺين معاملن جي ڪري اسلامي دنيا کي ماڻهن جي وڏين لڏپلاڻن ۽ آبادڪارين جو تجربو ٿيو:

- ٻارهين ۽ ٻارهين صدي عيسويءَ ۾، وچ ايشيا کان سلجوقن جون ڪاهون.
- تيرهين صدي عيسويءَ ۾ وچ ايشيا مان منگول ڪاهون.
- وچئين دور جا مسلمان واپاري ۽ جنگي سورما، ڌرتيءَ جي وڏي حصي تي آباد ٿيا ۽ اُهي اُتي پاڻ سان گڏ پنهنجو مذهب بہ کڻي ويا.
- مسلمان عرب واپارين ۽ جنگي سورمن، پوري صحارا ۾، افريڪا جي اُڀرندي ساحل جي پڇاڙيءَ تائين، توڙي هندستان ۽ ايستائين جو ڏکڻ – اوڀر ايشيا ۾، پنهنجيون چوڪيون ۽ بينڪيون قائم ڪيون.
- اسلام اختيار ڪرڻ کان پوءِ، منگولن ايران، وچ ايشيا ۽ روس ۾ ڪئين مسلمان رياستون قائم ڪيون، روس ۾ منگول رياست کي ”سونهري جماعت“ (Golden Horde) چيو ويو.
- غازي فوجي ڪماندرن، (جن 1350ع کان پوءِ) ايرندي يورپ کي فتح ڪيو) کي اُتي انعام طور زمين ڏني ويئي.

سلطنت عثمانيہ دوران لڏپلاڻ جو نقشو

## اسلامي دنيا ۾ معيشت ۽ واپار

مسلمان معيشت گهڻي ترقي ڪئي ۽ اولهہ يورپ جي معيشت جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ بهتر بڻجي پئي.

- مسلمان واپارين ڏکڻ ايشيا، چين ۽ روس جي ڏورانهن ملڪن تائين سفر ڪيو.
- هُنن معياري شين جهڙوڪ: ڪپهہ، غاليچا، ڪاغذ، عاج ۽ مصالحا، جو واپار ڪيو.
- سئيڊن ۾ قديم آثارن جي ماهرن پاران دريافت ڪيل وچئين دور جي سکن جو ذخيرو، جن مٿان عربي ٻولي اڪريل آهي.

سلطنت عثمانيہ دوران معيشت ۽ واپار

## اسلامي دنيا ۾ سائنس، طب ۽ روزاني زندگي

وچئين دور ۾ اسلامي دنيا، اولهہ جي دنيا جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ اسريل هئي.

### سرگرمي

دنيا ۾، مسلمان سائنسدانن جي فن، سائنس ۽ ادب جي ميدانن ۾ ڏنل يوگدان تي ٻڌل هڪ پوسٽر واري پريزنٽيشن تيار ڪريو ۽ پنهنجي اسڪول جي عام نرم بورڊ تي لڳايو.

مسلمان سائنسدان

## سائنس

- مسلمان عالمن، يوناني، ايراني، رومي، هندستاني ۽ چيني ليکڪن جي لکيل گهڻي ڀاڱي ڪتابن مان استفادي ڪرڻ جي قابل هئا.
- المعمون: هُن متي ڄاڻايل سيني ملڪن جي ٻولين مان عربي ٻوليءَ ۾ ڪتابن جي ترجمن ڪرڻ جو مرڪز قائم ڪيو. اڳتي هلي، ٻارهين صدي عيسويءَ ۾، هسپانوي شهر طيطله ۾، پوري عيسائي يورپ ۾ عام ڪرڻ لاءِ، انهن ترجمي ڪيل عربي مسودن کي لاطيني ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو.
- الخوارزمي: هُن ٻڙي انگ دريافت ڪيو. هُن عرب دنيا ۾ انگ 1، 2، 3، 4 استعمال ڪيا، جيڪي رومي انگن I،II،III،IV جي ڀيٽ ۾ استعمال ڪرڻ لاءِ وڌيڪ سهنجا هئا.
- ابراهيم الفضلي: هُن جهازرانيءَ جي سهولت لاءِ هڪ اوزار اصطرلاب ايجاد ڪيو، جنهن وسيلي سج توڙي ستارن جي اوچائي ڄاڃي سگهبي هئي.

## ابن سينا

- هُو پنهنجي وقت جو سڀ کان وڌيڪ مشهور حڪيم، فلسفي، رياضيدان ۽ فلڪيات جو ماهر هو. سندس طبي سائنس ۾ وڏي ۾ وڏو ڪارنامو سندس ڪتاب ”قانون في الطب“ هو. سندس فلسفياڻو يوگدان ”ڪتاب الشفا“ هو.
- ابن سينا رياضي، طبعيات، موسيقي ۽ ٻين شعبن ۾ پڻ پنهنجيءَ پتيءَ جو ڪم ڪيو.

- مسلمان شهرن ۾ اسپتالون هيون، جن ۾ وبائي يونٽ الڳ نموني موجود هئا.
- مسلمان ڊاڪٽر پوسٽ مارٽم ۽ جراحت جو ڪم ڪندا هئا. هُنن رت جي گردش جي باري ۾ اولهه کان 400 ورهيه اڳ ڄاتو.
- ڊاڪٽرن يا حڪيمن‌کي هڪ امتحان پاس ڪرڻو پوندو هو.
- مسلمان جراح مريضن کي بيهوش ڪرڻ لاءِ ڀنگ ۽ آفيم جو استعمال ڪندا هئا، پاري ۽ شراب کي جراثيم مارڻ جي دوا طور ڪتب آڻيندا هئا ۽ وتن صحت صفائي جا اصول موجود هئا.
- ڊاڪٽرياڻيون ۽ نرسون موجود هيون.
- صليبي جنگين ۾ زخمي ٿيل ماڻهو عيسائين ڊاڪٽرن جي ڀيٽ ۾ مسلمان ڊاڪٽرن ڏانهن وڃڻ کي ترجيح ڏيندا هئا، ڇاڪاڻ ته انهن کي علاج جي وڌيڪ خبر هوندي هئي.

## اولهه يورپ تي اسلامي اثر

اسلامي شهنشاهت، وچئين دور جي اولهه يورپ جي ترقيءَ تي بنهه وڏو اثر ڇڏيو. اهو ممڪن آهي ته ان بابت دليل پيش ڪجن ته اسلامي دنيا، اولهه جي سيپتا ۾، هينئين اڳيراين لاءِ بنياد فراهم ڪيا.

**علم:** اولهہ يورپ جي ماڻهن مسلمانن جي رياضي، سائنس، طب ۽ فلڪيات جي باري ۾ ويچارن کي پنهنجن ويچارن ۽ مشقن ۾ شامل ڪيو.

**طب:** لوئيس نائين، پئرس ۾ پهرين اسپتال ان وقت قائم ڪئي، جڏهن هو 1260ع ۾ صليبي جنگين کان واپس وريو هو.

**ثقافت:** اولهہ جا ڪيترائي موسيقيءَ جا اوزارَ، مسلمان موسيقيءَ جي اوزارن جو نقل هئا، جن ۾ رباب، طنبورو ۽ سرندو شامل آهن.

**واپار:** يورپي امير ماڻهو اُهو سامان جهڙوڪ ريشم، مصالحا ۽ ٻيون شيون، جيڪي تڏهوڪي رواج ۾ عروج تي هيون، خريد ڪندا هئا، جن جو واپار مسلمان ڪندا هئا. اولهہ جي جهازرانن عربن جا سنواريل سڏاريل اوزار استعمال ڪندا هئا ــ مثال طور اصطرلاب، جنهن جهازرانيءَ ۾ مدد ڏني ۽ ٽڪنڊو سڙهُ يا بادبانُ، جنهن جهاز جي چرپر کي وڌايو. انهن اوزارن کان سواءِ، ڪولمبس ڪڏهن بہ امريڪا نہ پهچي سگهي ها.

**تعميراتي فن:** اولهہ جي گاٿي طرز تعمير ۾ شامل ڇهنبدار محرابُ، مسلمان مسجدن جو نقل آهي. اولهہ جي محلن جي نقشي سازن، پٿين جي تهن تي ٻيٺل گنبذن وارن محلن وارو تصورُ، اُنهن مسلمان محلن منجهان اختيار ڪيو، جيڪي هُنن صليبي جنگين دوران ڏٺا هئا.

سلطنت عثماني دوران مکيہ واپاري اسم

اهو چئي سگهجي ٿو ته اهڙا ڪيترائي ڪارڻ هئا، جن وچئين دور کي زوال ڏانهن ڌڪيو. ڪيترن ئي جديد تاريخدانن، پندرهين صدي عيسويءَ ۾، يورپ جي مخلتف حصن وچ ۾ موجود مکيه اختلافن جي ڪري، وچئين دور کي پڇاڙيءَ تي پهچائيندڙ خاص واقعن ۽ تاريخن کي ڄاڻائڻ کان پاسو ڪيو آهي. حقيقت ۾، وچئين مان جديد دور ۾ اچڻ جي تبديلي وارو مرحلو هوريان هوريان عمل ۾ آيو ۽ يورپ جا مختلف حصا، الڳ الڳ رفتار سان انهيءَ تبديليءَ جي مرحلي مان گذريا. اِهو وچئين دور جي پڇاڙيءَ جي تاريخ مقرر ڪرڻ کي نظرانداز ڪرڻ جو ڪارڻ ٿي سگهيو پئي.

## خلاصو

هن باب ۾، اوهان وچئين دور، رومي شهنشاهت جي زوال جي ڪارڻن، اولهه يورپ ۾ اسلام جي ڦهلاءَ جو اڀياس ڪيو. اوهان اموين ۽ عباسين جي اسلام جي ڦهلاءَ ۾ يوگدان ۽ سلطنت عثمانيه جي باري ۾ پڻ اڀياس ڪيو. هن باب جي مختلف حصن ۾ مسلمان سائنسدانن، تعميراتي ماهرن ۽ فنڪارن جي سائنس، تعميرات ۽ فن جي ميدانن ۾ ڏنل علمي ڪارنامن کي پڻ چٽي نموني واضح ڪيو ويو آهي.

## باب جي پُڄاڻيءَ جي مشق

### پنهنجيءَ ڄاڻ ۽ سمجهه جو جائزو وٺو

### هيٺيان خال ڀريو

.i وچئين دور جو تاريخون ______ کان______ تائين آهن

.ii __________ کي اونداهي دور جي حوالي کان ڄاتو ويندو آهي.

.iii صليبي جنگين جي معنيٰ ______آهي

.iv ________ سان جاگيردار نظام جي نسبت آهي.

.v طاعون اهڙي بيماري هئي، جنهن يورپ ۾________آندو.

### هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

انٽرنيٽ تي يا انسائيڪلوپيڊيا ۾ ڳولا ڪريو ۽ هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

.i صليبي جنگين هيٺ مسلمانن ۽ عيسائين وچ ۾ وڙهيل جنگين جي فهرست تيار ڪريو.

ii ڪهڙي نموني اموي حڪمرانن اسلام ڦهلايو؟

iii اُهي ڪهڙا عنصر هئا، جن جي ڪري عباسي ملوڪيت پڄاڻيءَ تي پهتي؟

.iv ڪهڙن عنصرن جي ڪري سلطنت عثمانيه اُسري ۽ اڌ يورپ ۾ پکڙجي ويئي.

### پنهنجيون تحقيق/تفتيشي صلاحيتون استعمال ڪريو

- لائبريريءَ ۾ يا انٽرنيٽ تي ڳولا ڪريو ۽ پنجين کان پندرهين صدي عيسويءَ وچ ۾، يورپ ۽ افريڪا، ايشيا ۽ امريڪا ۾ پيش آيل ٻن مکيہ واقعن جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ڪريو. هڪ فلپ چارٽ تيار ڪريو ۽ اُهو پنهنجي اسڪول جي لائبريريءَ يا مطالعي واري جاءِ تي پيش ڪريو.

### ٻين سان سهڪار ڪريو

- چئن يا ڇهن شاگردن جي گروهن ۾ گڏجي ڪم ڪريو ۽ پنجين کان پندرهين صديءَ وچ ۾، يورپ، افريڪا، ايشيا ۽ امريڪا جي ملڪن ۾ فن، تعميرات، ادب ۽ سائنس ۾ ماڻيل حاصلاتن جي باري ۾ جاچ ڪريو. پنهنجي گروهه جي ميمبرن سان ڄاڻ ونڊيو ۽ مسلمانن جي سائنس ۽ فن ۾ زوال جي عنصرن تي بحث ڪريو.
- چئن يا ڇهن شاگردن جي گروهن ۾ گڏجي ڪم ڪريو ۽ ايراني شهنشاهت کان سواءِ، گهٽ ۾ گهٽ، ٻن اهڙين شهنشاهتن جي باري ۾ جاچ ڪريو، جيڪي ساڳئي وقت اسريون ۽ ٺ پاسائين (ٿري ڊي) نمونا تيار ڪيو. پنهنجي اسڪول ۾ هڪ گيلريءَ اڳيان ڀسار جو انتظام ڪريو ۽ شاگردن سان چونڊيل شهنشاهتن جي سياسي، سماجي، انتظامي، اقتصادي

۽ فوجي پاسن کي ونڊيو. تنهن کان پوءِ هڪ جزوي ڳالهه ٻولهه جو اهتمام ڪريو ۽ اُنهن شهنشاهتن وچ ۾ موجود هڪجهڙاين ۽ فرقن تي روشني وجهو.

## اضافي سرگرميون:

1. قديم کان جديد دنيا کان عرصي وار خاڪو تيار ڪريو، جنهن ۾ مکيه واقعن تي روشني وڌي ويئي هجي. اوهين پهرئين کان ٽئين باب تائين ڏنل ڄاڻ استعمال ڪري سگهو ٿا ۽ قبل مسيح کان عيسوي سن تائين تبديليءَ جي مرحلي کي ظاهر ڪري سگهو ٿا.
2. دليل ڏيو ته اوهان جي ان جي باري ۾ ڇا راءِ آهي ته پنهنجن ماڻهن تي تلسط برقرار رکڻ لاءِ شاهي رستي دارا جي مدد ڪئي هئي.
3. ان ڏس ۾ ڪارڻ ڄاڻايو ته اوهين ڇو ٿا ايئن سوچيو ته ايراني شهنشاهت مهارتن کان آجن حڪمرانن جي ڪري برباد ٿي ويئي. ڇا اوهين اهڙي ڪنهن ملوڪيت يا سپيتا جي باري ۾ سوچي سگهو ٿا، جتي حڪمراني، پنهنجن اڳواڻن جي ڪري ختم ٿي ويئي هجي.
4. اوهين ڇو ايئن سوچيو ٿا ته زرتشت ازم ايران ۾ هڪ مذهب طور اڀريو؟ اهو حقيقي نموني ڇا ٿو سيکاري؟
5. عرصي وار خاڪي ۾ صليبي دور ۾ وڙهيل جنگيون ڏيکاريو.
6. نقشي تي چوڏهين کان سورهين صديءَ تائين سلطنت عثمانيه ۽ ان جي وچ اوڀر، اتر افريڪا، هندستان ۽ يورپ ۾ ڦهلاءَ کي ڳوليو ۽ ان کي بيان ڪريو.
7. تصور ڪريو ته اوهين صليبي ڇڪتاڻ جي شڪار ٿيل هڪ ڏر آهيو ته اهڙيءَ صورتحال ۾ اوهين ٻن مخالفن وچم اڀريل تضادن کي ڪيئن حل ڪندا.
8. لائبريريءَ ۾ يا انٽرنيٽ تي ڳولا ڪريو ۽ انهن عنصرن ۽ ڪارڻن جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ڪريو، جن پندرهين صدي عيسويءَ ۾ مسلمانن جي زوال جو نتيجو ڏنو. انهن عنصرن تي ٻڌل هڪ تصويري پوسٽ ڪارڊ تيار ڪريو، جيڪي اوهان تحقيق منجهان حاصل ڪيا آهن ۽ پنهنجن دوستن سان ونڊيو.

### استاد لاءِ نوٽ

جديد ترڪيءَ کي ٽي وي ڊرامن، فلمن، انٽرنيٽ ۽ ڪهاڻين جي ڪتابن مان ڄاڃي لهڻ لاءِ شاگردن کي همٿايو. ڪين چئو ته اُهي هڪٻئي سان هاڻوڪي ترڪيءَ جي باري ۾ حاصل ڪيل ڄاڻ ونڊين. جڏهن شاگرد اهڙي سرگرمي ڪري چڪا هجن ته ڪين چئو ته اُهي نئين ۽ پراڻي ترڪيءَ وچ ۾ فرق کي بيان ڪن. ان طرح ته هنن ڪهڙيون تبديليون ڏٺيون آهن ۽ ڇو ڏٺيون آهن. ان ڏس ۾ ڪلاس جي ڪمري اندر بحث ڪرڻ کي همٿايو. ان کي يقيني بڻايو ته ڪتاب ۾ ڏنل گهٽي ۾ ڳي هدف ۽ سرگرميون، ڪلاس اندر، اوهان جي سرپرستيءَ ۾ مڪمل ڪيون ويون آهن

يونٽ 2

# آئينُ ۽ شهريت

## يونٽ جو تعارف

هن يونٽ ۾، اوهان آئين، ان جي مکيه قسمن، لکيل آئين جي خوبين ۽ خامين کان عمومي طرح ۽ 1973ع جي آئين کان خاص طرح واقف ٿيندا. اوهان رضاڪارن ۽ اُنهن جي سماج ۾ يوگدان جو اڀياس ڪندا. هيءُ يونٽ شهرين جي فلاح بهبود ۾ ساجهه سماج سڌارڪ تنظيمن جي ڪردار کي ۽ پڻ ان کي بيان ڪندو ته اُهي تنظيمون ڪهڙيءَ ريت سماج جي ڏتڙيل ماڻهن جي حقن جي پاسداري ڪن ٿيون.

## باب پهريون: آئين

### شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ”آئين“ اصطلاح جي تشريح ڪرڻ.
- آئين جي موجودگيءَ جو مقصد جي نشاندهي ڪرڻ (مثال طور: رياست کي سگهارو بڻائڻ، هڪ گڏيا هڪجهڙا قدر ۽ نصب العين قائم ڪرڻ، حڪومتي استحڪام فراهم ڪرڻ، حقن ۽ آزادين کي تحفظ فراهم ڪرڻ ۽ حڪومتي نظام کي قانوني حيثيت ڏيڻ)
- لکيل ۽ اڻ لکيل آئينن ۾ فرق ٻڌائڻ.
- لکيل آئين جون خامين ۽ خوبين جي فهرست ناهڻ.
- پاڪستان جي آئين جي ترڪيبي جزن جي نشاندهي ڪرڻ.
- پاڪستان جي آئين ۾ مکيه ويچارن ۽ اصولن جي نشاندهي ڪرڻ (مثال طور: اختيارن جي عليحدگي، قانون جي حڪمراني، نمائندن جي حڪومت، سالميت ۽ بنيادي حق)
- ان جو جائزو وٺڻ ته آئين ڪيئن شهرين ۾ برابريءَ کي هٿي ڏئي ٿو، ( لاڳاپيل فقرن جي نشاندهي ڪرڻ).
- ان جي نشاندهي ڪرڻ ته آئين ڪيئن شهرين جي آزاديءَ کي تحفظ فراهم ڪري ٿو، (لاڳاپيل فقرن جي نشاندهي ڪرڻ).
- 1973ع جي آئين هيٺ، سپريم ڪورٽ جي ذميوارين ۽ اختيارن کي بيان ڪرڻ.
- پاڪستاني ماڻهن کي بنيادي حقن جي فراهميءَ جي ڏس ۾ سپريم ڪورٽ جي ڪردار تي روشني وجهڻ.

### تعارف

هيءُ باب، مکيه طرح، آئين کي، ان جي وسيع تناظر ۾، ۽ پاڪستان جي 1973ع جي آئين کي، خاص طرح، مرڪز تي رکي ٿو ۽ اوهين آئين جي جاري ڪيل شهرين جي برابريءَ ۽ آزاديءَ جو پڻ اڀياس ڪندا.

### آئين

آئين رياست جو بنيادي ۽ اساسي قانون هوندو آهي. اُهو اهڙي جوڙجڪ فراهم ڪري ٿو ته رياست ڪيئن منظم ڪئي ويندي. آئينُ، رياست اندر حڪومتي نظام کي باقاعدي هلائڻ لاءِ طئه ٿيل اصولن جو ڍانچو آهي، اُهو رياست جو اعليٰ ترين قانون آهي، جيڪو حڪومت جي تنظيم، اختيارن ۽ فرضن جي باري ۾ اصولن کي وضع ڪري ٿو.

## آئين جا فرض

ابتدائي طرح، آئين هيٺيان فرض سرانجام ڏئي ٿو:

هر ڪنهن جمهوري ملڪُ، هڪ آئين رکي ٿو. اِهو هڪ حيات بخش دستاويز آهي، جنهن پٽاندر ملڪ پنهنجا معاملا هلائيندو آهي. آئين، مذهب، ذات ۽ مسلڪ کي لحاظ ۾ نہ رکندي، شهرين جي حقن کي تحفظ ڏيندو آهي. اهڙيءَ ريت، اِهو چئي سگهجي ٿو تہ آئين حڪومت ۽ ماڻهن جي وچ ۾ هڪ سماجي معاهدو هوندو آهي.

**سرگرمي**

آئين، هڪ رياست ۾ ڪيترائي فرض سرانجام ڏئي ٿو. آئين جي فرضن ۽ اهميت کي نظر ۾ رکندي. گروهن ۾ گڏجي ڪم ڪريو ۽ آئين جي بين فرضن کي ڳولي لهو.

**استاد لاءِ نوٽ**

استاد کي گهرجي تہ هُو، شاگردن کي هڪ بحث ۾ مصروف رکڻ وسيلي، آئين جي فرضن کي ڳولي لهڻ ۾ سندن رهنمائي ڪري.

## آئين جا قسم

آئين جا ڪيترائي قسم آهن، پر هتي اسين رڳو لکيل ۽ اڻ لکيل آئين تي بحث ڪنداسين. هيٺ ڏنل جدول (ٻئي صفحي تي) اُنهن کي سمجهڻ ۾ اوهان جي مدد ڪندي.

| لکيل قانون | اڻ لکيل قانون |
| --- | --- |
| اهو ڪتاب يا دستاويز جي شڪل ۾ لکيل هوندو آهي. اُهو عمل جي طريقيڪارن تي ٻڌل هوندو آهي. مثال طور: گڏيل امريڪي رياستن جو آئين. | اهو ڪتاب يا دستاويز جي شڪل ۾ لکيل نہ هوندو آهي. اُهو رواجن تي ٻڌل هوندو آهي. مثال طور: برطانوي آئين. |
| اُهو ماڻهن جي چونڊيل قانونساز اسيمبليءَ جو جوڙيل ۽ لاڳو ڪيل هوندو آهي | هن قسم جو آئين، آئيني ارتقا جي بتدريج عمل جو نتيجو هوندو آهي. |
| اهو پنهنجي ماهيت ۾ اڻ لچڪدار هوندو آهي. | اُهو پنهنجي ماهيت ۾ لچڪدار هوندو آهي |
| لکيل آئين چٽو هوندو آهي. حڪومت پاران عمل ۾ آندل اختيار جي حق ۾ مخالفت لاءِ انهن جو حوالو ڏيئي سگهبو آهي. | هڪ اڻ لکيل آئين کي، هڪ ثبوت طور، پيش نہ ڪري سگهبو آهي. ان کي، پنهنجن ماخذن ۽ مشقن وسيلي ثابت ڪبو آهي. |

**بهرحال، لکيل آئين جي خوبيون ۽ خاميون هيٺيون هونديون آهن:**

| خوبيون | خاميون |
| --- | --- |
| 1. لکيل آئين بلڪل چٽو ۽ صاف هوندو آهي. اهو سڀني شبهن ۽ ابهام کان آجو هوندو آهي.<br>2. آئين قانون جي بالادستيءَ جي مطلق حاڪميت تي زور ڏيندو آهي.<br>3. اُهو وفاقيت لاءِ اڻٽر هوندو آهي. اُهو مرڪز ۽ مرڪز جوڙيندڙ اڪاين ــ رياستن يا صوبن وچ ۾ اختيارن جي ورڇ ڪندو آهي.<br>4. اُهو فرد جي بنيادي حقن کي تحفظ فراهم ڪندو آهي.<br>5. لکيل آئين اقليتن جي مفادن کي تحفظ فراهم ڪندو آهي.<br>6. اُهو حڪومت جي ٽن شاخن جي فرضن جي وضاحت ڪندو آهي.<br>7. جيئن تہ لکيل آئين واضح هوندو آهي، تنهنڪري، حڪمران (حڪومت)پنهنجيءَ من مانيءَ واري انداز ۾ اختيارن جو استعمال ناهي ڪري سگهندو (سگهندي). ۽ اُهو حڪومتن کي من مانيءَ جي انداز ۾ اختيارن جي استعمال کان روڪيندو آهي. | 1. لکيل قانون ۾، ان جي اڻ لچڪ نوعيت جي ڪري، ترميم يا تبديلي نٿي آڻي سگهجي.<br>2. سماج جي گهرجن پٽاندر تبديل نہ ٿيڻ وارين حالتن ۾، آئين، ماڻهن ۾ مايوسيءَ ۽ ڪاوڙ جو ڪارڻ بڻجي سگهي ٿو.<br>3. اها ڳالهہ مڃي ويئي آهي تہ لکيل آئينُ، لکيل قانونن کي وڌيڪ اهميت ڏيندو آهي. نتيجي ۾، عام راءِ جي اهميت گهٽبي ويندي آهي.<br>4. اُهو رواجن کي گهٽ اهميت ناهي ڏيندو. |

**سرگرمي** هيڊ ماستر/صحافيءَ يا قانوندان کان، آئين جي اهميت جي باري ۾ انٽرويو وٺو.

**استاد لاءِ نوٽ**
استاد کي گهرجي تہ اُهو شاگردن کي اهڙن لاڳاپيل سوالن جي فهرست تيار ڪرڻ ۾ مدد ڪري، جيڪي مٿين سرگرميءَ جي مقصد جو پورائو ڪري سگهن.

## پاڪستان جي 1973ع واري آئين جا خدوخال ۽ ترڪيبي جزا:

**لکيل قانون:** پاڪستان جو 1973ع وارو آئين لکيل آهي. اهو 280 فقرن تي ٻڌل آهن. ان ۾ ڇهه اندراجي جدولون يا شيڊيولَ پڻ شامل آهن، جيڪي ٻارهن حصن ۾ ورهايا ويا آهن. هن وقت تائين ان ۾ 23 ترميمون ٿي چڪيون آهن.

**رياستي مذهب:** پاڪستان جي 1973ع جي آئين پٽاندر اسلام رياستي مذهب آهي.

**قومي ٻولي ۽ دفتري ٻولي:** آئين ۾ اردوءَ کي قومي ٻولي قرار ڏنو ويو آهي، پر دفتري ٻولي انگريزي آهي.

**وفاقي طرز حڪومت:** پاڪستان جو 1973ع وارو آئينُ وفاقي طرز حڪومت فراهم ڪري ٿو. وفاق چئن صوبن ۽ وفاقي راڄڌانيءَ تي ٻڌل آهي.

**پارلياماني طرز حڪومت:** ان جو مطلب آهي تہ ماڻهن جا چونڊيل نمائندا ملڪ جو ڪاروهنوار هلائيندا آهن.

**براه راست چونڊون:** پاڪستان جو 1973ع وارو آئينُ، قومي ۽ صوبائي اسيمبلين جي ميمبرن جي چونڊ لاءِ، براه راست چونڊن جو طريقيڪار مهيا ڪري ٿو.

**ٻہ ايواني قانونساز ادارو:** وفاقي قانونساز ادارو ٻن ايوانن تي ٻڌل آهي: سينيٽ (مٿيون ايوان) ۽ قومي اسيمبلي (هيٺيون ايوان).

**عدليہ جي آزادي:** 1973ع جي آئين ۾ آزاد عدليہ جو بندوبست ڪيو ويو آيو. عدليہ پاڪستان جي ماڻهن جي بنيادن حقن کي تحفظ فراهم ڪري ٿي.

**اقليتن جا حق:** 1973ع جي آئين ۾ اقليتن جا حق محفوظ بڻايا ويا آهن.

## پاڪستان جي آئين جا ڪليدي اصول

### اختيارن جي عليحدگي

پاڪستان جو 1973ع جو آئين حڪومتن جي ٽن شاخن وچ ۾ اختيارن جي عليحدگيءَ جو بندوبست ڪري ٿو. اِهي اختيارَ، حڪومت جون ٽي شاخون: انتظاميہ، قانونساز ادارو ۽ عدليہ، استعمال ڪنديون آهن.

### قانون جي حڪمراني ۽ بنيادي حقَ

پروفيسر اي. وي. ڊائسي جي قانون جي حڪمرانيءَ جي تصور پٽاندر قانون کان مٿاهين ڪابہ شيءِ ناهي. پاڪستان جو آئين، قانون اڳيان سڀني شهرين کي برابر قرار ڏئي ٿو ۽ ڪين قانون جي مساوي تحفظ جو حقدار بڻائي ٿو. انهيءَ مقصد جي پورائي لاءِ، پاڪستان جو

آئينَ، ڪي بنيادي حق فراهم ڪيا آهن. انهن بنيادي حقن ۾ حيثيت جي برابري، قانون تائين رسائيءَ جو مساوي موقعو، سماجي، اقتصادي ۽ سياسي انصاف شامل آهن. تنهن کان سواءِ اهو قانون ۽ عوامي اخلاقيات جي دائري ۾ رهندي، سوچ ۽ اظهار، اعتقاد، عقيدي، عبادت ۽ جماعت کي شامل ڪري ٿو.

**سرگرمي**

بيان ڪريو تہ ڪيئن پاڪستان جو آئين شهرين جي برابريءَ کي هٿي ڏئي ٿو. شهرين جي برابريءَ کي خاطر ۾ آڻڻ سان لاڳاپيل فقرا ڳولي لهو ۽ پنهنجي ڪلاس جي ساٿين سان ونڊيو.

**استاد لاءِ نوٽ**

استاد کي گهرجي تہ هو 1973ع جي آئين جي دستاويز فراهم ڪرڻ وسيلي لاڳاپيل فقرن ۾ شاگردن جي مدد ڪري ۽ اُنهن کي يقيني بڻايل حقن جي باري ۾ ڪين هڪ بحث ۾ مشغول ڪري.

## اعليٰ اقتدار ۽ نمائندن جي حڪومت

اعليٰ اقتدار جو مطلب سڀ کان مٿاهون اختيار آهي. اعليٰ اقتدار وارو اُهو هوندو آهي، جيڪو پنهنجو اختيار ڪنهن سان بہ ناهي ورهائيندو ۽ نہ ئي سندس حڪمن کي للڪاري سگهبو آهي. 1973ع جي آئين پٽاندر، پاڪستان هڪ اعليٰ اختيار واري يعني آزاد ۽ خودمختيار رياست آهي. اُها پنهنجا اختيار ماڻهن جي چونڊيل نمائندن وسيلي عمل ۾ آڻي ٿي. نمائندن جي حڪومت ٽن شاخن: انتظاميہ، قانونيہ ۽ عدليہ، تي ٻڌل آهي.

**سرگرمي**

ٻن گروهن ۾ ورهائجو ۽ اخبارن منجهان انساني حقن جي اُنهن مسئلن جي باري ۾ ڄاڻ سهيڙيو، جيڪي تازو ئي سپريم/هاءِ ڪورٽ حل ڪيا آهن ۽ اُها ڄاڻ ڪلاس اڳيان پيش ڪريو.

**خلاصو**

هن باب ۾ اوهان آئين جي باري ۾ اڀياس ڪيو، جنهن کي زمين جو سڀ کان مٿاهون قانون چيو ويندو آهي. ماڻهو آئين وسيلي پنهنجا حق محفوظ ڪرائيندا آهن. اوهان کي ٻن قسمن جي آئينن جي واقفيت ڏني ويئي، جيڪي لکيل ۽ اڻ لکيل هئا. اوهان 1973ع جي آئين جي مک خدوخال جي باري ۾ پڻ اڀياس ڪيو ۽ ان جي ڪليدي اصولن کي پڻ پيرائتي نموني بحث هيٺ آندو ويو.

## باب جي پُڄاڻيءَ جي مشق

### پنهنجيءَ ڄاڻ ۽ سمجهه جو جائزو وٺو

**هيٺيان خال ڀريو**

i. رياست جو بنيادي ۽ اساسي قانون __________ آهي.

ii. نمائندن جي حڪومت ٽن شاخن تي ٻڌل هوندي آهي، اُهي انتظاميه ________ ۽ __________ آهن.

iii. اعليٰ اقتدار جي معنيٰ __________ آهي.

iv. پاڪستان جو آئين ڪُل _____ فقرن تي ٻڌل آهي.

**هيٺين سوالن جا جواب ڏيو**

i. قانون جي حڪمرانيءَ جي پيرائتي نموني تشريح ڪريو.

ii. اڻ لکيل آئين جي خوبين ۽ خامين کي بيان ڪريو.

iii. اقتدار اعليٰ ڇا آهي؟

iv. اِها نشاندهي ڪريو تہ آئين ڪيئن شهرين جي آزاديءَ سميت بنيادي حقن کي محفوظ بڻائي ٿو؟ پنهنجي جواب جي حمايت ۾ لاڳاپيل فقرن کي بيان ڪريو.

**ٻين سان سهڪار ڪريو**

گروهن جي شڪل ۾ گڏجي ڪم ڪريو ۽ اسڪول ڪائونسل کي هلائڻ جي اصولن جو ڪتابچو تيار ڪريو.

**پنهنجين تحقيقي/تفتيشي صلاحيتن جو استعمال ڪريو**

پنهنجيءَ پوئين پرايل سبق تي روشني وجهو. 1973ع جي آئين پٽاندر سپريم ڪورٽ ۽ پارليامينٽ جي اختيارن ۽ فرضن کي ڳولي لهو ۽ اُنهن جي فهرست تيار ڪريو.

| سپريم ڪورٽ | پارليامينٽ |
|---|---|
| | |

# باب ڀيو: شهريت جا حق ۽ ذميواريون

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ”شهري“ اصطلاح جي تشريح ڪرڻ.
- پاڪستان جي آئين ۾ شهرين جي حقن ۽ آزاديءَ جي نشاندهي ڪرڻ.
- حقن جي شهري، سياسي، سماجي ۽ اقتصادي درجيبندي ڪرڻ.
- آئين ۾ ڏنل شهرين جي ذميوارين جي نشاندهي ڪرڻ.
- بيان ڪرڻ ته شهري ڪيئن ذميوارين جي پورائي ڪرڻ وسيلي، ٻين جي حقن کي يقيني بڻائين ٿا.
- ڪوبه هڪ حق يا آزاديءَ جو قسم ڪڍڻ ۽ اندازو لڳائڻ ته پاڪستان ۾ اُن جو ڪهڙيءَ حد تائين پورائو ڪيو ويو آهي.
- روزاني زندگيءَ جا مثال ڏئي بيان ڪرڻ ته ڪيئن آئين ۾ ڏنل حقن ۽ آزادين کي يقيني بڻايو ۽ ڪيئن اُنهن جي نفي ڪئي ويئي آهي.
- هڪ جمهوري رياست ۾ هڪ شهريءَ جي ڪردار کي بيان ڪرڻ.
- شهريءَ جي ذميوارين جي وضاحت ڪرڻ (مثال طور، قانونن ۽ پاليسيءَ ۾ تبديلين جي شروعات ڪرڻ، سرڪاري عهدي تي ڪم ڪرڻ، قانون جو احترام ڪرڻ، عوامي مسئلن کان واقف هئڻ ۽ اُنهن کي ڌيان ۾ رکڻ، محصول ادا ڪرڻ، ووٽ داخل ڪرڻ ۽ ڏاهپ سان ووٽ جو استعمال ڪرڻ.
- شهرين جي حقن ۽ ذميوارين وچ ۾ تعلق کي بيان ڪرڻ.
- تشريح ڪرڻ ته حقن جون حدون ڇو هونديون آهن.
- اُنهن طريقن کي بيان ڪرڻ جن وسيلي شهري گڏجي جمهوريت جي قدرن ۽ اصولن کي هٿي وٺرائي سگهن ٿا.
- ڪنهن ماڻهوءَ کي، پاڪستان جي هڪ ذميوار شهري طور پرکڻ.
- اهڙين صورتحالن جي نشاندهي ڪرڻ، جن ۾ ڪنهن شهريءَ مان اها اميد رکجي ته هو/هوءَ پنهنجيون ذميواريون نڀائي سگهندو/سگهندي.
- اُنهن طريقن جي نشاندهي ڪرڻ، جن وسيلي شهري پنهنجن حقن جي حفاظت لاءِ ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا.
- ”جمهوريت“ جي اصطلاح جي تشريح ڪرڻ.
- اهڙين ٻن حڪمت عملين جي نشاندهي ڪرڻ، جن جي اوهان کي ڄاڻ آهي ۽ مثال پيش ڪرڻ ته اُهي ڪيئن استعمال ڪيون ويون آهن.
- پنهنجي پسند جي ڪنهن حق جي تائيد ڪرڻ لاءِ ڪا تائيدي حڪمت علمي جوڙڻ.

## تعارف

هيءُ باب شهريءَ جي باري ۾ آهي، جيڪو اُن جي حقن ۽ ذميوارين جي نشاندهي ڪري ٿو ۽ هڪ جمهوري رياست ۾ شهرين جي ڪردار کي مرڪز تي رکي ٿو. هڪ جمهوري سماج ۾ شهريءَ جي فرضن ۽ ذميوارين جي وڌيڪ وضاحت، ٻارن جي حقن ۽ ذميوارين سان لاڳاپيل سرگرمين وسيلي ڪئي ويئي آهي. اوهين تائيد يا پيرويءَ جي باري ۾ پڻ اڀياس ڪندا.

## شهري ڪير آهي؟

اهڙو ماڻهو، جيڪو قانونيءَ طرح ڪنهن خاص ملڪ جو رهواسي مڃيو ويو آهي ۽ ڪيس اُتي جمڻ جي ڪري حق حاصل آهي يا ڪنهن خاص وسندي يا شهر جو رهاڪو آهي ته اهو شهري سڏجي ٿو.

**چا اوهين ڄاڻو ٿا؟**

1. فطري طرح ڄاول شهري اهڙو شهري آهي، جيڪو ڪنهن رياست ۾ ڄائو هو.
2. اختيار ڪيل شهري اُهو آهي، جنهن ڪنهن ٻي رياست ۾ شهريت اختيار ڪئي آهي.

**سرگرمي**

پنهنجي پيءُ ماءُ، استادن ۽ وڏڙن کان پڇو ته ماڻهو، پاڪستان جي شهري هئڻ جي نتيجي ۾، ڪهڙن فائدن جا مالڪ آهن؟

## حقن جي درجيبندي

وسيع نموني، حقن جي هيٺينءَ ريت درجيبندي ڪري سگهجي ٿي.

## شهري حق

شهري حق گهٽي ياڳي شهريءَ جي زندگي ۽ آزاديءَ سان سلهاڙيل آهن. تن ۾ هڪ ماڻهوءَ جي حفاظت، جسماني تشدد، اذيت ۽ غيرانساني ورتاءَ کان تحفظ شامل آهن. شهري حق بيان ڪن ٿا ته ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي، بي واجبيءَ سان، گرفتار يا جلاوطن نٿو ڪري سگهجي. اِهو حق شهرين کي غيرقانوني غلاميءَ ۽ قيد کان محفوظ بڻائي ٿو. اِهو حق ڪنهن ماڻهوءَ جي نجي پٽي ۽ سندس مالڪاڻي حق ۾ مداخلت جي منع ڪري ٿو. شهري حقَ، ڪنهن ماڻهوءَ جي چرپر جي آزادي ۽ سوچ جي آزاديءَ جي پابنديءَ کي پڻ شامل ڪن ٿا. اِهي حق مذهب جي آزاد عمل کي هٿي ڏين ٿا.

## سياسي حقَ

سياسي حقن ۾ اظهار جي آزادي، جماعت ۽ اجتماع جي آزادي شامل آهن. هر ڪنهن شهريءَ کي حڪومت ۾ حصو وٺڻ جو حق حاصل آهي ۽ هر شهري، مرد توڙي عورت، کي ووٽ ڏيڻ ۽ چونڊن جي وقت چونڊ ۾ اميدوار طور بيهڻ جو حق حاصل آهي.

## اقتصادي ۽ سماجي حق

اِهي حق شهرين جي خوشحاليءَ ۽ فلاح بهبود لاءِ ضروري حالتون فراهم ڪن ٿا. اقتصادي حقَ، ملڪيت جي حق، ڪم جي حق، سان سلهاڙيل آهن، جن کي ڪو شهري آزاديءَ سان چونڊي ۽ قبولي ٿو. اُهو انصافي اجوري ۽ پورهئي جي ڪلاڪن جي مناسب حد کي شامل ڪري ٿو. اِهي حقَ، ٽريڊ يونين جي حقن کي پڻ عام ڪن ٿا. سماجي حقَ، اُهي حق آهن جيڪي صحت، اجهي، خوراڪ، سماجي سنڀال ۽ تعليم جي حق سميت، زندگيءَ جي مناسب معيار لاءِ ضروري آهن.

## گڏيل قومن جو انساني حقن جو عالمي پڌرنامو

گڏيل قومن جي اداري پڻ انساني حقن جي عالمي پڌرنامي کي اختيار ڪيو آهي. انهيءَ پڌرنامي جا مک خدوخال هيٺيان آهن:

- انهن کي انساني حقن جو عالمي پڌرنامو سڏيو ويندو آهي، جيڪو گڏيل قومن جي اداري جي جنرل اسيمبلي 10 ڊسمبر 1948ع ۾ اختيار ڪيو هو.
- اُهو اُهي بنيادي حق پيش ڪري ٿو، جن جو هر ڪنهن ماڻهوءَ کي، ڪنهن به نسل، جنس، ٻوليءَ ۽ مذهب جي فرق کان سواءِ، حقدار آهي.
- اِهي حق، قوميت جو حق، ڪنهن آزاد ۽ اٽڙئي ٽريبيونل يا خصوصي عدالت وسيلي صاف شفاف جاچ جو حق، ذاتي ملڪيت جو حق، زندگيءَ جي مناسب معيار جو حق، تعليم جو حق، غلاميءَ ۽ خادميءَ منجهان آزادي، زور زبردستيءَ سان گرفتاري يا قيد منجهان آزادي ۽ سوچ، ضمير ۽ مذهب جي آزادي شامل ڪن ٿا.
- اِهو پڌرنامو ڪو قانوني پرزو (يا قانون) ناهي، پر سڀني ماڻهن ۽ قومن لاءِ حاصلات جي عام معيار جو باقاعدي اعلان ڪري ٿو. (ماخذ: چيمبرس انسائيڪلوپيڊيا، جلد. چوڏهون، صفحو: 105)

انساني حق، هر ڄمار جي ماڻهن تي لاڳو ٿين ٿا. ساڳيءَ طرح، بالغن وانگي، ٻارن کي به ساڳيا ئي انساني حق حاصل آهن. 1989ع ۾، عالمي اڳواڻن، ٻارن سان خاص ورتاءَ لاءِ خاص اپاءُ ورتو، جنهن کي ٻارن جي حقن جي باري ۾ معاهدي (*CRC*) طور ڄاتو وڃي ٿو. انهيءَ ڪري جو ارڙهن ورهين جي ڄمار کان گهٽ ٻارن کي، مختلف وقتن تي، اهڙي خاص سنڀال ۽ تحفظ جي گهرج پوندي، جن جي بالغن کي گهرج ناهي هوندي.

### سرگرمي

هر هڪ بنيادي حق چونڊيو ۽ سامهون ڪالم ۾ اِهو لکو تہ ڪيئن هر ڪنهن حصي ۾ اوهان جا حق محفوظ ڪيا ويا آهن.

| ٻار جي حيثيت ۾ منهنجا آئيني حق | مون کي اِهي حق مليل/نہ مليل آهن (مثال ڏيو) |
|---|---|
| جيئري رهڻ جو حق (زندگي، صحت، خوراڪ، نالو، قوميت) | |
| ترقي ڪرڻ جو حق (تعليم، سنڀال، سهنجائي، تفريح ۽ ثقافتي سرگرميون) | |
| تحفظ جو حق (استحصال، بداخلاقي، نظراندازي) | |
| شرڪت جو حق (اظهار، سوچ ۽ مذهب) | |

## شهرين جا حق ۽ ذميواريون

شهريت ڪيترائي فائدا آڻي ٿي ۽ ساڳئي نموني اُن سان ڪيترين ئي ذميوارين بہ جڙيل آهن، جن جي پورائي جو مطلب اِهو آهي تہ اوهين پنهنجي ملڪ سان سچائيءَ جو مظاهرو ڪري رهيا آهيو. سني شهري هئڻ جي حيثيت ۾، ڪيترين ئي ذميواريون بہ آهن، جيئن گڏجي امن پرئي طريقي سان رهڻ، هڪٻئي جو احترام ڪرڻ، ملڪ جي ترقيءَ لاءِ ڪم ۽ جدجهد ڪرڻ. هڪ شهريءَ جي ذميوارين ۾ آزاد صحافت جي اهميت کي سمجهڻ، استحصالي ۽ تفريقي پاليسين خلاف تحرڪ ۾ اچڻ ۽ چونڊ مرحلن کي سمجهڻ شامل آهي. هيٺ اوهان کي ڪيترائي حق ۽ ذميواريون ملندا، شهري کي گهرجي تہ اُهي اُنهن کي عمل ۾ آڻين ۽ اُنهن جو احترام ڪن.

| حق | ذميواريون |
|---|---|
| • اظهار جي آزادي<br>• عبادت جي آزادي<br>• انصاف جو حق<br>• چونڊن ۾ ووٽ جو حق<br>• ملازمت جو حق<br>• چونڊيل عهدي کي هلائڻ جو حق<br>• زندگي ۽ آزاديءَ ۽ خوشيءَ لاءِ جستجوءَ کي آزادي. | • آئين جي حمايت ۽ دفاع ڪرڻ<br>• برادريءَ کي متاثر ڪندڙ مسئلن کان واقف رهڻ<br>• جمهوري عمل ۾ شريڪ ٿيڻ<br>• قانون جو احترامُ ۽ اُن جي فرمانبرداري ڪرڻ<br>• حقن، اعتقادن ۽ ٻين جي راءِ جو احترام ڪرڻ<br>• مقامي برادريءَ ۾ شرڪت ڪرڻ<br>• آمدني محصول ۽ ٻيا محصولَ، وفاقي، رياستي ۽ مقامي اختيارين کي ايمانداريءَ سان ۽ وقت تي ادا ڪرڻ<br>• گهرج مهل وطن جي حفاظت ڪرڻ |

قانون جي فرمانبرداري ڪرڻ

ملڪ کي صاف سٿرو رکڻ

گهريلو تشدد  کان بچاءُ

ووٽ ڏيڻ جو حق

### سرگرمي

مٿيون تصويرون ڏيکارين ٿيون تہ ڪيئن شهري ذميواريون پوريون ڪري رهيا آهن ۽ ٻين جي حقن کي يقيني بڻائي رهيا آهن.

ٻہ ڪارڻ ڄاڻايو تہ ڪيئن ذميواريون ٻين جي حقن کي يقيني بڻائي سگهن ٿيون.

| ملڪ کي صاف سٿرو رکڻ | ووٽ استعمال ڪرڻ |
| --- | --- |
| 1۔<br>2۔ | 1۔<br>2۔ |
| **قانون جي حڪمراني** | **گهريلو تشدد کان بچاءُ** |
| 1۔<br>2۔ | 1۔<br>2۔ |

## اُهي حق ۽ آزاديون، جن مان پاڪستان ۾ شهري فائدو ڪڻن ٿا

اسلامي جمهوريہ پاڪستان جي 1973ع واري آئين جو فقرو: 25 ـــ اي، هڪ بنيادي حق طور، پنجن کان 16 ورهين تائين، جي سڀني ٻارن کي مفت تعليم ڏيڻ جو بندوبست فراهم ڪري ٿو ۽ ان جو بندوبست رياست جي ذميواري آهي.

**ڇا اوهين ڄاڻو ٿا؟**

سنڌ اهو پهريون صوبو آهي، جنهن فيبروري 2013ع ۾ پنجن کان سورهن ورهين جي ٻارن کي مفت ۽ لازمي تعليم ڏيڻ جو قانون جوڙيو.

**سرگرمي**

پنهنجي پاڙي ۾ سروي ڪريو ۽ ڄاڃيو تہ اهڙا ڪيترا ٻار آهن، جيڪي مفت تعليم جي حق مان فائدو ماڻي رهيا آهن؟

## اُهي حق ۽ آزاديون جيڪي (آئين ۾) يقيني بڻايل آهن ۽ جن کان انڪار ڪيو ويو آهي

هڪ ٻار جي حيثيت ۾، اوهان هڪ جمهوري رياست ۾، ٻارن جي حقن جي باري ۾ ڄاڻ پرائي آهي. اوهين اسڪول ۾ پڙهو ٿا، تنهنڪري، اوهان کي تعليم جو حق مليل چڪو آهي. اوهان جو هڪ نالو آهي، تنهنڪري، اوهان کي سڃاڻپ جو حق ملي چڪو آهي. اوهان وٽ هڪ گهر رهڻ لاءِ ۽ ڪٽنب محفوظ رکڻ لاءِ موجود آهي، تنهنڪري اوهان کي سلامتي ۽ حفاظت ماڻيل آهي. ڇا اوهين اِهو سمجهو ٿا تہ اوهان جي برادريءَ ۾ سڀ ٻارَ مٿين حقن مان فائدو کڻن ٿا؟

**سرگرمي**

هينين ٽن صورتحالن ۾، اُهي ڪهڙا حق آهن، جيڪي ٻارن کي ڏيڻ کان نابري واري وئي آهي؟ مثال پيش ڪريو:

1. پيٽُو ٻار
2. ڪمائڻ لاءِ پورهيو ڪندڙ ٻار
3. ڪنهن ڳنڀير بيماريءَ ۾ ورتل ٻار (پوليو)

## هڪ جمهوري رياست ۾ شهريءَ جو ڪردارُ

پاڪستان هڪ جمهوري ملڪ آهي. هڪ شهري طور، اِهو حق شهريءَ کي حاصل آهي تہ هو ووٽ وجهڻ وسيلي اڳواڻ کي چونڊي. اِهو پڻ هڪ شهريءَ جو فرض آهي تہ هو ٻين شهرين کي سرڪار جي پاليسين کان آگاهہ ڪندو اچي. شهري انهيءَ ڳالهہ کي يقيني بڻائي تہ پنهنجي علائقي ۾ برادريءَ جي ترقيءَ ۾ پنهنجو حصو پتي وجهي ٿو. هڪ ٻار جي حيثيت ۾، اوهان پنهنجن وڏڙن جي مدد ڪري سگهو ٿا. اِها شهرين جي ذميواري آهي تہ ملڪ جي قانون جو احترام ڪن ۽ رياست سان سچا رهن.

## چونڊيل نمائندن سان رابطي ۾ رهڻ

اوهان ۽ اوهان جي وڏڙن کي چونڊيل نمائندن، جيڪي اوهان جي نمائندگي ڪن ٿا، تائين پنهنجن خيالن پهچائڻ جو حق حاصل آهي. پر ڪي ماڻهو اهڙو حق استعمال نہ ڪندا آهن. ڪي ماڻهو ائين ڪرڻ کان گهبرائيندا آهن يا ڪين خبر ناهي هوندي تہ ڪيئن پنهنجن چونڊيل نمائندن کي ٻڌائين تہ اُهي ڇا ٿا سوچين. هيٺ اهڙا اهڃاڻ ڏنا ويا آهن تہ ڪيئن:

- خط لکجي
- دورو ڪجي يا ملاقات لاءِ وڃجي
- فون ڪجي
- گڏجاڻيءَ ۾ ڳالهائجي

## چونڊيل نمائندن تائين ڳالهيون ڇو پهچائڻ گهرجن؟

چونڊيل نمائندن تائين ڳالهين پهچائڻ جا ڪيترائي ڪارڻ آهن. مثال طور اوهين چاهيون ٿا:

- تہ سندن ٿورا مڃيو، ان ڪم لاءِ جيڪو هُنن اوهان لاءِ ڪيو آهي.
- تہ ڪين ڪنهن قسم جي ڪارروائي ڪرڻ جي درخواست ڪريو.
- تہ ڪين ڄاڻايو تہ اوهين مختلف مسئلن جهڙوڪ، تعليم، ڏوهہ، محصولن يا ماحول جي باري ۾ ڇا ٿا محسوس ڪريو.

**سرگرمي**

پنهنجي سهمت هئڻ يا نہ هئڻ جي وضاحت وسيلي هر هڪ بيان کي موٽ ڏيو

1. هڪ شهريءَ جي تشريح اهو ملڪ ڪندو آهي، جتي اُهو رهندو آهي. آئون سمهت آهيان/سهمت ناهيان ڇاڪاڻ تہ________________
2. حڪومت کي پنهنجن سڀني شهرين سان برابريءَ وارو ورتاءُ ڪرڻ گهرجي. آئون سمهت آهيان/سهمت ناهيان ڇاڪاڻ تہ________________
3. شهري هئڻ جو مطلب اهو آهي تہ اوهين پنهنجي ملڪ ڏانهن، هر ڪنهن وقت ۾، ذميوار آهيو. آئون سمهت آهيان/سهمت ناهيان ڇاڪاڻ تہ________________
4. اوهان جي سڃاڻپ، ڪنهن گروهہ (مثال طور مذهب، نسل وغيره) جي پيٽ ۾ اوهان جي سڃاڻپ پنهنجي وطن سان سلهاڙيل هئڻ وڌيڪ اهم آهي. آئون سمهت آهيان/سهمت ناهيان ڇاڪاڻ تہ________________

## حقن جون حدون ٿينديون آهن

هر ماڻهوءَ کي جيڪو حق حاصل آهي، اُهو ڪنهن ٻئي جي حق سان توازن ۾ هئڻ گهرجي. منهنجي ڳالهائڻ جو حقُ، ڪنهن ٻئي جي ساک برباد نہ ڪرڻ واري حق سان توازن ۾ هئڻ گهرجي. منهنجو ڪنهن وسيلي تي حقُ، ٻئي ڪنهن جي ساڳئي حق سان ٽڪراءَ ۾ نہ ايندو هجي.

**سرگرمي**

هيٺين جدول ۾، ڪالم ـــ الف کي ڪالم ـــ ب سان ڀيٽي، جملو پورو ڪريو.

| ڪالم ـ الف: حقُ | ڪالم ـ ب: حدون |
| --- | --- |
| راند ڪيڏڻ جو | پري ڪان ۾ طئہ ٿيل وقتن تي ۽ بالغن لاءِ منظور ڪيل پروگرام |
| خيالن کي اظهارڻ جو | جيڪي ساڳيا قدر رکندا هجن ۽ اسان جي وڏن اُنهن کي منظور ڪيو هجي |
| ٽيليويزن ڏسڻ جو | منظور ٿيل وقتَ ۾ ايپليڪيشنون |
| آءِ ٽي جي اوزارن جهڙوڪ موبائيل فون، آءِ پيڊ يا ليپ ٽاپ) جو | ٻين ماڻهن جي جذبن جواحترام ۾ راءِ رکڻ جوحق |
| دوست چونڊڻ جو | مقرر وقت تي ڇٽي اتفاق سان ۾ اهي رانديون، جن جي اجازت ڏني ويئي آهي |

## شهرين جا حق محفوظ آهن

**انساني حقن کي تحفظ ۾ هٽي ڏيڻ لاءِ فرض ۾ واڌ:** انساني حقن جو تحفظ ۾ انهن کي هٽي ونرائڻُ، رڳو حڪومتن تائين محدود ناهي. هر ماڻهوءَ جو اهو فرض آهي تہ اُهو بنيادي حقن جي باري ۾ ڄاڻي، اُنهن کي هٽي ونرائي ۽ اُنهن جو احترام ڪري.

**انساني حقن جي ڀڃڪڙين کي دستاويزي شڪل ڏيڻ لاءِ هڪ شهريءَ طور ڪردار ادا ڪرڻُ:** جيڪڏهن انساني حقن مان اوهان ڪنهن بہ حق جي ڀڃڪڙيءَ کي ڏسو ٿا، تہ اوهين اُن جو اطلاعُ، انساني حقن کي تحفظ ڏيندڙ ۾ اُنهن جي سنڀال ڪرڻ سان لاڳاپيل تنظيمن کي ڏئي سگهو ٿا. انساني حقن جي ڀڃڪڙيءَ جي باري ۾ شڪايت داخل ڪرڻ جي سلسلي ۾، اِهو ضروري آهي تہ اوهان کي دستاويزي شڪل ڏيڻ ۾ هيٺ ڏنل ڄاڻ ڏيڻ جي صلاحيت رکندا هجو:

- انساني حقن جي عالمي پڌرنامي (*UDHR*) جي اهڙي خاص فقري جي نشاندهي ڪريو، جنهن جي ڀڃڪڙي ڪئي ويئي هئي.
- پيرائتي نموني، انساني حقن جي ڀڃڪڙيءَ سان لاڳاپيل سڀئي حقيقتون سهيڙيو، ۽ جيڪڏهن ممڪن هجي، اُنهن کي تاريخ وار ترتيب ۾ آڻيو.
- واقعي يا واقعن جي تاريخ، وقت ۽ جاءِ، عمل جو نالو، حالت ۽ جاءِ، جيڪڏهن ممڪن هجي تہ شاهدن جا نالا ۽ ڏس پتا ۽ ٻيا اهم تفصيل فراهم ڪريو.

**سرگرمي**

اسڪول ۾ رسيس يا وقفي دوران، اوهان ڏٺو تہ هڪ مٿئين درجي جو شاگردُ، هيٺئين درجي جي شاگرد کي ڊيڄاري ڌمڪائي رهيو هيو. اهڙيءَ حالت ۾، هيٺئين درجي جي شاگرد جي راند جي حق جي تحفظ ڏيڻ لاءِ اوهين ڪهڙا خاص قدم کڻندا؟

**سرگرمي: اُهي حالتون، جن ۾ مرد توڙي عورت پنهنجين ذميوارين کي پورو ڪري.**

هيٺ ڏنل سيني وسيلن منجهان ظاهر ٿيندڙ ذميواريءَ جي نشاندهي ڪريو:

واعدا،ڪمَ حوالي ڪرڻُ، مقرريون، ڏنڊ، رواج، شهريت، اخلاقي اصولَ.

هاڻي، ذميوارين جي باري ۾ واقف ٿي چڪا آهيو. هيٺين مان هر هڪ لاءِ پنهنجو جواب ڏيو:

- اُهي ڪهڙيون ذميواريون هيون، جن کي اوهان آزاديءَ سان يا رضاڪاراڻي نموني هٿ ۾ ڪنيو؟
- اُهي ڪهڙيون ذميواريون هيون، جيڪي اوهان کي هٿ ۾ ڪٽڻ لاءِ گهربل هيون.
- اُهي ڪهڙيون ذميواريون هيون، جيڪي اوهان شعوري چونڊ ڪان سواءِ يعني اُنهن جي باري ۾ سوچڻ ڪان سواءِ، اختيار ڪيون.
- اُهي ڪهڙيون ٻه ذميواريون آهن، جن لاءِ اوهين سمجهو ٿا ته اُهي اهم آهن ۽ ڇو؟
- اُنهن ٻنهي ڪان وڌيڪ اهم ذميوارين جي پورائي لاءِ اوهان کي ڪهڙو انعام مليو؟ ۽ جيڪڏهن اُنهن جي پورائي ۾ اوهين ناڪام ٿيا آهيو ته اوهان ڪهڙو ڏنڊ ادا ڪندا؟
- اُنهن ٻن ذميوارين جي پورائي جي اهميت ڪهڙي آهي؟ ڇا واقع ٿي سگهي ٿو، جيڪڏهن اوهين اهڙين ذميوارين کي پورو نٿا ڪريو.

## ذميوارين جي پورائي ۾ تضادن جو ايرڻ

جڏهن اوهان کي ذميوارين جي پورائي جي باري ۾ چونڊ ڪرڻي هجي ته ٻن قسمن جا عام تضاد آهن، جيڪي ايري سگهن ٿا.

**پهريون:** ڪن حالتن ۾، ٻه ذميواريون ٽڪراءَ ۾ هونديون آهن ۽ ٻنهي جي پورائي لاءِ، امڪاني طرح، ڪو طريقو نه هوندو آهي ـ گهٽ ۾ گهٽ ۾ هڪ ئي وقت اُنهن جو پورائو ٿي سگهڻ جهڙو نه هوندو آهي.

**ٻيو:** ڪن حالتن ۾، ذميوارين وچ ۾ ۽ ٻين قدرن ۽ مفادن ۾ ٽڪراءُ هوندو آهي.

**سرگرمي**

تصور ڪريو ته اوهان پنهنجي اسڪول ۾ شاگردن جي هڪ گڏجاڻيءَ ۾ شرڪت ڪريو ٿا. گروهه تي ذمیواري آهي ته اهو راند جي ميدان لاءِ اصول تجويز ڪري. اوهان کي ڳالهائڻ ۽ تجويزن پيش ڪرڻ جو حق حاصل آهي.

- اوهان جي ڳالهائڻ ۽ چوڻ جي انداز ۾ ڪهڙيون ذميواريون هئڻ گهرجن؟ اُنهن ذميوارين جي فهرست تيار ڪريو ۽ اُنهن جي وضاحت ڪريو.
- گڏجاڻيءَ ۾، اوهان جي ڳالهائڻ جي حق جي سلسلي ۾ ٻين شاگردن جون ڪهڙيون ذميواريون هئڻ گهرجن؟ اُنهن ذميوارين جي فهرست تيار ڪريو ۽ اُنهن جي وضاحت ڪريو.
- ٻين جي ڳالهائڻ جي حق جي سلسلي ۾ اوهان جون ذميواريون ڪهڙيون هئڻ گهرجن؟ اُنهن ذميوارين جي فهرست تيار ڪريو ۽ اُنهن جي وضاحت ڪريو.
- جيڪڏهن اوهان جي بحث ڪيل ذميوارين کي ڪنهن ٻه پورو ناهي ڪيو ته پوءِ آزاد نموني ڳالهائڻ جي حق سان ڇا واقع ٿيندو؟

## پيروي يا تائيد (Advocacy) ڇا آهي؟

1- پيروي يا تائيد جو مطلب ان ڪي يقيني بڻائڻ آهي تہ سماج ۾ ماڻهو اهل آهن تہ اُهي:

- مسئلن تي اُنهن جي آواز کي ٻڌو وڃي، جيڪي اُنهن لاءِ اهم آهن.
- پنهنجن حقن جو دفاع ۽ حفاظت ڪن.
- جيڪي خيال ۽ خواهشون رکن ٿا، اُنهن کي، تڏهن، حقيقي نموني خاطر ۾ آندو وڃي، جڏهن سندن زندگين جي باري ۾ فيصلا ڪيا وڃن ٿا.

2- پيروي ماڻهن جي حمايت ڪرڻ ۽ کين ان لاءِ لائق بڻائڻ جو لڳاتار عمل آهي تہ اُهي:

- پنهنجن خيالن ۽ مسئلن کي اظهارين.
- ڄاڻ ۽ خدمتن تائين رسائي رکن.
- پنهنجن حقن ۽ ذميوارين جو دفاع ڪن ۽ اُنهن کي ترقي ڏيارين.
- پنهنجي پسندُن ۽ چونڊُن جي کوجنا ڪن.

مختصر طور، پيرويءَ جي تشريح هِن نموني ڪري سگهجي تہ ”هڪ تصديق ٿيل ثبوت تي بنياد رکندڙ اهڙو لڳاتار عملُ، جيڪو سڌيءَ يا اڻسڌيءَ طرح، قانونسازي ڪندڙن، لاڳاپيل ڀاڱي ڀائيوارن ۽ مثاثر ڌرين کي، اهڙن قدمن جي حمايت ڪرڻ ۽ اُنهن کي لاڳو ڪرڻ لاءِ اُڪسائي، جيڪي انساني حقن جي پورائي ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪندا هجن.“

## پيرويءَ جي حڪمت عملي تيار ڪرڻ جو لڳاتار عملُ (Process)

### قدم پهريون. مقصدَ: اوهين ڇا چاهيو؟

هڪ اثرائتي پيرويءَ جي ڪوشش، چٽن مقصدن جي مجموعي سان شروع ٿيڻ گهرجي. اُها پاڻ ۾ ڊگهي مدي واري مقصد ۽ ننڍي مدي وارا مقصد شامل ڪري سگهي ٿي.

### قدم ٻيو. ٻڌڻ وارا: اُها اوهان کي ڪير ڏئي سگهي ٿو؟

اُهي ڪهڙا ماڻهو ۽ ادارا آهن، جيڪي اوهان کي تحرڪ ۾ آڻيٽا آهن؟ ان ۾ اُهي شامل آهن، جن وٽ حقيقي ۽ رسمي طرح معاملن کي اُڪلائڻ جو اختيار آهي (يعني سرڪاري اختياريون) ۽ پڻ ٻيا، جيڪي، اُنهن جي فيصلاسازيءَ تي اثرانداز ٿين ٿا، يعني ميڊيا، ڪليدي تڪ ۽ ٻيا.

### قدم ٽيون. پيغام: اُنهن کي ڇا ٻُڌڻ جي گهرج آهي؟

اِنهن ٻڌڻ وارن تائين رسائيءَ لاءِ اهڙي پيغامن جي مجموعي ناهڻ جي گهرج هوندي آهي، جيڪو اثرائتو هجي. پيرويءَ جي اثرائتن پيغامن جا عمومي طرح، ٻہ بنيادي حصا هوندا آهن. پيرويءَ جو مقصدُ، ڪرڻ لاءِ درست شيءِ ڇو آهي: ۽ ڇو ان مقصد کي پورو ڪرڻُ، اختياريءَ جي فائدي آهي.

### قدم چوٿون. پيغام پهچائيندڙ: اُهي اِن کي ڪنهن ڪان ٻڌڻ گهرندا آهن؟

مختلف سامعين لاءِ سڀ ڪان وڌيڪ ساک ڀريا پيغام پهچائيندڙ ڪير آهن؟ ٽن قسمن جا پيغام پهچائيندڙ اهم آهن: ” اَڻ ڏُريا ماهر“ ، جن جي ساک، وڏيءَ حد تائين، ٽيڪنيڪي هوندي

آهي. ”مستند آوازَ“ اُنهن ماڻهن جا، جيڪي ذاتي تجربي منجهان ڳالهائي سگهن ٿا ۽ ”بااثر ماڻهو“، جن جون سياسي واسطيداريون هونديون آهن، اُهي اختيارين کي ٻڌڻ تي مجبور ڪندا آهن.

### پنجون قدم. عملُ: ڪيئن بهترين نموني پيغام پهچرائجي؟

پيرويءَ جي پيغامن کي پهچائڻ لاءِ ڪيترائي طريقا موجود آهن. ڪي ”داخلي حڪمت عملين“ اهڙيون هونديون آهن، جن ۾ ترغيب يا تحريڪ روايتي رستن ۽ ڳڌجاڻين وسيلي واقع ٿيندي آهي. ٻيو طريقو اِهو آهي ته اهڙين ”خارجي حڪمت عملين“ کي دخل ڏجي، جيڪي انهيءَ تناظر جي تبديليءَ جي مقصد سان جوڙيون ويون هجن، جنهن ۾ فيصلا ڪيا ويندا آهن. پيرويءَ لاءِ ٻنهين طريقن جو ميلاپُ هڪ درست واٽ آهي. اِن جو دارومدار ان تي آهي ته ڪم جي اُڪلاءِ لاءِ ڇا گهربل آهي ۽ ملوث ڪيل گروهه ڇا ڪرڻ جا اهل آهن ۽ ايئن ڪرڻ ۾ پاڻ کي سهنجو محسوس ڪن ٿا.

### قدم ڇهون. وسيلا: اسان ڇا حاصل ڪيو آهي؟

هڪ اثرائتي پيرويءَ جي ڪوشش کي پيرويءَ جي وسيلن جي گهرج هوندي آهي. ان ۾ ماضيءَ جي پيرويءَ وارو ڪم، اڳوڻيون وابستگيون، ميمبر ۽ ٻيا ماڻهو، ڄاڻ ۽ سياسي فهم شامل آهي.

### قدم ستون. ڪمزوريون: اسان کي ڇا سڌارڻ جي گهرج آهي؟

اڳيون قدمُ، اوهان جي گهربل پيرويءَ جي وسيلن جي نشاندهي ڪرڻ آهي. ان مان مراد اُنهن اتحادن کي ڏسڻ آهي، جن کي جوڙڻ جي گهرج آهي ۽ انهن صلاحيتن جهڙوڪ ميڊيا، ۽ تحقيق، کي پيدا ڪرڻُ آهي، جيڪي ڪنهن به ڪوشش لاءِ اهم آهن.

### قدم اٺون. مهڙيون ڪوششون: اسين شروعات ڪيئن ڪريون؟

حڪمت عمليءَ کي اڳتي وڌڻ لاءِ شروعات ڪرڻ واسطي ڪهڙو اثرائتو طريقو هوندو؟ اهڙا ڪهڙا ننڍي مدي وارا هدف يا پراجيڪٽ آهن، جيڪي درست ماڻهن کي گڏائيندا، اڳتي ايندڙ وسيع ڪم کي علامت جي شڪل ڏيندا ۽ ڪا حاصل ڪرڻ جوڳي شيءِ پيدا ڪندا، جيڪا ايندڙ قدم لاءِ بنياد فراهم ڪندي.

### قدم نائون. تخمينو: اسين اِهو ڪيئن ڄاڻون ته اِها حڪمت عملي ڪم ڪري رهي آهي؟

ساڳئي وقت، ان عمل کي ڇڪاسڻ جي گهرج آهي. مٿي وضع ڪيل قدمن مان هر هڪ تي ٻيهر نظر ڦيرائڻ وسيلي، حڪمت عمليءَ جي تخميني لڳائڻ جي گهرج آهي.

**سرگرمي**

پنهنجي پسند جي حق جي حمايت لاءِ هڪ پيرويءَ (Advocacy) جي حڪمت عملي تيار ڪريو.

**استاد لاءِ نوٽ**

شاگردن جي مدد ڪريو ۽ انهن کي ٻن يا ٽن گروهن ۾ ورهايو ۽ کين هدايت ڪريو ته اُهي اُنهن منظم ۽ سلسليوار عملن جي سيريز جي رٿا جوڙين، جيڪي پيرويءَ کي دستاويزي شڪل ڏيڻ جي سلسلي ۾ سندن پسند جي حق جي حمايت ۾ ڪنيا وڃٹا آهن.

## خلاصو

هن باب ۾، اوهان اڀياس ڪيو تہ هڪ شخصُ، جيڪو قانوني طرح ڪنهن خاص ملڪ جو رهواسي مڃيو ويو آهي، اُهو شهري آهي. اوهان کي اُنهن مختلف حقن کان واقفيت ڏني وئي، جيڪي ماڻهن کي حاصل آهن. حقن جون پڻ ڪي حدون آهن ۽ ماڻهن کي ٻين جي حقن جو احترام ڪرڻ گهرجي. پيروي، وڪالت ڪرڻ، حمايت ڪرڻ ۽ سفارش ڪرڻ جو عمل آهي ۽ اُها سڀ کان ڏتڙيل ماڻهن لاءِ فعال مدد آهي.

## باب جي پُڇاڙيءَ جي مشق

### پنهنجيءَ ڄاڻ ۽ سمجهہ جو جائزو وٺو

### هيٺيان خال ڀريو

i. شهري حق، گهٽي ياڳي، شهريءَ جي زندگيءَ ۽ __________ سان لاڳاپيل آهن.

ii. آئين جو فقرو 25- اي، پنجن کان سورهن ورهين جي سڀني ٻارن کي __________ جو حق فراهم ڪري ٿو.

iii. بنيادي حق، سني زندگي، __________ ۽ __________ کي هٿي وٺرائن ٿا.

### هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

i. ڪنهن ملڪ ۾ شهرين کي ڪهڙا حق ماڻيل هوندا آهن؟

ii. هڪ شهريءَ جون ڪهڙيون ذميواريون آهن؟

iii. حقن جون حدون ڪهڙيون آهن؟

iv. پنهنجي علائقي جي چونڊيل عملدارن سان رابطي ڪرڻ جا ڪارڻ ڄاڻايو.

v. هڪ پوئواريءَ جي حڪمت عمليءَ کي تيار ڪرڻ جي عمل کي بيان ڪريو.

vi. اهڙن ٻن پوئوارين جي حڪمت عملين جي نشاندهي ڪريو، جن جي اوهان کي ڄاڻ آهي ۽ مثال پيش ڪريو تہ اهي ڪيئن استعمال ڪيون ويون آهن؟

### پنهنجين تحقيقي/تفتيشي صلاحيتن کي استعمال ڪريو

هيٺين ملڪن منجهان ڪنهن بہ هڪ جي شهرين کي حاصل حقن جي ڪوجنا ڪريو.

| نمبر | امريڪا | برطانيہ | چين |
|---|---|---|---|
| | | | |
| | | | |

# باب ٽيون: سِول سوسائٽي ۽ فعال شهريت جو ڪردار

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- اصطلاح "سوِل سوسائٽيءَ" کي تشريح ڪرڻ.
- مختلف سِول سوسائٽيءَ جي تنظيمن (CSOs) ۽ اُنهن جي اُن ڪم جي نشاندهي ڪرڻ، جيڪو اُهي اوهان جي اوڙي پاڙي ۾، قومي سطح تي ۽ عالمي سطح تي ڪن ٿيون.
- سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن جي سندن ڪم جي بنياد تي درجيبندي ڪرڻ.
- سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن جي ڪردار ۽ ڪمن جي نشاندهي ڪرڻ.
- اِن جي نشاندهي ڪرڻ تہ اُها ڪهڙي ڳالھ آهي، جيڪا ماڻهن کي سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن سان سلهاڙجڻ ۽ ڪنهن مقصد لاءِ گڏجي ڪم ڪرڻ تي آياري ٿي.
- ماڻهن جي فلاح بهبود ۾ حصي پتي وجهڻ جي ڏس ۾ سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن جي ڪردار جي تعريف ڪرڻ.
- اُنهن عنصرن جي نشاندهي ڪرڻ، جيڪي سول سوسائٽيءَ جون تنظيمون جي گهرج کي پيدا ڪن ٿا.
- بيان ڪرڻ تہ ڪيئن سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن حقن کي هٿي ڏين ٿيون ۽ جمهوريت کي سگهہ ارپين ٿيون.
- پنهنجي پسند جي ڪنهن سول سوسائٽيءَ جي تنظيم جو جائزو وٺڻ ۽ اُن جي اُنهن هدفن، مقصدن ۽ سرگرمين جي نشاندهي ڪرڻ، جيڪي اُها پنهنجن مول متن کي ماڻڻ لاءِ داخل ڪري ٿي ۽ ان جي اثر جو اندازو لڳائڻ. پنهنجن ساٿين سان ماڻيل ڄاڻ ۽ حقيقتون ونڊڻ.
- پاڪستان ۾ جمهوري روايت کي وڌائڻ لاءِ سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن جيڪي ڪم ڪيا آهن، اُنهن جي فهرست تيار ڪرڻ.
- اُنهن سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن جا نالا ڳڻائڻ، جيڪي ٻارن جوڙيون آهن (مثال طور اسڪائوٽ، گائيڊ ڇوڪريون، پاڪستاني نوجوانن جي اسيمبلي)
- اصطلاح "رضاڪار" جي وضاحت ڪرڻ.
- واضح ڪرڻ تہ ڪيئن سماج ۾ رضاڪاري، عام ماڻهن جي فلاح بهبود ۾ سهولت پيدا ڪري ٿي.
- اُن حد جي نشاندهي ڪرڻ، جنهن تائين پاڪستان ۾ نوجوان پنهنجو وقت ۽ صلاحيتون رضاڪاراڻي نموني پيش ڪن ٿا.
- اُنهن ٽن شين جي نشاندهي ڪرڻ، جيڪي پاڪستان ۾ رضاڪاريءَ کي عمل ۾ آڻي سگهجن ٿيون.

## تعارف

هن باب ۾، اوهين سوِل سوسائٽيءَ ۽ سماجي ڀلائيءَ ۾ اُن جي ڪردار جي باري ۾ پڙهندا. اوهان کي سوِل سوسائٽيءَ جي تنظيمن ۽ پاڪستان ۾ جمهوري ماحول کي وڌائڻ ۾ اُنهن جي ڪمن ۽ ذميوارين کان پڻ واقف ڪرايو ويندو. تنهن کان سواءِ، اوهان کي، پيرائتي نموني، رضاڪاريءَ جي تصور کان بہ واقف ڪرايو ويندو.

## سوِل سوسائٽي ڇا آهي؟

اِها هڪ تنظيم آهي، جيڪا مقامي برادريءَ جي مفادن کي زور وٺرائڻ لاءِ قائم ڪئي ويئي آهي. "سوِل سوسائٽي" اصطلاح، عمومي طرح، اُنهن سماجي لاڳاپن ۽ تنظمين لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي، جيڪي رياست يا حڪومتي دائره اختيار کان ٻاهر هونديون آهن.

سول سوسائٽي اهڙن گروهن ۽ تنظمين تي ٻڌل هوندي آهي، جيڪي شهرين جي مفاد ۾ ڪم ڪنديون آهن، پر حڪومتي ۽ نفعي بخش شعبن کان پريريون هونديون آهن. اُهي تنظيمون ۽ ادارا جيڪي سول سوسائٽيءَ کي جوڙين ٿا، اُنهن ۾، پورهيتن جا اتحاد، غيرمنافعي بخش تنظيمون ۽ ٻيون خدمتون آڇيندڙ تنظيمون شامل آهن، جيڪي سماج کي ڪا اهم خدمت فراهم ڪن ٿيون، پر عمومي طرح، موٽ ۾ نالي ماتر رعايت گهرن ٿيون.

> **سرگرمي**
> اُنهن عنصرن کي ڳوليو، جيڪي سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن جي گهرج کي پيدا ڪن ٿا. اوهين پاڻ کان وڏن کان پڻ انهن عنصرن کي ڳولڻ ۾ مدد ماڱي سگهو ٿا.

## سول سوسائٽيءَ جي تنظمين جون درجيبنديون

سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن جو وڏو انگ انساني (اقتصادي، سماجي، ثقافتي ۽ سياسي) حقن ۽ انصاف جي ميدانن ۾ سرگرم آهي. ڪي تنظيمون، هينين سطح تي، مقامي طرز حڪمرانيءَ جي عمل ۽ اقتدار، اختياريءَ ۽ وسيلن جي عدم مرڪزيت سان لاڳاپيل مسئلن تي ڪم ڪن ٿيون. ٻيون چوندڙ سڌارن، انتظامي سڌارن ۽ ماڻهن جي جاڻ تائين رسائيءَ جي معاملن کي مرڪز بڻائين ٿيون.

## سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن جا ڪمَ

سول سوسائٽيءَ جون تنظيمون هينيان ڪم ڪن ٿيون:

**پيروي**:ان ۾ مهم هلائڻ، هم خيالن جي گروهه بندي، براه راست عمل، ابلاغي ذريعن تي نظر رکڻ، عوامي تعليم سميت جاڳرتا اپارڻ جهڙيون سرگرميون شامل آهن. پيرويءَ جو پروگرام گهڻي ڀاڱي پاليسيءَ جي مسئلن سان لاڳاپيل هوندو آهي، جنهن ۾ تنظيمون ۽ فرد عوامي پاليسي ۽ مشق ۾ تبديليءَ لاءِ جاکوڙيندا آهن.

**فنڊ فراهم ڪرڻ**: سول سوسائٽيءَ جون تنظيمون ٻين تنظيمن لاءِ طرز حڪمراني ۽ ان سان لاڳاپيل ڪوششن ۽ مجموعي سماجي اقتصادي ترقيءَ لاءِ فنڊ فراهم ڪنديون آهن.

**قانوني مدد**: فردن ۽ تنظيمن کي ملندڙ قانوني مدد فراهم ڪن ٿيون.

**ڪم جو ڄار وڇائڻ**: تنظيمن ۽ فردن وچ ۾ رابطي ۽ سرشتن جي ڏي وٺ کي پيدا ڪن ٿيون ۽ انهن کي مضبوط ڪن ٿيون

**پاليسي**: سول سوسائٽيءَ جون تنظيمون، مقصدن کي وضع ڪرڻ ۽ خاص پاليسين جي جوڙجڪ جي عمل ۾ پڻ رُڌل هونديون آهن. اُهي اِنهن پاليسين تي عملدرآمد ڪرڻ لاءِ فعال رڪا پڻ جوڙينديون آهن.

**تحقيق**: سول سوسائٽيءَ جون تنظيمون محققن کي، اهڙن خاص مسئلن تي تحقيق ڪرڻ تي پڻ همٿائينديون آهن، جيڪي برادرين تي اثرانداز ٿيندا آهن.

**فني مدد**: سول سوسائٽيءَ جون تنظيمون، ٻين تنظيمن جي نشاندهي ڪيل مختلف مسئلن

کي منهن ڏيڻ لاءِ صلاحڪاري ۽ فني مدد پڻ فراهم ڪنديون آهن.

**تربيت:** ان ۾ فردن جي خاص ڄاڻ ۽ مهارتن کي وڌائڻ لاءِ وضع ڪيل سرگرميون شامل هونديون آهن. سکيا يا تربيت ۾ جيڪي طريقا استعمال ڪيا ويندا آهن، اُنهن ۾ ورڪشاپ، ڪانفرنسون ۽ ٻيا مختصر نصابَ شامل هوندا آهن. علائقن جو هڪ وسيع دائرو آهي، جهڙوڪ ووٽر جي تعليم، سياسي عملن ۾ عورتن جي وڌي پئماني تي شرڪت جا طريقا ۽ پڻ نين ٽيڪنالاجين ۾ سکيا.

انهن تنظيمن مان ڪيترين ئي پاليسين کي سگهاري ڪرڻ لاءِ وڪالت ۽ اُنهن مشقن ۾ رڌل آهن، جيڪي جمهوريت کي طاقت ارپين ٿيون. اُنهن جي سرگرمين ۾، سول سوسائٽي جي شعبي کي مضبوط ڪرڻ لاءِ مدد ڪرڻ جو بندوبست، شهرين جي حقن جي ترقي، جمهوري عملن ۾ ماڻهن جي دخل اندازي، پاليسين ۾ عورتن جي شرڪت جو واڌارو ۽ سياسي مڪالمي ۾ تيزي شامل آهن.

> **سرگرمي**
> اوهان جي ملڪ ۾ ڪم ڪندڙ، مقامي، قومي ۽ عالمي سول سوسائٽيءَ جي تنظمين جي فهرست تيار ڪريو. اخبارن، انٽرنيٽ، پيءُ ماءُ ۽ ٻئي ڪنهن دستياب وسيلي کان مدد وٺو.

## هڪ جمهوري ملڪ ۾ سول سوسائٽيءَ جي تنظمين جو ڪردار

- سول سوسائٽيءَ جو بنيادي ڪردارُ رياست جي اختيار کي محدود ڪرڻ ۽ اُن کي قابوءَ ۾ رکڻ آهي.
- سول سوسائٽيءَ جي ڪارندن کي ان معاملي تي نظر رکڻ گهرجي تہ رياستي عملدار پنهنجن اختيارن جو استعمال ڪيئن ڪن ٿا. اختيار جي ڪنهن بہ غلط استعمال جي باري ۾ ڪين عوامي اُلڪي کي اڀارڻ گهرجي.
- سول سوسائٽي سياسي شرڪت کي هٿي ڏئي ٿي.
- سول سوسائٽيءَ جون تنظيمون جمهوري زندگيءَ جي ٻين قدرن کي پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڪري سگهن ٿيون، جهڙوڪ: سهپ، اعتدال پسندي، سمجهوتو ۽ ٻين جي راءِ جو احترام وغيره.
- سول سوسائٽي، اسڪولن ۾ جمهوري شهري تعليم لاءِ پروگرام کي تيار ڪرڻ ۾ پڻ مدد ڪري سگهن ٿيون.
- سول سوسائٽي، گوناگون مفادن جي اظهار لاءِ هڪ پليٽ فارم آهي.
- سول سوسائٽي، سماج ۾ مختلف برادرين کي سهيڙي گڏ ڪرڻ جي عمل وسيلي جمهوريت کي سگهہ ارپي سگهي ٿي.
- سول سوسائٽي، مستقبل جي اڳواڻن لاءِ سکيا جو ميدان فراهم ڪري سگهي ٿي.
- سول سوسائٽي، خاص عوامي مسئلن جي باري ۾ عوام کي آگاهہ ڪرڻ ۾ مدد ڏئي سگهي ٿي.
- سول سوسائٽيءَ جون تنظيمون ڪنهن جهيڙي جي نبيري ۾ ٿياڪڙي ۽ مدد ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري سگهن ٿيون.
- سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن جو چونڊن جي انعقاد جي نگراني ڪرڻ ۾ اثرائتو ڪردار هوندو آهي.

**سرگرمي**
گروهن جي شڪل ۾ گڏجي ڪم ڪريو ۽ بحث ڪريو ته ڪيئن سول سوسائٽيءَ جون تنظيمون، حقن ڪي هٿي ونرائين ٿيون ۽ جمهوريت کي مضبوط ڪن ٿيون.

## رضاڪار

اُهو ماڻهو، جيڪو ڪنهن تنظيم سان، ڪنهن به معاوضي کان سواءِ، ڪم ڪري ٿو، تنهن کي رضاڪار چئبو آهي. رضاڪاريءَ جو تصورُ، ڪنهن فرد، گروهه يا اداري پاران وسيع تر برادريءَ جي فائدي لاءِ، ڪنهن به مالي مفاد کان سواءِ، پنهنجي پسند جي خدمتن پيش ڪرڻ سان جڙيل آهي.

## رضاڪاراڻو ڪم ڪرڻُ: هڪ بهتر برادري جي تعمير

اوهان پنهنجي علائقي ۾ رهڻ لاءِ هڪ بهتر جاءِ بڻائڻ جي ڪم ۾ سرگرم حصي وٺڻ وسيلي رضاڪار ٿي سگهي ٿو. ان طرح، اوهين برداريءَ کي ڪجهه موٽائي ڏيئي رهيا آهيو ۽ جڏهن اوهين ڪجهه ڏيو ٿا ته پوءِ موٽ ۾ اوهان کي پڻ ڪجهه ملندو. اوهان کي اُهو انعام ملي ٿو، جيڪو پنهنجيءَ برادريءَ ۾ ٻين جي زندگين ۾ مثبت تبديلي آڻڻ منجهان پيدا ٿئي ٿو.

## عام ماڻهن جي فلاح بهبود لاءِ رضاڪارن جو حصو پتي

- رضاڪاراڻو ڪمُ عالمي معيشت ۾ ڪُٽپ جوڳي حصي پتيءَ کي جوڙي ٿو.
- رضاڪاراڻو ڪمُ، مختلف شعبن ۾ سماجي لاڳاپن کي وڌائي ٿو ۽ حڪومتن ۽ رياستن کي ملائڻ لاءِ پُلون ناهي ٿو.
- رضاڪاراڻو ڪمُ، وڌيڪ ڳنڍيل، وڌيڪ محفوظ ۽ وڌيڪ سگهاري برادري جوڙڻ ۾ مدد ڪري ٿو ۽ برادرين ۽ پاڙيسرين ۾ سماجي جاربندي يا تعلقداريءَ کي وڌائي ٿو.
- رضاڪاراڻو ڪمُ، فعال شهريت ۽ سماجي ترقيءَ ۾ ماڻهن جي وڏي پئماني تي شرڪت کي هٿي ڏئي ٿو.
- رضاڪاراڻ ڪمُ، نوجوانن جي تعليمي معيارن کي سڌارڻ ۽ ماحولي خطرن کي گهٽائڻ ۾ مدد ڪري ٿو.
- رضاڪاراڻي ڪم جا رضاڪارن تي هاڪاري اثر پوندا آهن. اُهو سندن عزت نفس کي وڌائي ٿو، سندن مهارتن ۽ اُنهن جي، ٻين جي مدد ڪرڻ جي جذبي کي وڌائي ٿو.

**سرگرمي**
اهو ڄاڻڻ لاءِ رضاڪارن جو انٽرويو ڪريو ته اُهي پاڪستان ۾ ڪهڙيءَ حد تائين پنهنجي وقت ۽ صلاحيتن کي رضاڪاراڻي نموني پيش ڪرڻ جي لائق بڻجي سگهيا آهن.

## خلاصو

هن باب ۾، اوهان اڀياس ڪيو تہ سول سوسائٽي، شهرين جي فائدي ۾ ڪم ڪندڙ گروهن ۽ تنظيمن تي ٻڌل هوندي آهي. سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن جو وڏو انگ، انصاف، انساني حقن (اقتصادي، سماجي، ثقافتي ۽ سياسي) جي وسيع شعبن ۾، سرگرميءَ سان مصروف هونديون آهن. اوهين ان سکڻ جي لائق ٿيا تہ سول سوسائٽيءَ جون تنظيمون مختلف ڪم (جهڙوڪ: پوئواري، فنڊنگ، قانوني مدد، نيٽ ورڪنگ، پاليسي، تحقيق، فني مدد ۽ سکيا) ڪنديون آهن. سول سوسائٽي نہ رڳو طرز حڪمرانيءَ جي مختلف شعبن جي ڪارڪردگيءَ جي نظر ثاني ڪنديون آهن، پر جمهوري رياست ۽ ان جي شهرين وچ ۾ هاڪاري تعلق ڪي پڻ هٿي وٺرائينديون آهن.

## باب جي پُڄاڻيءَ جي مشق

### پنهنجيءَ ڄاڻ ۽ سمجهہ جو جائزو وٺو

### هيٺيان خال ڀريو

i. اُهو ماڻهو، جيڪو ڪنهن تنظيم سان ڪنهن بہ معاوضي ڪان سواءِ ڪم ڪري ٿو، ان ڪي ________ چئبو آهي.

ii. سول سوسائٽيءَ جو بنيادي ڪردار ______ جي اختيار کي محدود ڪرڻ ۽ ان کي قابوءَ ۾ رکڻ آهي.

iii. رضاڪاراڻو شعبو ______ ۾ ڪيلدي ڪردار ادا ڪري ٿو.

iv. سول سوسائٽي، مستقبل جي سياسي_____لاءِ سکيا جو ميدان فراهم ڪري سگهي ٿي.

### هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

i. سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن جي ڪردار ۽ ڪمن جي نشاندهي ڪريو

ii. انهن محرڪن جي نشاندهي ڪريو، جيڪي ماڻهن کي هڪ سول سوسائٽيءَ جي تنظيم ۾ شامل ٿيڻ ۽ ان سان گڏجي هڪ مقصد لاءِ ڪم ڪرڻ لاءِ اتساهين ٿا.

iii. ماڻهن جي فلاح بهبود ۾ حصي داخل ڪرڻ ۾ سول سوسائٽيءَ جي تنظيم جي ڪردار جي وضاحت ڪريو.

iv. اهڙين ٽن شين جيي نشاندهي ڪريو، جيڪي پاڪستان ۾ رضاڪاريءَ کي همٿائڻ سان ڪري سگهجي ٿيون.

### ٻين سان سهڪار ڪريو

گروهن ۾ گڏجي ڪم ڪريو. ڪي گروهه حصي "الف" ۽ ڪي گروهه حصي "ب" تي ڪم ڪندا. پوءِ پريزنٽيشن ڊيٽ وسيلي ڪلاس ۾ جاڻ ونديو.

الف.أنهن سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن جا نالا لکو، جيڪي ٻارن جوڙيون آهن (مثال طور، اسڪائوٽ، گائيڊ ڇوڪريون، پاڪستان ۾ نوجوانن جي اسيمبلي).

ب. انهيءَ ڪم جي فهرست تيار ڪريو، جيڪو پاڪستان ۾ جمهوري ماحول کي وڌائڻ لاءِ سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن ڪيو آهي.

| الف: سول سوسائٽيءَ جي تنظيم جو نالو | ڪم/ خدمتون |
|---|---|
| اسڪائوٽ | |
| گائيڊ ڇوڪريون | |
| پاڪستان ۾ نوجوانن جي اسيمبلي | |

### پنهنجين تحقيقي/ تفتيشي مهارتن کي استعمال ۾ آڻيو

پنهنجي پسند جي ڪنهن سول سوسائٽيءَ جي تنظيم جو جائزو وٺو ۽ أن جي أنهن هدفن، مقصدن ۽ سرگرمين جي نشاندهي ڪريو، جن ۾ أها پنهنجن مول متن کي ماڻڻ لاءِ مصروف ٿئي ٿي ۽ ان جي اثر جو اندازو لڳايو. پنهنجن ساٿين سان ماڻيل جاڻ ۽ حقيقتون ونديو.

يونٽ 3

# ايشيا ۾ زمين ۽ زندگي

## يونٽ جو تعارف

هيءُ يونٽ ايشيا جي زمين ۽ ماڻهن جي باري ۾ آهي. مختلف ايشيائي ملڪن وچ ۾ بين العمل بحث هيٺ آندو ويو آهي. تنهن کان سواءِ، اوهين زمين جي طبعي خدوخالن، پاڻيءَ جي وسيلن ۽ ايشيا ۾ ماڻهن جي لڏپلاڻ ۽ آبادڪاريءَ جي نوعيتن جي باري ۾ ڄاڻ پرائي سگهندا.

## باب پهريون: ايشيا جي زمين

### شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ايشيا کي دنيا جي نقشي تي ڳولڻ.
- نقشي تي ايشيا جي مکيہ طبعي خدوخالن کي ڳولڻ ۽ اُنهن کي نالا ڏيڻ.
- زميني مٿاڇري جي نقشي جي استعمال سان ايشيا جي طبعي خدوخالن جي نشاندهي ڪرڻ.
- ايشيا ۾ چونڊيل جاين جي لهريدار لڪيرن وسيلي جائزو وٺڻ ۽ سڀ کان مٿاهَن ۽ سڀ کان هيٺاهَن نقطن کي ڳولڻ.
- نقشي تي ايشيا جي مکيہ ٻيلن جي نشاندهي ڪرڻ.
- اِهو واضح ڪرڻ تہ بارشي ٻيلا ايشيا ۾ ڪهڙي هنڌ واقع آهن ۽ اُهي اُنهن جاين تي ڇو قٿي رهيا آهن.
- بارشي ٻيلن جي اهميت بيان ڪرڻ.
- ٻيلن جي خاتمي کي ڏيکارڻ لاءِ ايشيا ۾ بارشي ٻيلن جي هوا ۾ نڪتل ڪلهہ ۽ اڄ جي تصويرن ۽ سيارن جي عڪسن جي ڀيٽ ڪرڻ.
- ملائيشيا ۽ برازيل ۾ بارشي ٻيلن کي محفوظ ڪرڻ لاءِ کنيل قدمن جي باري ۾ هڪ تحقيق منعقد ڪرڻ.
- ايشيا جي مکيہ صحرائن جا نالا ڳڻائڻ.
- ايشيا جي صحرائن جي خدوخالن کي بيان ڪرڻ.
- بيان ڪرڻ تہ ڪهڙيءَ ريت صحرا، ڪن جاين تي، فطري وسيلن جي ڪري، وڏي ويجهي رهيا آهن.
- گوبي صحرا ۽ عربي ٿُبيٽ جي صحرا جي خصوصيتن جي ڀيٽ ڪرڻ.
- صحرائن جي نباتاتي ۽ جانوراڻي زندگيءَ کي بيان ڪرڻ.
- برطانيا ۽ بنگلاديش جي ساحلي پٽين جي ماهيت کي بيان ڪرڻ.

## تعارف

> **ڇا اوهين ڄاڻو ٿا؟**
> روس سڀ کان وڏو ملڪ آهي ۽ چين ايشيا توڙي دنيا جو سڀ کان وڌيڪ آباديءَ وارو ملڪ آهي

هن باب ۾ اوهين، ڌرتيءَ تي سڀ کان وڏي کنڊ ايشيا جي باري ۾ سکندا. ايشيا گوناگون طبعي خدوخال رکي ٿو جن ۾ اوچا جبل، مٿاهان سڌا پٽ، زرخيز ميدان ۽ وسيعُ صحرا شامل آهن. ان ۾ ڪيترائي ساحلي ۽ سامونڊي ساحلن کان پرانهان علائقا آهن. جاگرافيائي گوناگونيت خطي جي آبهوائي حالتن تي اثر ڇڏي ٿي. مختلف آبهوائي حالتون انيڪ نباتات کي اُتي پيدا ٿيڻ ۾ مدد ۾ ڪن ٿيون، جتي جانورن جا ڪيترائي قِسم رهن ٿا.

## موجودگيءَ جي جاءِ

اوهان ڇهين درجي ۾ سکيو آهي تہ ايشيا دنيا جو سڀ کان وڏو کنڊ آهي. اُهو سڀ کان وڏيڪ ايراضيءَ جو حجم (17212000 چورس ڪلوميٽر) ۽ دنيا جي سڀ کان گهڻي آبادي (60 سيڪڙو) رکي ٿو. کنڊ جون سرحدون يورپ ۽ اولهہ ۾ يورال پهاڙي سلسلي سان لڳن ٿيون.

ايشيا ڌرتيءَ تي

### سرگرمي

متئين نقشي کي ڏسو ۽ اُنهن سمنڊن جا نالا لکو، جيڪي ايشيا جون سرحدن ناهين ٿا. استادُ شاگردن کي، اتر، ڏکڻ ۽ اوڀر طرفن جي نشاندهي ڪرڻ ۾ مدد ڏيندو.

1. اُن جي اتر ۾ ____________
2. اُن جي اوڀر ۾ ____________
3. اُن جي ڏکڻ ۾ ____________

### استاد لاءِ نوٽ

ذهني مشق لاءِ، استادُ شاگردن کي طرف ياد ڪرڻ لاءِ چوي، جيڪي اوڀر، اولهہ، اتر ۽ ڏکڻ آهن. پوءِ استاد کين (گهڻي ڀاڱي نقشي) تي ياد ڏياري تہ اوڀر سَڄي پاسي آهي ۽ اولهہ کٻي پاسي آهي. اتر، اوڀر ۽ اولهہ جي وچ ۾ آهي ۽ ڏکڻ پڻ اوڀر ۽ اولهہ جي وچ ۾، پر هيٺين پاسي آهي.

ايشيا جا طبعي خدوخال

## ايشيا ۾ جبلَ

ڇا اوهان کي ياد آهي تہ اوهان پوئين ڪلاس ۾ هماليہ جبلن جي باري ۾ ڄاتو هو؟ ياد ڪريو، اُهي ڪٿي موجود آهن ۽ هماليہ جي سڀ کان اوچي چوٽيءَ جو نالو ٻڌايو. ايشيا جبلن، متاهن سڌن پٽن، ميدانن ۽ صحرائن سان ڍڪيل آهي. ڪن اهم جبلن ۽ اُنهن جي موجودگيءَ جي جايون هيٺ بيان ڪيل آهن.

| جبل | جاءِ | جبل | جاءِ |
|---|---|---|---|
| الطائي | اوير وچ ايشيا | تيان شان | وچ ايشيا |
| گهاٽ | ڀارت جو اُيرندو ۽ اُلهندو ساحل | يورال | روس کان ڪازڪستان جا اترين چوٽيون |
| ڪُنلن | اُلهندو چين ۽ گوبي صحرا | زاگراس | ايران جي اُلهندي ۽ ڏکڻ اُلهندي متاهين پٽ کان هرمز جي ڇاڙهہ تائين |

## متاهون سڌو پٽُ (Plateau)

هي اوسي پاسي جي علائقن کان اوچو علائقو هوندو آهي. اِهو ساموندي سطح کان اوچو علائقو هوندو آهي، جنهن جي سطح بنهہ سڌي وڇيل هوندي آهي. اهو شڪل ۾ ميز وانگي هوندو آهي. ايشيا ۾ موجود متاهان سڌا پٽ هي آهن:

متاهون سڌو پٽ

| متاهان سڌا پٽ | جاءِ |
|---|---|
| ايراني متاهون سڌو پٽ | ايران، افغانستان ۽ پاڪستان |
| دکني متاهون سڌو پٽ | ڀارت جو ڏاکڻو حصو |
| تبتي متاهون سڌو پٽ | ڏاکڻو منگوليا ۽ اُلهندو چين (جنهن کي دنيا جي ڇت جي متاڇرو طور ڄاتو وڃي ٿو) |

**ڇا اوهان کي ياد آهي؟**

اوهان ڇهين درجي ۾ پاڪستان ۾ اوچن متاهن سڌن پٽن جي باري ۾ ڄاتو هو. پاڪستان ۾ بلوچستان ۽ پوٺوهار بہ متاهان سڌا پٽ آهن.

## ميدانَ

ميدان هڪ هينين سَنهين زمين هوندو آهي. پنجاب ۽ سنڌ، سنڌوءَ جو ميداني علائقو والارين ٿا.

> **سرگرمي**
>
> ايشيا جا ٻہ ميدان (ڏکڻ ايشيا جي ميدانن کان سواءِ) ڳوليو. ايشيا جي طبعي خدوخالن جي نقشي ۾ ڏنل علامتن جي وضاحتي ڪنجي اوهان جي مدد ڪندي.
>
> .1 ____________________
>
> .2 ____________________

> **استاد لاءِ نوٽ**
>
> استادَ شاگردن کي ٻڌائن تہ سائو رنگ گهڻي ڀاڱي ميدانن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. هاڻي ڪين ساون علائقن تي ڌيان ڏيڻ گهرجي ۽ ميدان ڳولي لهڻ گهرجي. ظاهر ڪيل ميدانن جي فهرست تيار ڪرايو، پوءِ اُن مان هند-گنگائي ميدان ٻاهر الڳ ڪرايو، ڇاڪاڻ تہ اهو ڏکڻ ايشيا ۾ واقع آهي.

## ايشيا جون ساحلي پٽيون

> **ڇا اوهين ڄاڻو ٿا؟**
>
> اونهاري ۾ بنگالي نار، هندي ساگر ۽ عربي سمنڊ وٽان خشڪي ڏانهن گهلنديون آهن ۽ چوماسي جو ڪارڻ بڻجنديون آهن.

ايشيا جي ساحلي پٽي لڳ ڀڳ 62800 ڪلو ميٽر ڊگهي آهي. ايشيا جي سامونڊي ڪناري تي موجود ملڪن مان بنگلاديش بہ هڪ آهي. اُهو هيناهين زمين واري علائقي تي واقع آهي. جتي نديون آهن، جيڪي "بنگالي نارُ" يا "بَي آف بينگال" ۾ وهي وڃي پونديون آهن. بنگال ڳري چوماسي مان گذرندو آهي، جيڪو هر سال ٻوڏن جو ڪارڻ بڻجندو آهي. اِهي ٻوڏون زرعي زمينن کي تباهہ ڪنديون آهن ۽ انساني زندگين تي خراب نموني اثرانداز ٿينديون آهن.

بنگال جي پيٽ ۾، يورپ ۾ برطانيہ بہ اهڙو ملڪ آهي، جتي ڪيترائي ٻيٽ آهن. اُهو پڻ ساحلي ٻوڏن کي منهن ڏيندو آهي، پر هر سال نہ. ڪڏهن ڪڏهن سامونڊي وير، ٻهار جي مند ۾، اُتي ٻوڏ آڻيندي آهي.

## اُوچن طبعي خدوخالن جو نقشو

نقشي تي لهريدار لڪيرون

اُهو نقشو جيڪو ڪنهن علائقي ۾ لڪيرن وسيلي اوچاين کي ظاهر ڪري ٿو، تنهن کي اوچن طبعي خدوخالن وارو نقشو چئبو آهي. جن لڪيرن وسيلي اُوچائي ظاهر ڪئي ويندي آهي، تنهن کي لهريدار لڪيرون چيو ويندو آهي. مثال طور ڏسو تہ ڪيئن لهريدار لڪيرون نقشي تي اوچائي ڏيکارين ٿيون.

## سڀ کان اوچيون ۽ سڀ کان هيٺاهيون جايون

زمين جو مٿاڇرو اُوچاين جي فرق تي ٻڌل آهي. اهڙي ڪابه ڏکڻي ايريا ناهي، جتي ساڳيون اوچايون برقرار رهنديون هجن ۽ هر ڪنهن جاءِ جون الڳ اوچايون ۽ هيٺاهيون هونديون آهن.

قراقرم پهاڙي سلسلو

### سرگرمي

مٿي ڏنل نقشي جو اڀياس ڪريو ۽ پاڪستان ۽ چين ۾ موجود قراقرم پهاڙي سلسلي جي اوچين ۽ هيٺاهين جاين کي ڳوليو.

1. سڀ کان اوچي جاءِ________________________

2. سڀ کان هيٺاهين جاءِ ________________________

### استاد لاءِ نوٽ

استاد صفتن جي درجن جهڙوڪ، سنو، وڌيڪ سنو ۽ سڀ کان سنو، کان مدد وٺي. تنهن کان پوءِ استاد شاگردن کي ٻڌائي ته سڀ کان هيٺاهين جاءِ جو مطلب اهو آهي ته ان کان پوءِ ڪابه هيٺاهين جاءِ موجود ناهي. ساڳئي نموني استاد "سڀ کان اوچي يا مٿاهين" جي معني ٻڌائي ته "سڀ کان اوچي جاءِ" اها آهي، جتان کان مٿي ٻي ڪابه جاءِ ناهي.

## فضائي تصوير

فضا ۾ سفر ڪندي، جڏهن اسين جهاز ڪان ٻاهر ڏسون ٿا تہ عمارتون ۽ ٻيا زميني اهڃاڻ گهٽا پِتڪڙا ڏسجن ٿا. انهيءَ کي فضائي نظارو چئبو آهي. ساڳيءَ طرح، جڏهن بنهہ گهڻي اوچائيءَ تان زمين جون تصويرون ڪڍيون وڃن تہ اُنهن کي فضائي تصويرون چئبو آهي، جيڪا پڻ عمارتن ۽ ٻين زميني اهڃاڻ بنهہ پتڪڙي نموني ڏيکايندي آهي.

قراقرم پهاڙي سلسلي جو اصلي هنڌ

قراقرم پهاڙي سلسلي جي فضائي تصوير

### سرگرمي

ٻنهي تصويرن جي ڀيٽ ڪريو. اوهين ڄاڃي سگهو ٿا تہ اُهي ڪيئن مختلف آهن؟ فضائي تصوير گهٽ تفصيلن سان وڏيڪ وسيع علائقن کي ظاهر ڪري ٿي. جڏهن تہ اصلي هنڌ، ننڍو علائقو وڌيڪ تفصيلن سان ڏيکاريو ٿو.

### استاد لاءِ نوٽ

استاد شاگردن کان سندس تصويرن جي باري ۾ پڇي سگهي ٿو. اُهي تصوير جي اثرن تي بحث ڪري سگهن ٿا، جيڪڏهن اُها ننڍڙي آهي ۽ پري کان ورتل آهي.

ايشيا ۾ نباتات جو نقشو

## بارشي ٻيلا

برساتي ٻيلا

بارشي ٻيلو وڏن وڻن سان گھاٽو جھنگ هوندو آهي، جيڪو گرم علائقن ۾ موجود آهي، جتي مينهن گھڻا پوندا آهن. ايشيا ۾، بارشي ٻيلا ڏکڻ ۽ ڏکڻ اوڀر ۾ اُسرندا آهن. اُهي انهيءَ علائقي ۾ اسرندا آهن، جيڪي خط استوا جي ويجھو هوندا آهن، جتي سج سڄو سال چمڪندو آهي ۽ اُتي مينهن بہ جھجھا پوندا آهن. سج جي روشنيءَ ۽ مينهن جي جھجھائي اُنهن کي گھاٽي نموني ڦٽڻ ۾ مدد ڏيندي آهي.

## بارشي ٻيلن جي اهميت

بارشي ٻيلا گھڻا اهم هوندا آهن. اُهي آڪسيجن مهيا ڪندا آهن ۽ ڪاربان ڊاءِ آڪسائينڊ کي گھٽائيندا آهن.

اُهي دنيا جي آبهوا کي جٽادار بڻائڻ ۾ مدد ڪندا آهن ۽ پاڻيءَ جي چڪر کي برقرار رکندا آهن. اُهي علائقي کي ٻوڏ، ڏڪار ۽ ڪاپجڻ کان بچائيندا آهن. اُنهن ۾ وڏي تعداد ۾ ٻوٽن ۽ جانورن جا ڪيترائي قسم هوندا آهن، جيڪي دوائن ۽ خوراڪ لاءِ استعمال ٿيندا آهن.

ٻيلن جي افزائش

ٻيلن جو خاتمو

بارشي ٻيلا جتي ڪٽيا پيا وڃن. هاڻي ملائيشيا اُنهن کي محفوظ بڻائڻ لاءِ اپاءُ وٺي رهيو آهي. اُهو ماڻهن ۾ ٻيلي جي حفاظت لاءِ جاڳرتا پيدا ڪرڻ لاءِ ريلين جو بندوبست ڪري ٿو. تنهن کان سواءِ، ناياب وڻن جي قسمن جي وڍڪاري ڪري ٿو.

**ڇا اوهين ڄاڻو ٿا؟**

اُهو عمل، جنهن وسيلي زرخيز زمين صحرا ۾ تبديل ٿي ويندي آهي، انهيءَ کي ”صحرائجڻ“ چئبو آهي.

## ايشيا جا مک صحرا

صحرا اهڙو علائقو آهي، جتي ساليانو ڏهه انچ يا ڏهن انچن کان گهٽ مينهن جو مقدار پوندو آهي. اتي نباتات نہ هوندي آهي، جيڪڏهن هوندي آهي تہ بنهہ گهٽ هوندي آهي. صحرا اونهاري ۾ گرم ۽ سياري ۾ سرد هوندا آهن.

ايشيا جا صحرا

## گوبي صحرا

گوبي صحرا

گوبي صحرا منگوليا جي ڏکڻ ۽ چين جي اتر ۾ موجود آهي. جيئن تہ اهو علائقو هندي ساگر کان گهڻو پرانهون آهي، تنهنڪري اُهو اُن کان مينهن حاصل نٿو ڪري سگهي. ان ڪارڻ اُهو صحرا ۾ تبديل ٿي ويو آهي. اُتي هوائون صحرائي واري ڪٽي، زرخير زمين تي ذخيرو ڪنديون آهن، انهيءَ ڪري، اُهو هر سال وڌي رهيو آهي.

هيٺيان جانور گوبي صحرا ۾ ملن ٿا:

صحرائي ڪوئو

ٻن ٿوهن وارو اٺ

سهنري باز

## عربي صحرا

عربي صحرا اولهہ ايشيا (وچ اوڀر) ۾ واقع آهي. هِن ۾ وڻ ٻوٽا موجود ناهن، جيڪڏهن آهن تہ بنهہ ٿورا آهن. اتي مشڪل سان انسان موجود ڏٺا ويندا آهن. عربي صحرا وجود ۾ ان ڪري آيو، ڇاڪاڻ تہ سرطان جي لڪير اُتان گذري ٿي. جڏهن سج جي روشني زمين تي پوي ٿي تہ بنهہ گهڻي گرمي پيدا ٿي پوي ٿي. تنهن کان سواءِ، عربي ٻُيٽ ڳاڙهي سمنڊ ۽ ايراني نار وچ ۾ واقع آهي. پاڻيءَ جا ننڍا حجم گهٽيون ٿڌيون هوائون پيدا نٿا ڪن، تنهنڪري زمين گرم رهي ٿي. صحرا ۾ گهٽ وڻ ٻوٽن پيدا ٿيڻ جو اهو بہ ڪارڻ آهي.

عربي صحرا

هيٺيان جانور عربي صحرا ۾ ملن ٿا:

پچ لوڏيندڙ ڪرڙيون — ننڍيون جهنگلي ٻليون — اٺ نما ڪوريئڙو

## ٿر جو ريگستان

ٿر جي ريگستان کي عظيم هندستاني صحرا طور ڄاتو وڃي ٿو. اُهو ٻن ملڪن ـــ ڀارت ۽ پاڪستان ۾ واقع آهي. ان جو ٻه ڀاڱي ٽي ڀاڱو ڀارت ۾ واقع آهي، جيڪو راجستان کان پنجاب تائين پکڙيل آهي. اُهو پنهنجيون حدون وڌائي پاڪستان جي سنڌ ۽ پنجاب صوبن تائين به پهچي ٿو. اِهو وجود ۾ آيو آهي، ڇاڪاڻ ته هندي ساگر منجهان چوماسي جون هوائون زمين ڏانهن گهلن ٿيون، پر هِن علائقي کي پاسو ڏيئي گذرن ٿيون ۽ علائقي ۾ داخل نٿيون ٿين. تنهن کان سواءِ، اراولي پربت هوا جي متوازي رخ ۾ موجود آهن، اُهي گهميل هوائن کي اوچائيءَ تي وڃي پوريءَ طرح نوس يا گهاٽي ٿيڻ کان روڪين ٿيون. نتيجي ۾ اُتي مينهن نٿو پوي، جيڪڏهن پوي به ٿو ته ٿورو پوي ٿو.

ٿر جو ريگستان (راجستان)

هيٺيان جانور ٿر جي ريگستان ۾ ملن ٿا:

چٽڪمرو نانگ — هندي تلور — ڪارو هرڻ

## ڪيراڪم صحرا

ڪيراڪم جي معنيٰ ڪاري وارِي آهي ۽ صحرا تي اِهو ان مٽيءَ جي ڪري پيو آهي، جيڪا صحرا جي واريءَ جي هيٺان ملي آهي. اُهو وچ ايشيا جي مرڪزي حصي ترڪمانستان ۾ ڪيسپئن سمنڊ جي اوڀر ۾ واقع آهي. اِهو هڪ ٽاڪرُو ميدان آهي، جيڪو معدنيات سان مالامال آهي. اِهو صحرا تڏهن پيدا ٿيو هو، جڏهن اَمُو درياهه جو اوائلي وهڪرو سُڪي ويو هو ۽ واري ذخيري جي صورت ۾ رهجي ويئي. ويجهين ندين مرغاب ۽ تيدزين جا ٽَرا يا ٽلچٽ بہ اُتي ئي پُوريل آهي.

ڪيراڪم صحرا

هيٺيان جانور ڪيراڪم صحرا ۾ ملن ٿا:

ڪاراڪُل رڍ — ڪوريئڙو — ڪاري پڇ وارا هرڻ

### سرگرمي

دنيا جي نقشي ۾ هيٺ، ايشيا جي علائقي ۾ رنگ ڀريو. اوهين هن باب جي شروعات ۾ ڏنل دنيا جي نقشي مان مدد وٺي سگهو ٿا.

دنيا جو نقشو

ايشيا جي طبعي اهڃاڻن جي خاڪي واري نقشي کي استعمال ڪندي، اُنهن جاين تي نشان هڻو، جتي اوهان کي مٿي سڪيل ايشيا جي زميني مٿاڇري وارا اهڃاڻ ملن ٿا. ان ڏس ۾، اوهين ايشيا جي طبعي اهڃاڻن واري نقشي مان مدد وٺي سگهو ٿا.

### خلاصو

هن باب ۾ اوهان اڀياس ڪيو ته ايشيا جو ڪنڊ ٽن پاسن کان سمندن ۾ گهيريل آهي. يورال پهاڙ ايشيا جي اُلهندي سرحد جوڙي ٿو. تبتي اوچو سڊو پٽ منگوليا ۽ چين جي سرحد وٽ واقع آهي. اوچائيءَ ۽ آبهوائي حالتن جي فرق جي ڪري، نباتات جا انيڪ قسم پيدا ٿيا آهن. ايشيا جا ٻه صحرا، عربي ۽ گوبي صحرا، مختلف طريقن سان وجود ۾ آيا آهن ۽ اُنهن ۾ ملندڙ صحرائي جانور پڻ مختلف آهن.

## باب جي پُڄاڻيءَ جي مشق

### پنهنجيءَ ڄاڻ ۽ سمجهه جو جائزو وٺو

### هيٺيان خال ڀريو

i. ايشيا جي زمين جو حجم_____ آهي.
ii. ايشيا جي ساحلي پٽي_____چورس ڪلوميٽر ڊگهي آهي.
iii. يورال _____ جو نالو آهي.
iv. عربي ٽبيٽ ____ ۽ _____وچ تي واقع آهي.
v. قراقرم پهاڙي سلسلو ____ ۽ _____ ۾ واقع آهي.

### هيٺين سوالن جا جواب ڏيو.

i. ايشيا جي جبلن، مٿاهن سڌن پٽن ۽ صحرائن جي فهرست ٺاهيو.
ii. جيڪڏهن اوهان ڪي ساحلي پٽيءَ تي رهڻو پئجي وڃي ته اوهين بنگال ۽ برطانيا مان ڪهڙيءَ جي چونڊ ڪندا ۽ ڇو؟
iii. هيٺين اصطلاحن جي وضاحت ڪريو
✓ ميدان
✓ لهريدار لڪيرن جو نقشو
✓ اونهارو جو چوماسو
✓ فضائي تصوير
iv. گوبي صحرا ۽ عربي صحرا مختلف طريقن سان وجود ۾ آيا آهن، اُهي طريقا ٻڌايو؟

### هڪ سروي منعقد ڪريو

انٽرنيٽ جي مدد سان، ايشيا ۾ صحرائي نباتات جي قسمن جي ڳولا ڪريو:
الف. ________________________
ب. ________________________
ٻ. ________________________

### ٻين سان سهڪار ڪريو

برازيل ڏکڻ امريڪا ۾ واقع آهي. اُن جا بارشي ٻيلا خطري هيٺ آيل آهن. برازيل ٻيلن کي محفوظ بڻائڻ لاءِ جاکوڙي رهيو آهي. اِن معاملي کي اخبارن يا ڪنهن رسالي ۾ ڳوليو ۽ پنهنجن ڪلاس جي ساٿين سان اهڙي ڄاڻ ونڊيو.

## باب پيو: ماڻهن ۽ زمين وچ ۾ بين العمل

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- ايشيا جي مختلف خطن (وچ اوڀر، ڏکڻ ايشيا) جي طبعي ۽ ثقافتي خصوصيتن کي بيان ڪرڻ.
- ايشيا ۽ دنيا جي مختلف ثقافتن جي اپياس ڪرڻ جي اهميت کي ثابت ڪرڻ.
- بيان ڪرڻ تہ ڪيئن هڪڙن هنڌن تي صحرا وڌي رهيا آهن ۽ بين جاين تي گهٽجي رهيا آهن.
- اُنهن تبديلين کي بيان ڪرڻ، جيڪي ماڻهن عربي صحرا ۾ ڪيون آهن.
- ٻيلن جي خاتمي جي ڪارڻن تي روشني وجهڻ.
- ٻيلن جي خاتمي کي گهٽائڻ جي حڪمت عملين جي نشاندهي ڪرڻ.
- بنگلاديش جي ساحلي ٻوڏن جي ڪارڻن ۽ نتيجن جي وضاحت ڪرڻ.
- ملائيشيا ۽ انڊونيشيا جي بارشي ٻيلن ۾ ماڻهن جي زندگيءَ کي بيان ڪرڻ.
- بنگلاديش ۽ جاپان جي ساحلي علائقن ۾ ماڻهن جي زندگيءَ کي بيان ڪرڻ.
- دنيا ۾ جاين جي ڀيٽ ۽ زميني وضع ۽ انساني سرگرميءَ جي ڇيد ڪرڻ لاءِ مختلف جاگرافيائي اوزان جهڙوڪ فضائي تصويرن ۽ جاگرافيائي ڄاڻ جي سرشتن کي استعمال ڪرڻ.
- واپار جي طريقن، حڪومتي اتحادن ۽ نقل مڪانيءَ جي طريقن سميت ڄاڻ جي نقشيبندي ڪرڻ وسيلي ماڻهن، جاين ۽ ماحول وچ ۾ تعلق جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ.
- دنيا ۾ ماحولن جي تبديلي (مثال طور اميزون طاس ۾ بارشي ٻيلا) کي بيان ڪندڙ مختلف نقشن جي مدد سان جاين جي طبعي ۽ انساني خصوصيتن جي ڀيٽ ڪرڻ. دنيا جي مک طبعي اهڃاڻن (زمين جا طبعي اهڃاڻ، نباتات، جانور ۽ آبهوا) ۽ انساني ماحولن (شهرن ۽ ڪيتيءَ راهيءَ جي علائقن) کي ڳولڻ ۽ اُنهن جي درجيبندي ڪرڻ.

### تعارف

ايشيا دنيا ۾ وڏي پئماني تي ڳتيل آباديءَ واري کنڊ آهي. اُهو پوريءَ دنيا جي، هڪ ڪاتي پٽاندر، هڪ ڀاڱي ٽي زمين تي ٻڌل آهي ۽ ٽي ڀاڱي پنج آباديءَ کي پاڻ ۾ سمائي ٿو. هن کنڊ ۾ دنيا جا ٻہ وڏ ۾ وڏ آباديءَ وارا ملڪ ڀارت ۽ چين آهن. اُهي دنيا جي سيني ماڻهن جو لڳ ڀڳ ٻہ ڀاڱي پنج حصو پاڻ وٽ رکن ٿا. هيءُ کنڊ طبعي اهڃاڻن جي اڪيچار قسمن تي ٻڌل آهي، جيڪي هن خطي جي ماڻهن کي وڏي پئماني تي اثرانداز ٿين ٿا. ساڳئي نموني، ايشيا جي ماڻهن جو اُنهيءَ زمين تي پڻ گهرو اثر آهي، جتي اُهي رهن ٿا.

## ايشيائي ثقافت جا خاص اهڃاڻ

ايشيائي ماڻهو ڪيترن ئي ثقافتن تي عمل ڪندڙ آهن. جيئن هيءُ بنهه گهڻي ڳتيل آباديءَ وارو خطو آهي، تنهنڪري اُهو ورثي ۽ روايتن ۾ شاهوڪار آهي. ايشيا جشنن ۽ ميلن جي حوالي کان مشهور آهي. هيءَ اهڙي ڌرتي آهي، جتي مختلف ثقافتن ۽ مذهبن جا ميلا ملهايا ويندا آهن. ڀين ميلن ۽ ڏڻن سان گڏ ڪجهه ڏڻ هي آهن: ڏياري، هولي، ويساکي، عيد الفطر، دسهڙو، اونم، ڪرسمس ۽ ٻيا ڏڻ ڀارت ۾ وڏي جذبي سان ملهايا ويندا آهن. دنيا جي مختلف مذهبن جا پوئلڳ، دنيا جي هِن ڀاڱي ۾ ملن ٿا. ايشيا جي اولهه واري پاسي، مسلمان ملڪ، جهڙوڪ گڏيل عرب امارات، قطر، عراق، ايران ۽

دبئي واقع آهن ۽ عرب ۽ ايراني ثقافتن جي اهڃاڻن جا مالڪ آهن. ايشيا ۾ اُهي ماڻهو رهن ٿا، جيڪي هندو مت، اسلام ۽ عيسائيت جهڙن مذهبن جا مڃيندڙ آهي.

ايشيا جون زرخير زمينون چين ۽ ڀارت ۾ آهن ۽ اُنهن کي خوراڪ، اناج ۽ چانورن جي زرعي پيداوار ۾ سرسي حاصل آهي. تنهن هوندي به، ڏکڻ اوپر جا ملڪ نيپال، ڀارت ۽ بنگلاديش، ٻين ملڪن، جهڙوڪ مسلمان قومن، سان گڏ زرعي سرگرمين جي مشق ڪندا رهن ٿا. اچو ته سمجهون ته ڪيئن ايشيا جي مختلف طبعي ترتيب ۾ ماڻهو گذاري رهيا آهن.

## دنيا ۽ ايشيا جي گوناگون ثقافتن جي اپياس ڪرڻ جي اهميت

دنيا جي ٻين ثقافتن کي سمجهڻ کي "بين الثقافتي سمجهه" طور ڄاتو ويندو آهي. اِها ماڻهن کي، احترام سان، هڪٻئي سان ملڻ جلڻ ۾ مدد ڪندي آهي. اِها امن ۽ هم آهنگيءَ جو احساس پيدا آڻيندي آهي. اِها سماجي مهارتون پيدا ڪندي آهي ۽ ماڻهن کي هڪٻئي سان سهڪار ڪرڻ جي گنجائش ڪيندي آهي. جديد وقت ۾، جڏهن دنيا هڪ عالمي ڳوٺ بڻجي پئي آهي، تڏهن اِها خواهش ۽ گهرج اڀري ٿي ته گهڻ ثقافتي سماج ۾، ٻين جي قدرن جي احترام کي برقرار رکندي، سڃاڻپ جي سگهارو احساس موجود هئڻ گهرجي.

**سرگرمي**

ڪلاس ۾ تقريري مقابلي لاءِ تيار ٿيو ۽ امن ۽ هم آهنگيءَ کي پيدا ڪرڻ جا طريقا تجويز ڪريو. ٻين ثقافتن جي سمجهه، دهشتگرديءَ جهڙي عالمي مسئلي کي قابو ڪرڻ ۾ مدد ڏيئي سگهي ٿي.

## آبهوائي تبديلي ۽ اُن جا صحرائن تي اثر

هيٺ ڏنل جدول اوهان کي صحرائن جي باري ۾ ڄاڻ فراهم ڪندي:

| دنيا ۾ صحرائن جي گهيري ۾ آيل علائقو | ڌرتيءَ جي متاچري جو لڳ ڀڳ هڪ ڀاڱي پنجون حصو |
|---|---|
| واقعو | جتي ساليانو 50 سينٽي ميٽرن کان گهٽ مينهن پوي ٿو |
| پريشاني | اتفاقي باهيون ۽ ٿڌي موسم، ۽ اوچتو ۽ اڻمنداٿتو شديد مينهن جيڪو ٻوڏ جو ڪارڻ بڻجي ٿو. |
| وچ ايشيا جا ملڪ جيڪي صحرائجڻ کي منهن ڏيئي رهيا آهن | افغانستان، ڪازڪستان، ڪرغزستان، تاجڪستان، ترڪمانستان، ازبڪستان |

پنڊپهڻن جي ٻارڻ جي سڙڻ وسيلي پيدا ٿيندڙ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جي فضا ۾ جذب ٿيڻ جي ڪري، ڌرتيءَ جي آبهوا عدم استحڪام جي ور چڙهي رهي آهي، جيڪا صحرائن کي وڌائڻ يا سُسائڻ جو ڪارڻ بڻجي ٿي. اسان جي چوند بنهه سادي هجي ته اِنهن رجحانن کي واپس موٽايون يا اُنهن کان تباهه ٿي وڃڻ جو خطرو ڪٽون.

**سرگرمي**

صحرائن جي وڌڻ جي ڪارڻن کي سمجهڻ کان پوءِ، اوهين چا ٿا سمجهو ته صحرائن جي سوس ڪائڻ جو ممڪن ڪارڻ ڪهڙو آهي؟ اُهڙن ڪارڻن جي فلپ چارٽ تي فهرست ٺاهيو ۽ چارٽ گيلريءَ ۾ لڳايو. گيلريءَ جي پسار لاءِ وڃو ۽ ڏسو ته ڪيترن ميمبرن ساڳيا خيال وندڀا آهن.

**استاد لاءِ نوٽ**

شاگردن جي ڪيل ڪم کي شامل ڪريو ۽ پيرائتي وضاحت سان انهيءَ جي مستند هئڻ تي زور ڏيو.

## عربي صحرا تي انساني سرگرميءَ جا اثر

عربي صحرا هڪ وڏو صحرا آهي، جيڪو ڏکڻ اولهه ايشيا جي ڪناري تي موجود آهي. اُهو لڳ ڀڳ سمورو عربي ٻيٽ والاري ٿو. اِهو ڪنڊ جو سڀ کان وڏو صحرا آهي، جيڪو 9 لک چورس ميلن (ٽيويهه لک چورس ڪلوميٽرن) جي جڳهه والاري ٿو. هيٺ ڏنل جدول ۾، اُن جي هڪ رهواسي گروهه جي سرگرمين کي واضح ڪيو ويو آهي. ان مان اوهان کي اِها نشاندهي ڪرڻ ۾ مدد ملندي ته ڪيئن انسان ماحول تي اثرانداز ٿين ٿا.

| رهواسي | سرگرميون |
| --- | --- |
| بَــدُو | **روزاني زندگيءَ جو سرگرميون**<br>اٺ، عربي گهوڙا ۽ رڍون پالڻ سان سلهاڙيل خانہ بدوش صحرائي زندگي.<br>**ڪجيون ۽ ٻيا فصل پوکڻ، عمومي طرح زرعي پورهئي لاءِ ٻين ڪي اجوري تي رکڻ.**<br>**آبادين ۾ رهندڙ برادرين سان ٻين العمل**<br>مذهبي رسمون (مثال طور مڪي ڏانهن حج لاءِ وڃڻ).<br>ڊگهي فاصلي جو واپار.<br>شاعريءَ ۽ ٻين ثقافتي سرگرمين جي ڏي وٺ.<br>**جديديت**<br>گاڏين جي آمدورفت جي دستيابي.<br>پيٽرول جي دريافت.<br>شهري علائقن ۾ آباد ٿيڻ (ڪي ٿورا عارضي خانہ بدوشي ڪن ٿا).<br>عمارتن جي اڏاوت ۾ استعمال ٿيندڙ سامان. |

عربي صحرا جو مک طبعي وسيلو، اُن جي زير زمين پاڻيءَ جي فراهمي آهي. عرب حڪومتن، پاڻيءَ جي وسيلي کي ترقي ڏيارڻ ۽ پوکي راهيءَ لاءِ زمينن کي پاڻي پهچائڻ لاءِ جديد طريقا استعمال ڪيا آهن. لوڻ يا لوڻيات گهٽائيندڙ ٻوٽا، سامونڊي پاڻيءَ مان صاف ۽ نج پاڻي جي وڏن مقدارن پيدا ڪرڻ لاءِ، سامونڊي ڪنارن سان لڳايا پيا وڃن. عربي ٻيٽ، دنيا ۾ ان ٽيڪنالاجيءَ کي استعمال ڪندڙ نمايان خطن مان هڪ بڻائي ڇڏيو آهي.

**سرگرمي**

ڏنل تصوير جو غور سان مشاهدو ڪيو ۽ ڏيان ۾ آڻيو تہ ڪيئن انسان فطري ماحول تي اثرانداز ٿي رهيا آهن. پنهنجيون دريافت ڪيل نتيجا لکو.

---

### سرگرمي: ٻيلن تي انساني اثر

هيٺ ڏنل باڪس پڙهو ۽ هر هڪ باڪس (الف ۽ ب) سان مناسب عنوان نهڪايو ۽ ٻيلن جي ختم ٿيڻ کان بچاءَ حڪمت عمليون تجويز ڪريو.

#### باڪس الف

ٻيلا انسانن کي وڏي پئماني جي سهولت فراهم ڪن ٿا. خاص طرح ايشيا پوريءَ خطي ۾ اوچائيءَ، آبهوا ۽ ساموندي سطح تان مٿاهين جو ٻنهه گهڻو فرق آهي.انسانن هِن تمر جي گهاٽي نباتات ۽ زمين جي ڪيڙيءَ کي نقصان پهچائيندا آيا آهن. اِهو عملُ نيٺ مٽيءَ جي ڪاٽِ، ٻيلن جي ختم ٿيڻ، حد کان مٿي گاهه چرڻ، گدلاڻ ۽ قدرتي آفتن جا نتيجا ڏئي ٿو .اُهو عملُ جهنگ ۾ رهندڙ جانورن کان سندن پناهه ڪسي وٺي ٿو ۽ هوريان هوريان اُهي خطري ۾ آيل نسل جي دائري ۾ اچي، امتيازي جانورن جي درجيبنديءَ ۾ شامل ٿي وڃن ٿا، ڇاڪاڻ ته تن جو ڪوبه خيال نه رکيو ويندو آهي. هڪ صحتمند حياتيءَ جو سرشتو ٻيلن کي ٻاهن (جن کي جهنگ جي باهه به چيو ويندو آهي) کان پڻ بچائيندو آهي.

#### باڪس ب

ٻيلا ماحول جي حرارت ۾ استحڪام کي بحال رکن ٿا. صاف ماحول کان سواءِ، اِهو انسانن لاءِ ممڪن آهي ته اُهي زنده رهي سگهي. وڻن جي حرارت ۽ زميني ڪم کي باقاعدي ڪرڻ، انهيءَ عمل کي ٻوٽن مان خارج ٿيندڙ بخارن ۽ پاڻيءَ مان اٿندڙ ٻاڦ جو عملُ (Evapotranspiration) چيو ويندو آهي. وڻ هوا مان گدلاڻن کي گهٽائڻ ۾ مدد ڪن ٿا. وڻ زميني سطح تي مٽيءَ کي چنبڙائي رکن ٿا، جنهن جي ڪري مٽيءَ جي ڪاٽ رُڪجي ٿي، جنهن مان نمي يا آلاڻ کي محفوظ ڪرڻ ۽ زمين کي شديد بارشن کان بچائڻ ۾ مدد ملي ٿي. ٻيلا، پاڻيءَ جي وهڪرن کي روڪي ٻوڏن کان بچائين ٿا. نديون ٻيلن مان وهندي، پاڻ سان گڏ، لٽ آڻين ٿيون، جيڪا زمين کي زرخيز بڻائي ٿي ۽ مٽيءَ ۾ نميءَ يا آلاڻ کي برقرار رکي ٿي، بخارن يا ٻاڦ کي روڪي ٿي، نمي ٻاڦ اٿڻ جي عمل کي روڪي ٿي، جيڪو جهنگ کي باهه لڳڻ کان بچائي ٿو.

### عنوان

الف. ٻيلن جي ختم ٿيڻ ۽ فطري زندگي گذاريندڙ ساهوارن کي امتيازي ساهوارن ٿيڻ کان تحفظ.

ب. اُهي طريقا سمجهڻ، جن وسيلي ماڻهو، ٻيلائي علائقن ۾ قدرتي آفتن کي منهن ڏيندا آهن.

## ملائيشيا ۽ انڊونيشيا جي بارشي ٻيلن ۾ رهندڙ ماڻهن جي زندگي گذارڻ جو سليقو

| سماترا ۾ ماڻهو | بورنيو ۾ ماڻهو |
|---|---|
| عام ماڻهن جي گهڻائي مسلمان عقيدي سان لاڳاپيل آهي. هتي هڪ عام مشق اِها آهي تہ سڀ اهم ڪم سڄي هٿ سان ڪيا وڃن ٿا (مثال طور، هٿ ملائڻ، پئسا يا ڪاڏو وٺڻ) چاڪاڻ تہ ڪٻي هٿ کي برائي ڄاتو ويندو آهي. هتي رهندڙ ماڻهو سياحن لاءِ مهمان نواز آهي. اصلوڪا ماڻهو انهن جي مدد ڪندي خوش ٿيندا آهن. | ساراواڪ ۾ مک مذهب، اسلام، عيسائيت ۽ ٻُڌازم آهن. هتان جا ماڻهو مذهبي رواداريءَ تي ڪاربند آهن. اهڙيءَ طرح، اُهي پنهنجن مذهبن جي پوئلڳي ڪرڻ ۾ آزاد آهن. بورنيو ٻوليءَ جا ڪيترائي ذيلي گروهه آهي. هر گروهه ٻئي گروهه کان مڪمل طرح مختلف آهي. اوائلي ماڻهو ٻيڙين وسيلي سفر ڪندا هئا، پر روڊن جي ترقيءَ انهيءَ روايت کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. |

دنيا جي سڀ کان وڏي بارشي ٻيلي اميزون تي، هڪ عالمي معائني ۾، سائنسدانن نشاندهي ڪئي آهي تہ انسانَ، اميزون طاس ۾ وڏيءَ ڇڙٻڙ ڪرڻ جو ڪارڻ آهن. وڻن جي واڍي ڏکهين خشڪ مندن جو ڪارڻ بڻجي ٿي ۽ اُها ڳنڀير مسئلن جهڙوڪ، ٻيلي ۾ باهہ ۽ سوڪهڙي، جا نتيجا ڏئي ٿو. هيٺ ڄاڻايل ڪارڻن اميزون ٻيلن تي وڏو اثر وڌو آهي.

1. زرعي ڦهلاءُ
2. انساني آباديڪاريءَ جو ڦهلاءُ
3. ٻيلن جو ختم ٿيڻ

### ڇا اوهين ڄاڻو ٿا؟

سماترا (انڊونيشيا) دنيا جو ڇهون نمبر وڏو ٻيٽ آهي. ٻيٽ جي خط استوائي آبهوا اهڙا گهر پيدا ڪيا آهن، جيڪي هزارن امتيازي نسلن ۽ دنيا جي آخري بچيل سماترائي چيتن، بن مانسن، هاٿين، گينڊن کي پناهہ فراهم ڪن ٿا. بونرنيو (ملائيشيا) دنيا جو ٽيون نمبر وڏو ٻيٽ آهي، جيڪو ٽيڪاس رياست کان ٿوري وڏيڪ علائقي کي گهيري ۾ آٽي ٿو.

امیزون جهنگ

**سرگرمي**

اميزون، انساني سرگرمين جي ڪري ڪيئن متاثر ٿئي ٿو. پنهنجي استاد يا پنهنجي ڪنهن وڏي جي مدد سان، پنهنجا حاصل ڪيل نتيجا هتي لکو.

---

## ساحلي زمين ويجهو رهڻ جون ڏکيايون

جديد تعمير ۽ جديد ٽيڪنالاجيءَ، فطري ماحول ۾ وسيع تبديليءَ ڏانهن راغب ڪيو آهي. انساني سرگرميءَ موسمي تبديلي جي حوالي کان فطرت لاءِ هڪ گنڀير خطرو پيدا ڪيو آهي. موسمي تبديليءَ سامونڊي سطح ڪي اڀارڻ جو نتيجو ڏنو آهي، جيڪو ٻوڏن يا طوفانن ۽ وڏي پئماني جي تباهيءَ جو ڪارڻ بڻجي سگهي ٿو. سائنسدانن دعوا ڪئي آهي ته ساحلي علائقا وڏي پئماني جي خطري کي منهن ڏيئي رهيا آهن. هڪ تلهي ليکي پٽاندر، دنيا ۾ ڏهن ڪروڙن کان متي ماڻهو، ساحلي پٽين تي، سامونڊي سطح کان رڳو پنج ميٽر اوچائيءَ تي رهن ٿا. اندازو لڳايو ويو آهي ته ايڪويهينءَ صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين، اِهي انگ اکر چاليهه کان پنجاهه ڪروڙ تائين چڙهي ويندا.

**سرگرمي**

ڏنل تصوير منجهان اُنهن طبعي ۽ انساني ڪارڻن جي درجيبندي ڪريو، جيڪي ٻوڏون آڻين ٿا. ڪاري/اڇي بورڊ تي، ٻه ڪالم ناهي، اُنهن جي باري ۾ لکو ۽ انساني عنصر قابوءَ ۾ رکڻ جي طريقن تي بحث ڪريو.

## بنگلاديش ۾ ٻوڏ جا ڪي ڪارڻ

چوماسي جي آبهوا شديد مينهن ۽ برفباري آڻيندي آهي. مٽي چِڪڻ ۾ تبديل ٿي ويندي آهي ۽ ڳرا وهڪرا زمين کي ڳاري ڇڏيندا آهن.

1. بهار جي برف جو ڳرڻ، زمين کي ڪائي ٿو ۽ نديءَ جي وهڪري کي تڪڙي تيزي آڻي ٿو.
2. نيپال ۽ تبت ۾ آباديءَ ۾ واڌ جي ڪري، ندين جي ماخذن وارن علائقن ۾ ٻيلن جي ختم ٿيڻ. ٻارڻ لاءِ گاهه جي چاري لاءِ وڻن جي واڍي. پاڻيءَ مان اٿندڙ ٻاڦ ۽ ٻوٽن مان خارج ٿيندڙ بخارن ۾ گهٽتائي، پاڻيءَ جي جهجهي وهڪَ ۽ زمين جو ڪائجڻ. ڇپن جو پڻ ڪِرڻ.
3. نديون، زمين جي ڪائجڻ جي ڪري لٽ سان پرجي وڃن ٿيون، جنهن جي ڪري نديءَ جو پيٽ مٽي ٿي وڃي ٿو ۽ اُهو وهڪري جي پاڻي ڪڍڻ جي گنجائش گهٽائي ٿو، جنهن جي نتيجي ۾، ٻوڏ جا امڪان وڌي وڃن ٿا.
4. بنگلاديش جو اسي سيڪڙو وڌي ٻوڏ جي ميدان ۽ ڪنار (Delta) تي موجود آهي، جيڪو گهٽي ڀاڱي سمنڊ جي سطح کان رڳو هڪ ميٽر مٿي آهي.
5. گنگا نديءَ جا گهڻا وهڪرا آبپاشيءَ جي مقصدن لاءِ موڙيا يا لاڙيا ويندا آهن. اُن جي ڪري، ٿوري مقدار ۾ لٽ لڙهي ويندي آهي ۽ هيٺين وهڪري تي موجود ٻوڏ جي ميدانن کي وڌيڪ نهڻ کان بچائيندي آهي.
6. سامونڊي طوفان بنگلاديش سان لڳاتار ٽڪرائجندا رهن ٿا.

**سرگرمي**

ٻوڏ کي قابو ڪرڻ جي ٽن طريقن جي فهرست ٺاهيو.

1 ____________________
2 ____________________
3 ____________________

### سرگرمي

هيٺ ڏنل معلومات پڙهو ۽ بنگلاديش ۽ جاپان ۾ جي ساحلي علائقن ۾ رهندڙ ماڻهن جي زندگيءَ وچ ۾ هڪجهڙاين ۽ فرقن کي ڳوليو ۽ وين ڊائگرام وسيلي پنهنجا حاصل ڪيل نتيجا لکو.

#### بنگلاديش جي ساحلي علائقن ۾رهندڙن جي زندگيءَ جو ڍنگ

بنگلاديش ايشيا جي هڪ ترقي ڪندڙ ملڪن مان هڪ آهي. پنهنجيءَ جاگرافيءَ جي ڪري، موسمي تبديليءَ جي ڪري پيدا ٿيندڙ سامونڊي طوفانن کي منهن ڏيندو رهي ٿو. موسمي تبديلي، اٿمندائتي مِينهن، وڌيڪ گرم اونهارن ۽ بي قاعدي چوماسن جو نتيجو ڏنو آهي. اوچتو ڏوڪي ايندڙ ٻوڏون پوک کي تباهہ ڪندي آبادگارن ۽ ساحلي پٽين تي رهندڙ ماڻهن کي مالي نقصان رسائين ٿيون. اهڙيءَ صورتحال ۾، ماڻهو، صحت جي مسئلن (ڊينگي بخار، مليريا، دستن ۽ اُلٽين جي بيماري) جي ڪري، گهرن تائين محدود ٿي ويندا آهن يا هجرت ڪرڻ تي مجبور ٿي ويندا آهن.

#### جاپان جي ساحلي پٽين جي رهواسين جو زندگيءَ جو ڍنگ

جاپان ايشيا جو هڪ سٽريل ملڪ آهي. اُهو نون ۽ پراڻن شهرن جو امتزاج آهي. ان ۾ اپ ڪچيندڙ عمارتن، آبي رستن ۽ زمين هيٺ پلازائن وغيره سان سينگاريل شهر آهن. تنهن هوندي بہ، جاپان جو هڪ ٻيو پاسو اُهي ڳوٺ آهن، جيڪي پوريءَ طرح ٻهراڙي ناهن. هڪڙا شهري آبادين جي ويجهو موجود آهن، جيڪي گراهڪن ۽ صنعتي پورهيتن کي خدمتون آڇيندا آهن. جاپان ماحولي گدلاڻ، لڳاتار آفتن جي خطري، زلزلن ۽ ٻوڏن جهڙن مسئلن ۾ گهيريل آهي.

## خلاصو

ايشيا، بنهہ گهٽي آباديءَ وارو کنڊ آهي، جنهن ۾ ثقافتي، سياسي ۽ مذهبي سجاڳپڻ جو هڪ وسيع سلسلو موجود آهي. جيئن تہ دنيا وڌيڪ ويجهي ٿي رهي آهي، تنهنڪري امن ۽ استحڪام کي برقرار رکڻ لاءِ بين الثقافتي عملن جو هئڻ ضروري آهي. هن کنڊ جي ڪن خاص علائقن ۾، ماڻهو، زندگي گذارڻ جي انيڪ اندازن تي عمل ڪندڙ آهن. موسمي تبديلي سامونڊي سطح کي مٿي اڀارڻ جو ڪارڻ بڻجي رهي آهي، جنهن جي نتيجي ۾ ٻوڏون اچن ٿيون ۽ پڻ صحرا ۾ واڌ ۽ سوس واقع ٿي رهي آهي. عرب صحرا کنڊ جو سڀ کان وڏو صحرا آهي، جتي لوڙيات گهٽائيندڙ ٻوٽا موجود آهن، جيڪي پاڻيءَ جي فراهميءَ جي گهرجن جو پورائو ڪن ٿا. ايشيا ۾ بورنيو ۽ سماٽرا خط استوائي بارشي ٻيلن جو بہ بهترين مثال آهن. بهرحال، ٻيلن جي ختم ٿيڻ جي ڪري، ڪيتريون آفتون واقع ٿين ٿيون، جنهن لاءِ انساني سرگرميءَ تي الزام اچي ٿو. جڏهن تہ بنگلاديش، پنهنجي جاگرافيائي هيناهين بيهڪ جي ڪري، ساحلي ٻوڏن کي منهن ڏئي ٿو. تنهنڪري، اهو چئي سگهجي ٿو تہ طبعي ۽ انساني سرگرميون، ماحول تي خراب اثر وجهڻ لاءِ ذميوار آهن ۽ اسان کي گهرجي، ان سلسلي ۾ ڪجهہ ڪريون.

## باب جي پڄاڻيءَ جي مشق

### پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو جائزو وٺو

### هيٺيان خال پريو

i. دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ آباديءَ وارا ٻہ ملڪ چين ۽ ________ايشيا جو حصو آهن.

ii. بنگلاديش ۾ پيدا ٿيندڙ مک فصل__________آهي.

iii. بورنيو __________۾ واقع آهي.

iv. ملائيشيا جي گاديءَ جو هنڌ__________آهي

v. ____________ شين مان لوڻ ختم ڪرڻ جو عمل آهي.

### هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

i. ٻيلن کي ختم ٿيڻ کان بچاءَ جا طريقا تجويز ڪريو.

ii. عرب صحرا ۾ رهندڙ ايشيائي ماڻهن جي اقتصادي سرگرمين تي هڪ نوٽ لکو.

iii. ڇا اوهين موسمي تبديلي ۽ ان جي ايشيا جي ماڻهن تي اثرن جي باري ۾ ڄاڻو ٿا؟

iv. صحرا ۾ پاڻي نہ هوندو آهي. اُهي ڪهڙا طريقا آهن، جيڪي صحرائن جا مقامي ماڻهو پاڻيءَ کي جمع ڪرڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن؟

v. جيڪڏهن اوهان کي پنهنجي پسند جي ڪنهن ملڪ ۾ رهڻ جو موقعو ڏنو وڃي تہ اوهين ڪٿي رهڻ کي ترجيح ڏيندا ۽ ڇو؟ ڪارڻ ڄاڻايو.

### پنهنجي تحقيقي ۽ تفتيشي صلاحيتن کي ڪتب آڻيو

هيٺ ڏنل جدول مڪمل ڪريو ۽ واپار جي طريقن، حڪومتي اتحادن ۽ ڪنهن ٻئي ملڪ ڏانهن نقل مڪانيءَ جي طريقن سميت ڄاڻ جي نقشيبندي ڪرڻ وسيلي ماڻهن، جاين ۽ ماحول ۾ تعلق جي ڇنڊڇاڻ ڪريو.

| طبعي اهڃاڻ | پيشو | اهو مڪاني ماڻهن لاءِ ڇو اهم آهي؟ | حڪومتي اتحاد | ڪنهن خاص جاءِ تي آباد ٿيڻ جا سبب |
|---|---|---|---|---|
| صحرا | | | | |
| ٻيلو | | | | |
| ساحلي زمين | | | | |

### ٻين سان سهڪار ڪريو

تصور ڪريو تہ اوهين بارشي ٻيلي ۾ پيا رهو. اهو ڪهڙو بارشي ٻيلو آهي، جيڪو اوهين چونڊيندا؟ اُتي رهندڙ ماڻهن جون امڪاني سرگرميون ڇا هئڻ گهرجن؟ گروهن جي صورت ۾، چارٽ تي جدول ناهيو ۽ اُن خاص بارشي ٻيلي ۾ ملندڙ، مک طبعي (زمين جا طبعي اهڃاڻ، نباتات، جانور ۽ آبهوا) ۽ انساني (شهرَ ۽ ٻوڪي راهيءَ جا علائقا) جي ماحولن جي درجيبندي ڪريو.

# باب ٽيون: پاڻيءَ جي وسيلن جا استعمالَ ۽ اثر

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- تازي پاڻيءَ جي وسيلن جي فهرست ناهڻُ.
- اُهي طريقا تجويز ڪرڻُ، جن وسيلي فرد توڙي برادريون پاڻيءَ کي محفوظ رکي سگهن ٿيون.
- پاڻيءَ جي ڦيري کي بيان ڪرڻُ.
- ان جي وضاحت ڪرڻُ تہ دريائي نظام ڪيئن پاڻيءَ جي ڦيري تي اثرانداز ٿين ٿا.
- اصطلاحن ”ڪاڻ“، ”موسمي عمل“، آمدورفت“ ۽ ”ذخيري اندوزي“ جي وصف بيان ڪرڻُ.
- دريائن جي اهميت کي بيان ڪرڻُ.
- زميني منظرنامي (موسمي عمل، ڪاڻ، آمدورفت ۽ ذخيري اندوزي) تي دريائن جي اثرن کي بيان ڪرڻ.
- درياءَ جي مٿيئن وهڪري، وچين وهڪري ۽ هيٺئين وهڪري کي بيان ڪرڻ.
- پنهنجي وهڪري ۾ وهڻ دوران درياءَ جيڪي زميني منظر ناهين ٿا، انهن کي بيان ڪرڻ.
- ماحولن ۾ دريائن جي انساني استعمال جي وضاحت ڪرڻ.
- ان جي وضاحت ڪرڻُ تہ ماڻهو ڪيئن دريائي وهڪري تي اثرانداز ٿين ٿا.
- ان جي وضاحت ڪرڻُ تہ پاڻي ڪيئن فائديمند توڙي نقصان رسائيندڙ ٿي سگهي ٿو.
- وضاحت ڪرڻ تہ ٻوڏون ڪيئن سبب بڻجڻ ٿين ٿيون.
- ايشيا جا اُهي ملڪ ٻڌائڻ، جيڪي ٻوڏن کان متاثر ٿين ٿا.
- سنڌ ۾ ٻوڏ متاثرن جي بحاليءَ جي عمل جي وضاحت ڪرڻ.
- سنڌ جي حوالي کان ٻوڏن جي نقصان گهٽائڻ جي حڪمت عملي ظاهر ڪندڙ هڪ بروشر ڊيزائين ڪرڻ.
- وضاحت ڪرڻُ تہ ڊئم ڇو تعمير ڪيا ويندا آهن.
- ايشيا ۾ وڏن ڊئمن جي سماجي ۽ انساني اثرن جو جائزو وٺڻُ.
- آبپاشي نظام ۽ پاڪستان ۾ آبپاشيءَ کي درپيش مک مسئلن جي وضاحت ڪرڻ.
- پاڪستان ۾ ڪئنال سرشتي ۽ ان جي قسمن کي بيان ڪرڻ.
- سم ڪلر جي ڪارڻ کي معلوم ڪرڻ.
- سم ڪلرجي مسئلن جي نشاندهي ڪرڻ جي سلسلي ۾ پاڪستان جي ورتل اپائن تي روشني وجهڻُ.
- ٽيوب ويل ٽيڪنالاجيءَ جي مقصدن جي وضاحت ڪرڻُ.
- آبپاشيءَ جي سرگرمين کي تبديل ڪرڻ بابت آبادگارن لاءِ پمفليٽ تيار ڪرڻ.
- سامونڊي طوفان جي وضاحت ڪرڻ تہ اُهي ڪيئن واقع ٿين ٿا.
- ايشيا ۾ انهن ملڪن جي نشاندهي ڪرڻ، جيڪي سامونڊي طوفانن جي خطري ۾ آهن.
- پاڻيءَ جي گدلاڻ جي ڪارڻن ۽ نتيجن جي نشاندهي ڪرڻُ.
- پاڻيءَ جي گدلان جي مسئلي جا حلَ تجويز ڪرڻُ.
- ڏڪار جي ڪارڻن تي بحث ڪرڻُ.

## تعارف

هن باب ۾، اوهين تازي پاڻيءَ، پاڻيءَ جي ڦيري ۽ پاڻيءَ جي واهپن جي باري ۾ سکندا. اوهين پاڻيءَ جي وهڪري ۽ ان جي مسئلن جهڙوڪ: ٻوڏ، تازي پاڻيءَ جي کوٽ ۽ انساني زندگيءَ ۽ ماحول تي وهندڙ پاڻيءَ جي اثرن جي باري ۾ سکندا.

## تازو پاڻي ڇا آهي؟

تازو پاڻيءَ جي وضاحت لوڻ جي گهٽ ارتڪاز (عمومي طرح هڪ سيڪڙو کان گهٽ) واري پاڻيءَ طور ڪئي ويندي آهي. پاڻي، ڌرتيءَ مٿان سڀ کان عام ملندڙ مادو آهي. اهو ٽن قسمن جي مادن موجود هوندو آهي — گئس طور پاڻيءَ جي بخارن ۽ ٻاڦ جي صورت ۾، پاڻياٺ طور پاڻيءَ جي صورت ۾ ۽ سخت هئڻ طور برف جي صورت ۾.

### ڇا اوهين ڄاڻو ٿا؟

زميني مٿاڇري جو لڳ ڀڳ 97 سيڪڙو پاڻيءَ جي گهيري ۾ آهي، جنهن مان 97 سيڪڙو پاڻي سمنڊن ۾ آهي ۽ اُهو ايترو لوڻياٺو آهي، جو ماڻهن اُن کي استعمال نٿا ڪري سگهن.

2 سيڪڙو پاڻي اتر ۽ ڏکڻ قطبن ۾ ڄميل آهي، جيڪو برفاني ڇپن يا گليشيئرن جي صورت ۾ ۽ برفاني پهاڙن جي سلسلن تي موجود آهي.

رڳو 1 سيڪڙو تازو پاڻي آهي، جنهن جو پورو مقدار استعمال ۾ نٿو آڻي سگهجي.

## تازي پاڻيءَ جا وسيلا

تازي پاڻيءَ جا ٻه مک وسيلا آهن:

**زمين هيٺ پاڻي:** اُهو پاڻي جيڪو زميني مٿاڇري هيٺ پاڻي جذب ڪري گڏ ڪندڙ سنهي تهه ۾ ملندو آهي، تنهن کي زمين هيٺ پاڻي چيو ويندو آهي. اِهو پاڻ، عام طرح، زمين ۾ 2000 فُٽ گهرو هوندو آهي.

**مٿاڇري وارو پاڻي:** اُهو پاڻي، جيڪو زميني سطح تي ملندو آهي، تنهن کي مٿاڇري وارو پاڻي چيو ويندو آهي. واهه، درياهه ڍنڍون، پاڻيءَ جي ذخيرا ۽ برفاني ڇپون يا گليشيئر، مٿاڇري واري پاڻيءَ جا مثال آهن.

## پاڻيءَ جي کپت

اهڙيءَ دنيا جو تصور ڪريو، جتي ڪوبه پاڻي موجود ناهي. ڇا اوهان پاڻيءَ کي پيئڻ جي لائق هوندا يا ان ۾ وهنجي يا تري ۽ ٻيا عملَ ڪري سگهندا؟ هيٺ ڏنل گراف تي نظر ڦيرايو، جيڪو پاڻيءَ جي کپت کي ظاهر ڪري ٿو. اوهين اِهو ڏسي سگهو ٿا ته پاڻيءَ جو مقدار ڪيترن ئي طريقن سان استعمال ڪيو ويو آهي، جيئن فصلن کي پوکڻ لاءِ، شين جي ناهڻ لاءِ ۽ ڍنڍي کي هموار نموني هلائڻ لاءِ. اسين پاڻيءَ جو جوڳو مقدارُ قوم جي توانائيءَ جي گهرجن جي پورائي پڻ استعمال ڪريون ٿا.

پاڻيءَ جي کپت

## پاڻيءَ کي محفوظ ڪرڻ ڇو ضروري آهي؟

ڌرتيءَ تي پاڻي جهجهو موجود آهي، پر حقيقت ۾، انساني استعمال لاءِ 1 سيڪڙي کان گهٽ دستياب آهي. ڏينهون ڏينهن، تازي پاڻيءَ جي وسيلن جي گهرج ۾، وڌندڙ آباديءَ جي ڪري، واڌ اچي رهي آهي. جڏهن ته تازي پاڻيءَ جي فراهمي اُهائي ساڳي آهي. جيتوڻيڪ، لڳاتار پاڻيءَ جي ڦيري ۾، پاڻي ڌرتيءَ ڏانهن واپس اچي ٿو، پر اُهو سدائين ساڳيءَ جاءِ ۽ ساڳئي مقدار ۽ معيار ۾ واپس ناهي ايندو.

**ڇا اوهين ڄاڻو ٿا؟**

انسان قدرتي وسيلن تي ڀاڙيندا آهن، ۽ پاڻي سڀ کان ملهائتو قدرتي وسيلو آهي. جيڪڏهن اسين پاڻيءَ کي زيان ڪرڻ يا ان کي گدلي ڪرڻ جو عمل جاري رکون ٿا ته اسين انساني زندگيءَ سميت ڌرتيءَ تي موجود سمورين زندگين کي تباهه ڪري ڇڏينداسين.

**سرگرمي**

فردي طرح يا گروهه جي صورت ۾ اهڙا پوسٽر ناهيو، جن ۾ پاڻيءَ کي محفوظ ڪرڻ جا طريقا تجويز ٿيل هجن. اِهو ڏيکاريو ته فرد ۽ ماڻهن جا گروهه پاڻيءَ سان دانائن وارو ورتاءُ رکي رهيا آهن. پنهنجا پوسٽر، اسڪول جي ساٿين سان ونڊيو/پيش ڪريو ته جيئن کين ان سمجهڻ ۾ مدد ملي سگهي ته پاڻيءَ کي محفوظ ڪرڻ ۾ پنهنجي حصي جو ڪم ڪيئن ڪري سگهجي ٿو.

**استاد لاءِ نوٽ:**

استاد شاگردن کي چوندا ته اُهي تجويز ڏين ته هڪ فرد ڪيئن پاڻي بچائي سگهي ٿو. مثال طور: اسان کي وهنجڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ پاڻي استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي وغيره.

## پاڻيءَ جو ڦيرو

پاڻيءَ جو ڦيرو ڪن جُڳن کان ڪم ڪري رهيو آهي. پاڻيءَ جو ڦيرو پاڻيءَ جي ڌرتيءَ تي، ڌرتيءَ اندر ۽ ڌرتيءَ کان مٿي موجودگيءَ ۽ چرپر کي بيان ڪري ٿو. زميني پاڻي سدائين چرپر ۾ هوندو آهي ۽ سدائين پاڻياٺ کان وني بخارن ۽ بخارن کان وني برف جي ٽڪرن تائين ۽ اُتان کان ٻيهر ساڳئي ڦيري تائين، بدلجندڙ حالتن ۾ هوندو آهي.

ٻئي صفحي تي ڏنل تصوير ۾ ڏسو: اوهين ڏسندؤ ته پاڻيءَ جو ڦيرو بخارن سان شروع ٿئي ٿو. اهو اهڙو مرحلو آهي، جتي پاڻي، زميني مٿاڇريءَ تي، هڪ گئس يعني پاڻيءَ جي بخارن ۾ تبديل ٿئي ٿو. پاڻي، سج کان گرميءَ جي توانائي حاصل ڪري ٿو ۽ ٻاڦ ۾ تبديل ٿئي ٿو. پاڻيءَ جا جسم جهڙوڪ، مها ساگر سمنڊ، درياهه ۽ ڍنڍون، پاڻيءَ جي **ٻاڦورجڻ** جا مک وسيلا آهن.

پاڻي، پاڻيءَ جي بخارن جي صورت ونڻ کان پوءِ ماحول ۾ مٿي اڏامي ٿو. بنهه وڏين اُوچاين تي، اُهي پاڻيءَ جا بخار، ننڍڙن برفاني ٽڪرن ۽ پاڻيءَ جي ڦڙن ۾ تبديل ٿين ٿا، ڇاڪاڻ ته بنهه بلندين تي، گرمي پد گهٽ ٿيندو آهي. انهيءَ عمل کي **گِتجڻ** چئبو آهي. اِهي ذرا هڪٻئي جي ويجهو ايندا آهن ۽ اپ ۾ ڪڪر ۽ ڪوهيڙو ٺهجي پوندا آهن.

تنهن کان پوءِ پاڻيءَ ڦڙا گڏ ٿِي وڏا ڦڙا ٺهجي پوندا آهن. جڏهن انهن وڏن ڦڙن کي هوا سنڀالي نہ سگهندي آهي تہ اُهي برسي پوندا آهن. بادل، هيٺ ڪِرڻ جي عمل ۾، هوا يا گرمي

پد ۾ تبديليءَ جي ڪري ايندا آهن. جيئن تہ بنھ وڏين بلندين تي، گرمي پد گھٽ هوندو آهي، تنهنڪري پاڻيءَ جا ڦڙا پنهنجي گرميءَ واري توانائي وڃائي ويهندا آهن. اُهي پاڻيءَ جا ڦڙا مينهن بڻجي هيٺ ڪِرندا آهن. جيڪڏهن گرمي پد (ٻُڙي درجي کان هيٺ) گھٽ آهي تہ پاڻيءَ جا ڦڙا برف جي صورت ۾ هيٺ ڪِرندا آهن.

پاڻي جڏهن ڪِرندو آهي تہ ان جو ٿورو حصو زمين چُھندي آهي، جيڪو ٻوٽا استعمال ڪندا آهن. اِهو پاڻي بخارن جي خارج ٿيڻ ۾ داخل ٿيندو آهي. بخارن جو خارج ٿيڻ بہ لڳ ڀڳ ٻاڦ وانگي ئي آهي، جنهن ۾ ٻوٽا پاڻيءَ کي ٻاڦ ۾ تبديل ڪندا آهن.

جڏهن پاڻي مٽيءَ تي ڪِرڻ شروع ڪندو آهي، تہ اُهو زمين جي مٿاڇري تي وهڻ لڳندو آهي. جڏهن پهاڙن تي پيل برف ڳري پاڻي ٿيندي آهي تہ اُها پڻ وهڻ لڳندي آهي. پاڻي زمين مٿان هلندو آهي تہ اهو مٽيءَ کي وکريندو ويندو آهي ۽ پنهنجي وهڪري ۾ معدنيات کڻندو يا لوڙهيندو آهي. اُهو ڍنڍن، سمنڊن ۽ مها ساگرن ۾ چوڙ ڪندو آهي.

پاڻي، جيڪو وهي درياهن ۾ نٿو پوي، اُهو مٽيءَ ۾ هيٺ گھرائيءَ تائين ويندو آهي. انهيءَ کي سرايت (Infiltration) چئبو آهي. پاڻي زمين ۾ هيٺ جذب ٿيندو آهي ۽ زمين هيٺ پاڻيءَ جي تختيءَ جي سطح وڌندي آهي. ان کي صاف جر جو پاڻي چئبو آهي، جيڪو پيئڻ جوڳو هوندو آهي.

## پاڻيءَ جو ڦيرو درياهي نظامن کي ڪيئن متاثر ڪندو آهي؟

درياهہ پاڻيءَ جي ڦيري جو اهم حصو آهي، جيڪو مينهن جي پاڻيءَ کي کڻي واپس سمنڊ پهچائيندو آهي. درياهہ سمنڊ يا مها ساگر تائين پهچڻ لاءِ ڪيترائي هزار ميل وهي سگھن ٿا. درياهن ۾ وهندڙ پورو پاڻي واپس سمنڊ يا مها ساگر ڏانهن ناهي ايندو. پاڻيءَ جو ٿورو مقدارُ اسين گھرن، اسڪولن، دُڪانن، دفترن، ڪارخانن وغيره ۾ استعمال ڪريون ٿا. جڏهن اسين

پاڻي استعمال ڪريون ٿا ته اسين ان کي قدرتي پاڻيءَ جي ڦيري کان جدا ڪري ڇڏيون ٿا ۽ انهيءَ کي نيڪال واري پاڻيءَ جي انتظامي سرشتن وسيلي واپس درياهن ۾ اُماٽيون ٿا.

## پاڻيءَ جا عملَ:

| ڪاٽ (Erosion) | موسمي اثر (Weathering) |
|---|---|
| ڪاٽِ (Erosion) پاڻيءَ، هوا ۽ برف جو عمل آهي، جيڪو مٽيءَ، ٽڪر يا ڳريل مادي جي تري کي، هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين، ڪائيندو يا ڳاريندو آهي. | موسمي اثر مادي شين جهڙوڪ ٽڪرن ۽ معدنيات جو، طبعي يا ڪيميائي عملن جي ڪري، ٽٽڻ يا جُهرڻ آهي. اُها متاچري جي حالتن هيٺ، ٽڪرن جي هوريان ايندڙ تباهي آهي، جيڪا اڳتي وڌندي، ان کي ننين ٽُڪرڻ ۾ پيجي ڇڏيندي آهي. |
| **بار برداري (Transportation)** | **لٽ (Deposition)** |
| بار برداريءَ جي، هوا، پاڻيءَ ۽ برف جي ڪري جبل جي ٽتل ذرڙن جي چرپر طور تشريح ڪئي ويندي آهي. | جڏهن جبل جا ذرا پاڻي، برف يا هوا ڪٽي ڪنهن ٻيءَ جاءِ تي گڏ ڪندا يا اڇليندا آهن ته ان کي لٽ چئبو آهي. |

## درياهه ڇو اهم آهن؟

درياهه اسان جي سماج لاءِ انتهائي حد تائين اهم آهن. اهي اسان کي پيئڻ لاءِ ۽ آبپاشيءَ واسطي پاڻي فراهم ڪن ٿا، بجلي پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڏين ٿا ۽ اسان لاءِ سامان ۽ خوراڪ پاڻيءَ وسيلي پهچائڻ جي گنجائش پيدا ڪن ٿا. اهي ڪي ڪارڻ آهن، جن جي ڪري، دنيا جا مک شهر ۽ سڀيتائون، مک درياهن جي ڪنارن تي قائم ٿيون. سنڌو ماتري سڀيتا، سنڌو درياهه ۽ قاهره نيل نديءَ تي، ان جا مثال آهن.

## درياهي وهڪرا (Courses of Rivers)

درياهه وهندڙ پاڻيءَ وارا جسم آهن ۽ (انٽارڪٽيڪا کان سواءِ) هر کنڊ ۾ موجود آهن. گهڻي ڀاڱي درياهن جا ماخذ ٽڪريون ۽ پهاڙ آهن. درياهه سمنڊ ڏانهن وهي هلندڙ آهن ۽ انهن ۾ چوڙ ڪندا آهن. بنيادي طرح، هڪ درياهه جا ٽي حصا هوندا آهن، جن کي درياهه جا دڳ يا وهڪرا چيو ويندو آهي.

درياهه جا وهڪرا

| مٿيون وهڪرو | وچون وهڪرو | هيٺيون وهڪرو |
|---|---|---|
| درياهن جا مٿيان وهڪرا، گهڻي ڀاڱي، پهاڙي علائقن جي عمودي لاهين ۾ هوندا آهن. درياهن جو اهو ڀاڱو تڏو، چٽو/صاف ۽ تيزيءَ سان وهندڙ هوندو آهي. درياهه مٿئين وهڪري کان هيٺ وهڻ مهل درياهي لنگهه سوڙها هوندا آهن. ان جي ڪري افقي ڪاٽ تيندي آهي، جنهن مان V جي صورت واري ماتري نهي پوندي آهي. جهرڻا پڻ عمومي طرح، انهيءَ مرحلي نهندا آهن. | درياهه، پنهنجي وچولي وهڪري ۾، عام طرح وڙوڪڙ انداز ۾ وهندا آهن. (چڪر ڏيندڙ رستو اختيار ڪندا آهن) اُهي ان حصي ۾ گهٽ عمودي ايندا ۽ پاڻيءَ جو وهڪرو وچٽرو هوندو آهي. هتي، ذرڙن جي باربرداري جاري رهندي آهي ۽ پاڻيءَ جو ترو لوڻ ۽ مٽيءَ جو ميلاپ ٻڻجي پوندو آهي، جنهن کي لٽ چئبو آهي. هن مرحلي تي، ننڍيا وڪڙ يا موڙ ۽ ننڍيا ٻوڏ وارا ميدان نهي سگهندا آهن. | هيءَ اُهو مرحلو آهي، جتي درياهه، پنهنجي توريءَ لاهيءَ جي ڪري، هوريان وهندو آهي ۽ اُهو ڪنهن ڍنڍ جو ڏيک ڏيندو آهي. درياهه جو وڪڙ هيٺين زمين وارو حصو، لُڙاتيل ۽ توري گرم پاڻيءَ تي ٻڌل هوندو آهي، جيڪو وڌيڪ هوريان وهندو آهي. درياهه جي پيٽ ۾ ٻوٽا ڦٽندا آهن ۽ هن مرحلي تي، گهڻي ڀاڱي، لٽ جمع ٿيندي آهي. وڌيڪ وڏا وڪڙ ۽ وڌيڪ وڏا ٻوڏ وارا ميدان ۽ پڻ ڪمان دار ڍنڍيون، هن مرحلي/وهڪري تي ٺهنديون آهن. |

## درياهن جا ٺاهيل زميني منظر

هيٺ ڏنل زميني منظرن جا خدوخال، خاص طرح، درياهه ٺاهيندا آهن.

سنڌو درياهه جي ڪري ٺهيل اسڪردو ماٿري

**"V" جي صورت واريون ماٿريون:** درياهه "V" جي صورت وارين ماٿرين وٽان پنهنجي مٿئين وهڪري ۾ وهندا آهن. "V" جي صورت واريون ماٿريون گهٽي پهاڙن ۽ ٽڪرين ۾ موجود هونديون آهن. انهن جي پاسن تي گهٽي ياڱي عمودي لاهيون هونديون آهن. اُهي درياهي ڪاڌ جي ڪري ٺهنديون آهن. درياهه پاڻ سان گڏ پٿر ۽ ڇپون لوڙهي ايندا آهن. پاڻيءَ جي ڇڪ ۽ ڇپن ۽ پٿرن جي درياهي پيٽ ۾ وڏجي ڪرڻ مان ماٿري پيدا ٿيندي آهي. وقت هلنديء ماٿري گهري ۽ ويڪري ٿيندي ويندي آهي.

**وڪڙ:** وڪڙ، درياهن جي موڙ ۽ پيچ خم هوندا آهن. جڏهن درياهه، ڪنهن ويڪري ماٿريءَ يا سڌي ميدان وٽان رڪاوٽن جي چوڌاري وهندو رهندو آهي ته وقت گذرندي اهي وڪڙ ٺهندا آهن. اُهي عام طرح درياهه جي وچئين حصي ۾ ٺهندا آهن.

**ڪمان دار ڍنڍ:** اُها ڍنڍ تڏهن ٺهندي آهي، جڏهن ڪنهن وڪڙ جو دائرو، پوري درياهه کان ڪٽجي الڳ ٿي ويندو آهي. اِها درياهه جي ڪناري تي موجود پهرئين جي چنڊ يا هلال جي صورت واري ڍنڍ هوندي آهي.

**ڳُت جهڙيون چاڙهون (Channels):** ننين چاڙهن جو هڪ ڄار هوندو آهي. اُهي تڏهن ٺهنديون آهن، جڏهن نديءَ جي ڇڏيل لٽ جمع ٿيندي آهي، جنهن جي چوڌاري ننڍا وهڪرا ڦري ويندا آهن. اِهي اهڃاڻ، ڪڏهن ڪڏهن ئي، مستقل نموني جا ٿيندا آهن ۽ ٻوڏ جي مند دوران لڳاتار متجندا رهندا آهن.

**ٻوڏ جا ميدان:** درياهه جي پاسن سان گڏ ايراضي، جيڪا، وقت هلندي، درياهه جي لٽ جي تهه ٺهي آهي. چاڙهه جي مند ۾، سيلابي ميدان، جيڪو گهٽو سڌو ٿيندو آهي، اُهو گهٽي ياڱي پاڻيءَ هيٺ اچي ويندو آهي. سنڌو درياهه جي ڪچي وارا علائقا، خاص طرح، سنڌ ۽ پنجاب جا علائقا، ان جو مثال آهن.

**ڪنار وارو علائقو:** پوئين صفحي تي درياهه جي وهڪرن واري شڪل ڏسو. اُها هڪ هيناهين سڌي زمين آهي، جيڪا سيلابي ميدان جي توسيع آهي، ۽ اُها گهٽي ياڱي، ٽُڪنڊي جي شڪل ۾ هوندي آهي، جتي درياهُ ڪارين يا سمنڊ ۾ داخل ٿيڻ مهل ننڍن وهڪرن ۾ تبديل ٿي ويندو آهي. ساموندي ڪنارُون تڏهن ٺهنديون آهن، جڏهن ساموندي وير جو درياهه تي گهٽ اثر هوندو آهي. عام ڄاتل ڪنارن جي مثالن ۾ گنگا ندي ۽ سنڌو درياهه شامل آهن.

**درياهي چاڙهه:** اِها اُتي هوندي آهي، جتي درياهه جو منهن ويڪرو ٿي ويندو آهي ۽ اُهو سمنڊ

۾ چوڙ ڪندو آهي. ساموندي وير واريون چوليون، درياهه جي منهن وٽان لٽ واري تهه جو گهڻو حصو سمنڊ ۾ لوڙهي ويندي آهن. درياهي چاڙهن جا مثال اسڪاٽ لينڊ ۾ ٽي (Tay)، فورٿ ۽ ڪلائيڊ (Clyde) آهن.

**درياهي لٽ جو پڪو:** هڪ وڏو يا ننڍو، پکي جي صورت واري لٽ جو ذخيرو درياهه ڇڏيندو آهي، جڏهن اُهو ڪنهن ٽڪري يا جبل کان وهي بنهه سڌي ميدان ۾ پوندو آهي. اهڙا درياهي لٽ وارا پکا پاڪستان جي اترين علائقن ۾ ملن ٿا.

## ماڻهو درياهه جو واهپو ڪيئن ڪن؟

اوهين ان بابت اڀياس ڪري چڪا آهيون ته انساني زندگين لاءِ درياهه ڪيئن اهم آهي. درياهه، خاص طرح جديد روڊن رستن جي تعمير کان اڳ تائين، پوريءَ ڌرتيءَ جي سفر لاءِ مدد ڪرڻ جي سلسلي ۾ اهم رهيا آهن. ماڻهو درياهن مان توانائي پيدا پئي ڪندا آيا آهن. اڄڪلهه، گهڻا ماڻهو، درياهه کي سير تفريح جي مقصد لاءِ ڪتب آڻين ٿا ۽ گهڻن ماڻهن درياهن کي صاف رکڻ ۽ انهن کي صنعتي گدلاڻ جي نقصان کان بچائڻ جي سلسلي ۾ مدد ڪرڻ لاءِ گروهه جوڙي ڇڏيا آهن. درياهه اسان کي زندگي ڏين ٿا ۽ انسانذات جي خيال رکڻ ۾ اسان جي مدد ڪن ٿا. اها ڳالهه اهم آهي اسين پڻ درياهن کي سچائيءَ سان موٽ ڏيون.

**سرگرمي**

درياهن جي واهپن جي فهرست ٺاهيو ۽ انساني زندگيءَ تي انهن جي اثرن جي تشريح ڪريو.

**استاد لاءِ نوٽ:**

استاد، شاگردن لاءِ درياهن جي واهپن بابت ڳالهه ٻولهه منعقد ڪرائي. پوءِ، استاد شاگردن کي چوي ته اُهي، درياهن جي واهپن ۽ انهن جي انساني زندگين تي اثرن جي باري ۾، دستياب وسيلن منجهان، فردي طرح، ڄاڻ ڳولي لهن. تنهن کان پوءِ، شاگرد پنهنجيون حاصل حقيقتون، پريزنٽيشنن وسيلي پنهنجن ڪلاسي ساٿين سان ونڊيندا.

## درياهن تي اثرانداز ٿيندڙ انساني سرگرميون

ڊئم

**ڊئم ناهڻ:** ڊئم بجلي پيدا ڪرڻ جو وڏو تجديد جوڳو وسيلو آهن، پر اُهي هيناهين وهڪرن جي حياتياتي نظامن کي تباهه ڪري سگهن ٿا. ڊئم ناهڻ جو عملُ، شهرن ۽ تن جي اوسي پاسي جي علائقن جي تحفظ کي يقيني بڻائڻ واسطي ٻوڏ کي ضابطي ۾ رکڻ جو اثرائتو اپاءُ پڻ ٿي سگهي ٿو. ساڳئي مهل، اُهو پاڻيءَ سان سفر ڪري ايندڙ مڇيءَ جي راهه ۾ رڪاوٽ بڻجي سگهي ٿو ۽ ڪيترن ئي مختلف علائقن جي حياتيءَ جي ڦيري کي بي ترتيب ڪري سگهي ٿو.

درياهه جا وهڪرا

**واهه ناهڻُ:** هيءُ ڪنهن وهڪري يا درياهه کي، اُن جي قدرتي وهڪري کي پنهنجي طريقي سان موڙڻ جو عمل آهي. ان جو مک اثر سيلابي ميدانن تي پوندو آهي.

**گند ڪچرو:** وڏا نالا وهي سڌيءَ ريت درياهه ۾ پوندا آهن. ماڻهو اهو محسوس نه ڪندا آهن ته اُهي صاف پاڻيءَ کي خراب ڪندا آهن. استعمال ڪيل مادا، جيئن بي پرواهه نموني وهايل گند ڪچرو ۽ فضول شيون، درياهن کي گدلاڻ جي ور چاڙهيندا آهن. تنهن کان سواءِ، گاڏين جو تيل يا نه جمندڙ مادا پڻ درياهن ۾ گدلاڻ پيدا ڪندا آهن.

گند ڪچرو

**گهريلو جانور:** گهريلو جانورن جو گند پڻ درياهن ۾ وهائي سگهبو آهي، جنهن سان انهن ۾ ساڳئي وقت غذائي جزن ٽوٽي بيماري ڏيندڙ جراثيمن جو اضافو ٿيندو آهي. پالتو جانورن جو گند پڻ مسئلو ٿي سگهي ٿو، پر اُهي امڪاني طرح، شڪار ۽ انهن جي پويان لڳڻ جي ڪري، درياهي جهنگ جي جيوت تي اثرانداز ٿيندا آهن.

گهريلو جانورن جو گند ڪچرو

## پاڻي فائديمند به آهي ۽ تباهه ڪندڙ به

پاڻي فطرت جي سڀ کان سگهارن طاقتن منجهان هڪ آهي. اِها هڪ حقيقت آهي ته پاڻي بچائيندڙ آهي، پر پاڻي دشمن پڻ ٿي سگهي ٿو. پاڻي زندگيون بچائي سگهي ٿو، پر اُهو زندگين جو زيان به ڪري سگهي ٿو. هڪ پاسي، اُهو زير آب ٽربائينن، جيڪي بجلي پيدا

ڪنديون آهن، ڪي طاقت بخشي ٿو، سمندن ڪي حياتياتي سرشتا، مڇي ۽ ساموندي زندگي فراهم ڪري ٿو. ٻئي پاسي، پاڻي، ساموندي طوفانن ۽ سونامين جي صورت تباهه ڪندڙ به ٿي سگهي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن، جن ڪان بچڻ يا ڪنهن اڳواٽ اپاءَ وٺڻ جو وقت به ناهي هوندو.

اهو زندگي ۽ ملڪيت کي نقصان رسائي ٿو. پاڻي، شديد مِينهَن جي صورت ۾ ٻوڏن جو ڪارڻ بڻجي ٿو. ماڻهو ٻوڏن ۾ ڦاسي پوندا آهن. ٻوڏن جا اثر سڀ ڪان وڌيڪ تباهه ڪندڙ هوندا آهن. 2010ع جي ٻوڏن ۾، پاڪستان ۽ چين ۾ لڳ ڀڳ هڪ ڪروڙ 80 لک ماڻهو متاثر ٿيا هئا.

## ٻوڏون ڪيئن واقع ٿين ٿيون؟

ٻوڏ تڏهن واقع ٿيندي آهي، جڏهن پاڻي چڙهي وهندو آهي ۽ زمين کي ٻوڙيندو آهي. ٻوڏون عام طرح شديد مِينهَن پوڻ جي ڪري واقع ٿينديون آهن، جڏهن قدرتي پاڻيءَ جي وهڪرن ۾، اضافي پاڻيءَ کي ڪٽڻ ۽ لوڙهڻ جي گنجائش نه هوندي آهي. بهرحال، ٻوڏون سدائين شديد مِينهَن جي ڪري ئي نه اينديون آهن، پر اهي تڏهن به اينديون آهن جڏهن، برفاني ڇپن يا گليشيئرن جي ڳرڻ جي ڪري پاڻيءَ جو بنهه وڏو مقدار درياهن ۾ پوندو آهي، جيڪو اُنهن جي پاڻي ڪٽڻ جي گنجائش کان مٿي هوندي آهي.

## ٻوڏن جا ڪارڻ

ٻوڏ ڪيترن ئي عنصرن جي ڪري اچي سگهي ٿي، جيئن:

| بي پناهه شهرڪاري | خراب زرعي عمل | ٻيلن جو ختم ٿيڻ |
| --- | --- | --- |
| بي پناهه شهرڪاريءَ، سخت ۽ پاڻي جذب نه ڪندڙ سطحن جي رائج ٿيڻ جي ڪري، مِينهن جي پاڻيءَ کي ڇُهڻ جي سگهه گهٽائي آهي. ان سطح تي وهندڙ پاڻيءَ جي مقدار ۽ شرح ۾ واڌ جو نتيجو ڏنو آهي، جنهن جي ڪري، گهڻو پاڻي زمين ۾ لهي نه ٿو. | کي آبادگار، زمينن کي خالي ڇڏڻ، زمين مٿان چوپائي مال کي سَٿِڻ ۽ ڳري مشينريءَ وسيلي مٽيءَ ۽ پاڻيءَ کي درياهن ۾ وهائڻ جو ڪارڻ بڻيا آهن. ايستائين جو، زمينن کي کيڙڻ جي غلط رخ جي چونڊ به ٻوڏ جو ڪارڻ ٿي سگهي ٿو. | ٻيلن جي ختم ٿيڻ جو عملُ (وڻن جي واڍي) نباتات ۽ مٽيءَ جي زيان جو ذميوار آهي. نباتات مٽيءَ کي مضبوط جهلي ٻيهندي آهي، جيڪا اسفنج طور عمل ڪري ٿي ۽ جڏهن مِينهن پوي ٿو، اُها وڌيڪ پاڻي جذب ڪري ٿي. |

## ٻوڏ کي ضابطي ۾ رکڻ لاءِ تدارڪي اپاءَ

- قانونسازيءَ وسيلي سيلابي ميدانن ۾ ڪنهن به نئين آباديءَ کي منع ڪرڻ گهرجي ۽ اهڙيءَ قانونسازيءَ کي مضبوط نموني لاڳو ڪجي.
- حساس پُلين جي سطح مٿي ڪرڻ گهرجي.
- جيڪڏهن گهرج آهي ته پُلين جي مرمت ڪرڻ گهرجي ته جيئن انهن کي ٽٽڻ کان بچائجي ۽ انهن منجهان سهنجائيءَ سان ٻوڏ جي پاڻي وهائي سگهجي.
- سيني بئراجن، گدو بئراج، سکر بئراج ۽ ڪوٽڙي بئراج، جي درست نموني بحال رکڻ گهرجي ۽ بئراجن کي هلائڻ جا عملي اصول تيار ۽ لاڳو ڪرڻ گهرجن.
- انهن بئراجن جي ذخيري ڪرڻ جي گنجائش کي وڌائڻ لاءِ سيني دستياب ۽ عمل جوڳن فني طريقن وسيلي لٽ ڪڍڻ لاءِ ڪاتي عمل ۾ آڻڻ گهرجي.
- اڳواٽ اطلاع ڏيڻ جو نظام پوريءَ طرح تيار ڪرڻ گهرجي، جيڪو وقتائتن، تيز ۽ چٽن نياپن رسائڻ کي يقيني بڻائيندو هجي.
- مٽيءَ جي سيني قسمن کي مضبود ڪرڻ، چِپن ڪِرڻ جي عمل ۽ پاڻيءَ جي ذخيرن مان لٽ گهٽائڻ لاءِ وٽڪاري، هنگامي بنيادن تي عمل ۾ آڻڻ گهرجي.
- بندن کي درست نموني برقرار رکڻ گهرجي. 2010ع جي ٻوڏن دوران، هڪ رُوڻ ٽوڙي بند ۾ گهاري پوڻ جو ڪارڻ بڻي، جنهن بي پناهه نقصانن جو نتيجو ڏنو.
- ٻوڏن کي منهن ڏيڻ لاءِ، مقامي سطح تي، جاڳرتا اپاريندڙ مهمون متعارف ڪرائڻ گهرجن.

**سرگرمي**

ٻوڏ دوران ڪنهن ايشيائي ملڪ ۾ اڳواٽ ورتل اپائن جي باري ۾ انٽرنيٽ تي ڳولا ڪريو. ساڳئي نموني، سنڌ لاءِ هڪ بروشر تيار ڪريو،جيڪوٻوڏ جي ڪري ٿيندڙ نقصانن کي گهٽائڻ جي حڪمت عملي کي ظاهر ڪندو هجي.

**استاد لاءِ نوٽ**

استاد شاگردن کي، ايشيائي ملڪن جي نالن ياد ڪرڻ ۾ مدد ڪندا ۽ هڪ بورشر ڊيزائين ڪرڻ جي آزادي ڏيندا، پر شاگردن جي بروشر جي فني پاسن جي باري ۾ رهنمائي ڪرڻ گهرجي.

## ڊئم ڇو ٺاهيا ويندا آهن؟

ڊئم عام طرح پاڻيءَ کي ذخيري ۾ جمع ڪرڻ لاءِ تعمير ڪيا ويندا آهن، جيڪي پوءِ ڪيترن ئي مقصدن لاءِ استعمال ڪيا ويندا آهن، جهڙوڪ آبپاشي ۽ ميونسپل پاران پاڻيءَ جي فراهمي. ذخيري ۾ جمع ڪيل پاڻي، بجليءَ جي پيداوار لاءِ پڻ استعمال ڪري سگهجي ٿو. ان برقي طاقت کي توانائيءَ جو تجديد جوڳو وسيلو سمجهيو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته ذخيري جو پاڻي، جيڪو بجليءَ جي پيداوار لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي، لڳاتار پرجندو رهندو آهي.

تربيلا ڊئم

## وڏن ڊئمن جا سماجي ۽ انساني اثرَ

ڊئمن جي عالمي ڪميشن پٽاندر، گڏريل ڇهن ڏهاڪن ۾، ڊئمن 40 کان 80 لک ماڻهن کي پنهنجن اصلوڪين علائقن کي ڇڏڻ تي مجبور ڪيو آهي. اصلوڪيون، قبيلائي ۽ زرعي سان لاڳاپيل برادريون، خاص طرح، متاثر ٿيون آهن. ڊئمن، اقتصادي، ثقافتي توڙي نفسياتي طرح ماڻهن کي نقصان رسايو آهي.

تنهن کان سواءِ ڊئمن سان لاڳاپيل ڪئنالن، آبپاشيءَ جي رٿائن، روڊن رستن ۽ بجليءَ جي تارن جي وڇائڻ ۽ صنعتي ترقيءَ جي ڪري، لکين ماڻهو پنهنجين زمينن تان هٽ ڏوئي وينا آهن. ڊئمن جي اوسي پاسي جي علائقن ۾، ڪيترائي ماڻهو، پيئڻ جي صاف پاڻي، خوراڪ جي وسيلن ۽ ٻين قدرتي وسيلن تائين رسائي وڃائي وينا آهن. لکين ماڻهن، ڊئمن ۽ وڏن آبپاشي منصوبن جي ڪري بيمارين کي پڻ ڀوڳيو آهي. تنهن کان سواءِ ڊئمن جي هيٺين وهڪرن تي موجود ماڻهن، ڊئمن جي ڪري آبي تبديلين کي ڀوڳيو آهي.

**سرگرمي**

ايشيا ۾ وڏن ڊئمن خاص طرح، ڀارتي نرمدا درياهه، چيني ٿري گورجيز ڊئم منصوبن جي سماجي ۽ انساني اثرن جي باري ۾، پنجن شاگردن جي گروهه ۾ گڏجي ڪم ڪندي هڪ پوسٽر تيار ڪريو ۽ اُهو ڪلاس اڳيان پيش ڪريو.

| اثر | ٿري گورجيز ڊئم | نرمدا درياهه ڊئم |
|---|---|---|
| سماجي اثر | | |
| انساني اثر | | |

**استاد لاءِ نوٽ**

استاد، شاگردن جا مختلف گروهه ٺاهي. هر هڪ گروهه کي ٻنهي ڊئمن مان هڪ تي ڪم ڪرڻ لاءِ چيو وڃي. پر ٻنهي ڊئمن تي ڪلاس اندر ڪم ڪرايو وڃي.

## پاڪستان جو آبپاشي نظام

آبپاشي، نباتات کي همٿائڻ لاءِ انسانن جي تيار ڪيل زمين کي پاڻيءَ جي فراهمي آهي. اُها ناڪافي ۽ اڻمندائتا مينهن جو متبادل آهي ۽ فصل جي پيداوار کي وڌائڻ لاءِ انهن علائقن لاءِ بنهه گهڻو ضروري آهي، جتي پاڻيءَ جي کوٽ هوندي آهي. پاڪستان ۾، 75 سيڪڙو زرعي زمين جو دارومدار آبپاشيءَ تي آهي. پاڪستان ۾ ٽي پاڻيءَ جا مک وسيلا آهن: مينهن جو پاڻي، جر جو پاڻي ۽ درياهَ.

| درياهہ جو پاڻي | مينهن جو پاڻي | جر جو پاڻي |
|---|---|---|
| پاڪستان جي درياهن جو سراسري ساليانو وهڪرو لڳ ڀڳ 142 ملين ايڪڙ فُٽ آهي. ان مقدار جو لڳ ڀڳ 104 ملين ايڪڙ فُٽ، آبپاشي مقصدن لاءِ رکيو ويندو آهي ۽ 35 ملين ايڪڙ فٽ عربي سمنڊ ۾ وهايو ويندو آهي. | پاڻيءَ جو ٻيو وسيلو مينهن جو پاڻي آهي. سنڌوءَ جي طاس وارا زرعي علائقا سراسري طرح 40 ملين ايڪڙ فٽ پاڻي ساليانو انهيءَ وسيلي مان حاصل ڪن ٿا. | ٽيون وسيلو زمين هيٺ يا جر جو پاڻي آهي. جيڪي ملڪ جي پاڻيءَ جي گهرج جو لڳ ڀڳ 40 سيڪڙو فراهم ڪن ٿا. |

## پاڪستان ۾ آبپاشيءَ جا وسيلا

اسان جي ملڪ جي مختلف علائقن ۾ هيٺيان آبپاشيءَ جا وسيلا عمل ۾ آهن.

### 1. کوهہَ ۽ ٽيوب ويل

کوهہ آبپاشيءَ جو روايتي طريقو آهي ۽ اُهو درياهن جي اوسي پاسي جي ايراضين ۾ عام آهي، جتي زمين هيٺ پاڻيءَ جي سطح مٿي هوندي آهي. اُهي اهڙن ميدانن ۾ موجود ملندا آهن، جتي ڪئنالن جو پاڻي دستياب نہ هوندو آهي ۽ پاڻيءَ جي سطح اُنهن جي تعمير لاءِ مناسب نموني مٿي هوندي آهي. ٻئي پاسي، ٽيوب ويل اتي استعمال ۾ آندا ويندا آهن، جتي پاڻيءَ جي سطح هيٺاهين هوندي آهي ۽ بجلي سستي اگهہ تي دستياب هوندي آهي. ٽيوب ويل آبپاشيءَ جو جديد طريقن مان هڪ آهي.

## 2. ڪئنالَ ۽ ڪئنالي سرشتو

سنڌو درياهہ جو آبپاشي نظام، دنيا جي آبپاشي نظامن مان سڀ کان وڏو نظام آهي. پاڪستان جي زرعي زمين جو لڳ ڀڳ ٽي ڀاڱي چار حصو، انهيءَ ڪئنال سرشتي هيٺ اچي ٿو. هن وقت، انهيءَ سرشتي ۾ 3 وڏا ڊئم ۽ 85 ننڍا ڊئم آهن. اُنهن ڊئمن کي 19 بئراج ضابطي ۾ رکن ٿا. هن سرشتي ۾ 57 ڪئنال شامل آهن. انهن منجهان 12 لنڪ ڪئنال آهن ۽ 45 ٻيا ڪئنال آهن. لنڪ ڪئنال، پاڻيءَ جي وهڪري کي وڌائڻ لاءِ، هڪ درياهہ کان ٻئي درياهہ تائين پاڻي فراهم ڪندا آهن. مرالہ راوي لنڪ ڪئنالن مان هڪ آهي. پاڪستان ۾، ڪئنالَ، آبپاشيءَ جي سڀ کان معروف طريقن ۾ شامل آهن، ڇاڪاڻ تہ اُهي سستي اگهہ تي جهجهو پاڻي فراهم ڪن ٿا. ملڪ ۾ موجود ڪئنال، هيٺين قسمن ۾ ورهائي سگهجن ٿا:

| سدائين وهندڙ ڪئنال | اهي ڪئنالَ، ڊئمن ۽ بئراجن منجهان، سڄو سال پنهنجي ڪمانڊ ۾ پوندڙ علائقن کي پاڻي فراهم ڪندا آهن. اسان جي ملڪ جا گهڻا ڪئنال ان قسم جا آهن. |
|---|---|
| وقتي ڪئنال | اهي ڪئنال رڳو مينهن جي مند وهندا آهن ۽ سياري جي مند بند ڪيا ويندا آهن، تڏهن جڏهن درياهن ۾ جهجهو پاڻي موجود ناهي هوندو. |
| ٻوڏ وارا ڪئنال | اهي ڪئنال رڳو مينهن جي مند دوران ڪم ڪندا آهن، جڏهن درياهن ۾ پاڻي جهجهو هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪوبہ ڊئم يا بئراج انهن جي مُنڍ تي تعمير نہ ڪري سگهبو آهي. اُهي ٻوڏ جي پاڻيءَ کي گهٽائڻ ۽ علائقن کي ڪيترن ئي خطرن کان بچائڻ ۾ مدد ڪندا آهن. سنڌو ۽ چناب درياهن جا ڪيترائي پراڻا ڪئنال ان قسم جا آهن. |
| ڪاريز | ننڍين زير زمين ڪئنالن کي ڪاريز چيو ويندو آهي. اُهي اُهو پاڻي کڻندا آهن، جيڪو زمين ۾ جذب ٿيل هوندو آهي يا جبلن جي بنيادن ۾ موجود هوندو آهي ۽ اُهو پاڻي اُهي زمينن ڳوٺن کي فراهم ڪندا آهن. جيئن تہ ڪئنال زير زمين هوندا آهن، تنهنڪري انهن جو پاڻي ٻاڦ بڻجي ضايع ٿيندو آهي. ڪوئيٽا ۽ پشين ضلعن ۾ اهڙا ڪئنال عمل ۾ آهن. |

## سم ۽ ڪلر

سم ۽ ڪلر مکيہ نموني پاڪستان ۾ ڪئنالن تي هلندڙ آبپاشيءَ جو نتيجو آهي. سدائين وهندڙ ڪئنالن کي متعارف ڪرائڻ جي ڪري پاڻي سڄو سال دستياب هوندو آهي. ان جي نتيجي ۾ زمين هيٺ پاڻيءَ جي سطح مٿي ٿيندي آهي، جنهن کي سم چيو ويندو آهي ۽ متاچري مٽيءَ ۾ لوڻ پڻ ايري اچي ٿو. زمين هيٺ پاڻيءَ جي ايريل سطح واري متاچري ڏانهن مٽيءَ ۾ لوڻ پڻ ايري اچي ٿو. نتيجي ۾، پاڻي ٻاڦ بڻجي اڏري وڃي ٿو ۽ پوئتان لوڻيانا زميني ٽڪرا رهجي وڃن ٿا، تن کي ڪلر چئبو آهي. سم ڪلرَ، پاڪستان جي زرعي زمين جا لڳ ڀڳ 35 لک هيڪٽرمتاثر ڪيا آهن ۽ اُها زراعت لاءِ بيڪار بڻجي ويئي آهي.

## سِم ۽ ڪلر جا حل

سم ۽ ڪلر جي مسئلي جي حل لاءِ، هيٺيان تدارڪي اپاءَ ونئا هوندا آهن:

- پاڻيءَ جي سيمي کي قابوءَ ۾ رکڻ لاءِ ڪئنال کي (سيمينٽ سان) پڪو ڪرڻ.
- ڪئنالَ عارضي طرح بند ڪيا ويا وڃن ۽ گهرج پٽاندر کوليا وڃن. ايئن ڪرڻ سان مٿي پاڻي گهٽ چُهندي.
- ٽيوب ويل اتي لڳايا وڃن، جتي زمين هيٺ پاڻيءَ جي سطح وڌيڪ هيناهين آهي، چاڪاڻ تہ ايئن ڪرڻ سان پاڻي تيزيءَ سان ۽ جهجهي مقدار ۾ ٻاهر نڪري ٿو. بيدمشڪن جا وڻ لڳائجن، چاڪاڻ تہ انهن جون پاڙون گهٽو هيٺ وڃي وڌيڪ پاڻي جذب ڪن ٿيون ۽ اُهي ٻوٽا لوڻياني پاڻيءَ ۾ پاڻ جالي سگهن ٿا.

**سرگرمي**

1. پنهنجي علائقي يا ڳوٺ جي بنجر زمين جو دورو ڪريو ۽ آبادگارن کان سم ۽ ڪلر جي ڪارڻن بابت پڇيو.
2. اُنهن کان اهو بہ پڇيو تہ پاڪستاني حڪومت، سنڌ ۾ سم ۽ ڪلر جي مسئلي سان نبرڻ لاءِ ڪهڙا تدارڪي اپاءَ ورتا آهن. ڪارڻن ۽ حلن جا پوسٽ ڪارڊ ناهيو ۽ ڪلاس ۾ انهن تي روشني وجهو.

**استاد لاءِ نوٽ**

جيڪڏهن ممڪن آهي تہ استاد هڪ دوري جو انتظام ڪري. ٻيءَ صورت ۾، اهي شاگرد، جن اهڙن مسئلن ۽ انهن جي حلن جو مشاهدو ڪيو آهي، پنهنجي ڄاڻ، تجربو يا مشاهدا پنهنجن ڪلاسي ساٿين سان ونڊين.

## ٽيوب ويل ٽيڪنالاجيءَ جا عملَ/ فائدا

ٽيوب ويل ٽيڪنالاجيءَ جا مک عمل/فائدا هيٺيان آهن:

ٽيوب ويل

- ٽيوب ٽيڪنالاجي، مشيني طريقي سان جر جي پاڻيءَ کي ٻاهر ڪڍڻ لاءِ استعمال ڪئي ويندي آهي.
- ان جو دائره ڪار وڏيڪ وڏو آهي. اُها وڏيڪ تيزيءَ سان پاڻي ڪڍي ٿي. ٽيوب ويلن وسيلي حاصل ڪيل پاڻي، وسيع تر ايراضيءَ تائين آٽي سگهجي ٿو.
- اِهو آبپاشيءَ جو پروسي جوڳو وسيلو آهي.
- اُهو سڄي سال دوران زمينن کي پاڻي فراهم ڪري سگهي ٿو.
- ٽيوب ويلن جي مدد سان اُهي علائقا به فصل اپائي سگهن ٿا، جتي مينهن گهٽ پون ٿا.
- ٽيوب ويل کي لڳائڻ ۾ گهٽي جاءِ نہ والاريندا آهن.
- اُهي وقت بچائيندا آهن، چاڪاڻ تہ اهي تيزيءَ سان تعمير ڪري سگهجن ٿا.
- عمومي طرح، ٽيوب ويلن جي وسيلي سٺي معيار جو پاڻي حاصل ڪري سگهجي ٿو.

**سرگرمي**

آبادگارن کان پڇڻ ذريعي، ٽيوب ويلن جي وڌيڪ فائدن ۽ نقصانن جي کوجنا ڪريو ۽ تبديل ٿيندڙ آبپاشيءَ جي مشق جي باري ۾ آبادگارن لاءِ هڪ پمفليٽ تيار ڪريو. انٽرنيٽ تي ڳولا ڪرڻ وسيلي اوهان کي انهن مشقن جي فائدن ۽ مسئلن جي نشاندهي ڪرڻ گهرجي ۽ انهن کي ڪلاس اڳيان پيش ڪرڻ گهرجي.

**استاد لاءِ نوٽ**

شاگردن کي جديد آبپاشيءَ جي لاڙن جي باري ۾ ٻڌايو ۽ کين همٿايو تہ اهي انهن لاڙن جي فائدن کي ڳولي لهن.

## ساموندي طوفان ڇا آهن؟

طوفان اک سان

ساموندي طوفان وڏو طوفاني نظام آهي، جيڪو شديد هوائن جي گولائيءَ يا دائري ۾ ڦرندڙ نظام رکندو آهي. گهٽ فضائي دٻاءَ واري علائقي ۾ اِهي گولائيءَ ۾ ڦرندڙ هوائون گهلنديون آهن ۽ ڳرن نقصانن جو ڪارڻ بڻجنديون آهن. ساموندي طوفان ۾ هڪ اک هوندي آهي. اصل ۾ اُها هڪ اهڙي هوا واري جاءِ هوندي آهي، جتي ڪي بہ ڪڪر ناهن هوندا. اُها جاءِ ڪي ڏهاڪا ڪلوميٽرن جي قطر ۾ هوندي آهي. طوفان کي همٿائڻ واري توانائي، گرم ساموندي پاڻيءَ

جي ٻاڦ مان اچي ٿي. پاڻيءَ جا بخارَ، اڪ جي پاسن سان گڏ، طوفان جي چوٽيءَ ڏانهن اپرن ٿا ۽ پوءِ ڳتجي ڪڪر ٿي پون ٿا. وڏيڪ گرم سامونڊي پاڻي وڏيڪ طاقتور طوفان پيدا ڪندو آهي، جيڪي اُسري ”سُپر“ يا بنهه وڏو سامونڊي طوفان ٿي سگهي ٿو.

## ڇا اوهين ڄاڻو ٿا؟

”هريڪين“، سائڪلون ۽ ٽائفون، سڀ خط استوائي طوفان آهن. اُهي پنهنجيءَ نوعيت ۾ ساڳيا ئي آهن، پر اُنهن کي مختلف نالا ڏنا ويا آهن، جن جو دارومدار، ان جاءِ تي هوندو آهي، جتي اُهي ظاهر ٿيندا آهن.

هريڪين اهڙا خط استوائي طوفان آهن، جيڪي اتر ائٽلانٽڪ ۽ مها ساگر ۽ ڏورانهين پئسيفڪ سمنڊ ۾ نهندا آهن.

سائڪلون ڏکڻ پئسيفڪ ۽ هندستاني مهاساگر ۾ جنم وٺندا آهن.

ٽائفون اتر ـــ اولهه پئسيفڪ مهاساگر ۾ پيدا ٿيندا آهن.

### سرگرمي

هيٺ ڏنل نقشو ڏسو ۽ ايشيا ۾ اهڙن ملڪن جي نشاندهي ڪريو، جيڪي طوفانن جي خطري ۾ آهن. انهيءَ سمنڊ يا مهاساگر جو نالو لکو، جتي اُهي طوفان جنم وٺن ٿا.

**استاد لاءِ نوٽ:** استاد شاگردن کي ايشيا جي بيهڪ واري جاءِ کي ياد ڪرڻ ۾ مدد ڏئي .

## پاڻيءَ جي گدلاڻ

پاڻيءَ جي گدلاڻ

پاڻيءَ جي گدلاڻ پاڻيءَ جي جسمن جهڙوڪ: ڍنڍون، درياهه، سمنڊ، زير زمين پاڻيءَ جو تهه ۽ زير زمين پاڻي، جي آلودگي آهي. جڏهن خراب مادا، صاف ڪرڻ جي عمل مان گذارڻ کان سواءِ، سڌيءَ يا اڻسڌيءَ طرح، پاڻيءَ جي جسمن ۾ وهايا ويندا آهن تہ اُهي پاڻيءَ ۾ گدلاڻ پيدا ڪندا آهن ۽ انهيءَ کي پاڻيءَ جي گدلاڻ چئبو آهي.

**سرگرمي**

1. اُنهن طريقن جي نشاندهي ڪريو، جن جي ڪري اوهان جي برادريءَ ۾ پاڻي گدلو ٿئي ٿو.
2. 4 يا 6 شاگردن جي گروهہ ۾ گڏجي ڪم ڪريو ۽ تجويز ڪريو تہ اوهان جي علائقي ۾ پاڻي ڪيئن گدلو ٿئي ٿو.
3. ان تي ڳالهہ ٻولهہ ڪريو تہ اوهان جي ڪٽنب جا ڀاتي ڪٿي ڪم ڪن ٿا. اُهي اتي پاڻيءَ جي گدلاڻ کي گهٽائڻ لاءِ ڪهڙو ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا؟

**استاد لاءِ نوٽ:**

شاگردن کي همٿايو تہ اهي پنهنجن ماءُ پيءُ جي پيشن جي باري ۾ ٻڌائين ۽ اُنهن کي انٽرويو ڪرڻ لاءِ چئو. ماءُ پيءُ کي اهو ٻڌائڻ گهرجي تہ انهن جو پيشو پاڻيءَ جي گدلاڻ کي قابوءَ ۾ رکڻ لاءِ ڪيئن مددگار ٿي سگهي ٿو.

2001ع ۾ سنڌ ۾ ڏڪار جو منظر

## ڏڪار ڇا آهي؟

ڏڪار جي تشريح ڪنهن جاءِ تي، وڏي پئماني جي گرميءَ سان گڏ، وڏي عرصي تائين پاڻيءَ جي اڻهوند واري حالت طور ڪئي ويندي آهي، جتي حالتون، عام حالتن جي ڀيٽ ۾، اعتدال ۾ نہ هونديون آهن.

## ڏڪار جا سبب

### مينهن يا برف پوڻ جي اڻاٺ

ڏڪارَ تڏهن واقع ٿين ٿا، جڏهن امڪاني مينهن يا برف پوڻ جي اڻهوند ٿي هجي.

## متاڇري تي وهندڙ پاڻي

ڪي علائقا متاڇري جي پاڻيءَ (واهن ۽ درياهن) تي ورڇيل هوندا آهن. جيڪڏهن اِنهن متاڇرائي پاڻين جا ماخذ متاثر ٿين ٿا ته متاڇري تي موجود پاڻي سُڪي يا خشڪ ٿي سگهن ٿا. مثال طور: پاڪستان ۾ اتر ــ اوڀر پنجاب 1950ع واري ڏهاڪي جي شروعات ۾، ڀارت کان پاڻيءَ جي روڪ جي نتيجي ۾، ڏڪار کي ڀوڳيو. آبي برقي ڊئمَ ۽ آبپاشي نظامَ اهڙيون اقتصادي سرگرميون آهن، جيڪي هينين علائقن ڏانهن پاڻيءَ جي وهڪ جي مقدار کي گهٽائي سگهن ٿا.

## انساني عنصر

ٻيلا پاڻيءَ جي ڦيري ۾ ڪليدي ڪردار ادا ڪندا آهن. اُهي پاڻيءَ جي ٻاڦ ۾ تبديل ٿيڻ کي گهٽائڻ ۽ پاڻيءَ کي ذخيري ڪرڻ ۾ مدد ڪندا آهن ۽ پڻ ٻخارن جي خارج ڪرڻ جي صورت ۾ فضا ۾ نمي پيدا ڪرڻ ۾ ڪردار ادا ڪندا آهن. جڏهن وڻ وڍيا ويندا آهن، ته متاڇري تي موجود پاڻي ٻاڦ ٿي اڏامڻ لاءِ وائکو ٿي پوندو آهي. وڻن جي واڍي، زمين جي پاڻيءَ کي قابوءَ ۾ رکڻ واري اهليت کي گهٽائي ٿي ۽ ان کي صحرائجڻ جي عمل جي واقع ٿيڻ لاءِ سهنجو بڻائي ڇڏي ٿي.

> **ڇا اوهين ڄاڻو ٿا؟**
>
> صحرائجڻ هڪ اهڙو عمل آهي، جيڪو زرخيز زمين کي صحرا ۾ تبديل ڪري ڇڏيندو آهي.

## گلوبل وارمنگ يا عالمي گرمي

اِها ڳالهه رڪارڊ جي آهي ته انسان، عملن ماحول ۾ گرين هائوس گئسن کي وڌيڪ داخل ڪرڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو آهي. جن وڌيڪ گرم حرارتن جو نتيجو ڏنو آهي، جيڪي وڌيڪ خشڪيءَ جو انجام ۽ اثر ڪٽي آيون آهن. اِهي حالتون ڏڪار وارين حالتن کي وڌيڪ تيز ڪرڻ جو لاڙو پڻ رکن ٿيون.

**خلاصو**

هن باب ۾، اوهان اِهو اڀياس ڪيو ته تازي پاڻي هر قسم جي حياتي خاص طرح انسانن لاءِ لازمي آهي. پاڻيءَ جو ڦيرو، پاڻيءَ کي سمنڊ ڏانهن واپس موٽائي ٿو، پر اُهو معيار ۽ مقدار ۾ ساڳيو نه هوندو آهي. اُهو درياهي نظام کي پڻ متاثر ڪري ٿو. هر درياهه جي وهڪرن جا ٽي قسم هوندا آهن ۽ هر وهڪري جي اهڃاڻ ۽ ڪم يا عمل الڳ هوندا آهن. تنهن کان سواءِ، پاڻيءَ سان لاڳاپيل ڪيترائي مسئلا آهن، جيئن خط استوائي طوفانَ، ٻوڏون ۽ انساني زندگيءَ تي ڏڪار جا اثر.

## باب جي پڄاڻيءَ جي مشق

### پنهنجيءَ ڄاڻ ۽ سمجهه جو جائزو وٺو

**هيٺيان خال ڀريو**

i. اُهو عمل، جتي پاڻي ٻاڦ ۾ تبديل ٿيندو آهي، تنهن کي ________ چيو ويندو آهي.
ii. اُهو عمل، جتي پاڻي ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي وهي هلندو آهي، تنهن کي ________ طور ڄاتو ويندو آهي.
iii. پاڪستان ۾ ڪي مک پاڻيءَ جا وسيلا مينهن جو پاڻي، ________ ۽ درياهه جو پاڻي آهن.
iv. نباتات کي زور وٺائڻ لاءِ زمين تائين پاڻيءَ جي هترادو فراهميءَ کي ________ چئبو آهي.
v. موسمي اثر اهڙو عمل آهي، جنهن ۾ ________

**هيٺين سوالن جا جواب ڏيو.**

i. پنهنجن لفظن ۾ پاڻيءَ جي ڦيري کي تصويرن سان بيان ڪريو.
ii. ٻوڏون ڪيئن اينديون آهن؟ اُهي طريقا ٻڌايو، جيڪي انهن کي گهٽائڻ لاءِ اختيار ڪري سگهجن ٿا.
iii. ماڻهو ڪيئن پاڻيءَ جو استعمالُ ڪن ٿا ۽ ان کي گدلو بڻائين ٿا؟
iv. هيٺين اصطلاحن جي تشريح ڪريو.
الف. کاڌ ب. منتقلي پ. جمع ٿيڻ
v. هيٺين جي ڀيٽ ڪريو:

| مٿيون وهڪرو | وچولو وهڪرو | هيٺيون وهڪرو |
|---|---|---|
| | | |

### پنهنجي تحقيقي ۽ تفتيشي مهارتن جو استعمال ڪريو

انٽرنيٽ تي ايشيا ۾ اهڙن علائقن جي باري ۾ ڳولا ڪريو، جيڪي هيٺين قدرتي آفتن مان متاثر ٿيون آهن:

| نمبر | ٻوڏون | طوفان |
|---|---|---|
| | | |
| | | |

**استاد لاءِ نوٽ**

شاگردن کي انسائيڪلوپيڊيا، انٽرنيٽ ۽ اخبارن کي استعمال ڪرڻ تي همٿايو. پنهنجي ڪلاس ۾ اخبارن کي استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو ۽ انهن مان ڄاڻ حاصل ڪريو. جيڪڏهن اسڪول وٽ وسيلا آهن ته شاگردن جي سِکيا کي وڌائڻ ۽ انهن ۾ جاگرافيءَ لاءِ دلچسپي پيدا ڪرڻ لاءِ، ڪين پاڻيءَ ۽ ان سان لاڳاپيل موضوعن تي وڊيوز پڻ ڏيکاري سگهجن ٿيون.

# باب چوٿون لڏيندڙ اڏيندڙ ماڻهو ـ لڏپلاڻ ۽ آبادڪاريون

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- دنيا جي نقشي تي مک آباديءَ وارا علائقا ۽ اُنهن علائقن جا طبعي اهڃاڻ ڳولڻ.
- آباديائي ورڇ ۽ طبعي ماحول وچ ۾ لاڳاپي جي وضاحت ڪرڻ.
- لڏپلاڻ ۽ ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ داخل ٿيڻ جي وضاحت ڪرڻ ۽ ٻنهي ۾ فرق ڄاڻائڻ.
- ٻين ملڪن ڏانهن لڏپلاڻ جي ڪارڻن ۽ اُنهن ملڪن جي نشاندهي ڪرڻ، جن ڏانهن پاڪستاني هجرت ڪن ٿا.
- اُنهن ملڪن ۽ ڪارڻن جي نشاندهي ڪرڻ، جن جي ڪري ماڻهو پاڪستان ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي (مثال طور، 1947ع کان 1950ع تائين، جي لڏپلاڻ ۽ 1980ع ۾ افغانستان مان لڏپلاڻ)
- پنهنجيءَ برادريءَ مان اُهي ڪٽنب ڳولڻ، جيڪي لڏپلاڻ ڪري آيا ۽ اِهو ڄاڻڻ ته اُهي ڇو ۽ ڪٿان لڏي آيا آهن.
- رضاڪاراڻي ۽ زور زبردستيءَ واري هجرت وچ ۾ فرق بيان ڪرڻ.
- اصطلاح "پناهگير" جي تشريح ڪرڻ.
- ڪارڻ ڄاڻائڻ ته ڇو پناهگير پنهنجا اصلوڪا گهر ڇڏڻ تي مجبور ڪيا ويندا آهن.
- ڪارڻ ڄاڻائڻ ته ڇو ماڻهو هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ ڏانهن لڏي سگهن ٿا.
- ٻهراڙين مان شهرن ڏانهن لڏپلاڻ جي تشريح ڪرڻ.
- ٻهراڙين مان لڏپلاڻ تي مجبور ڪندڙ ۽ شهرن مان لڏپلاڻ تي مجبور ڪندڙ عنصرن جي وضاحت ڪرڻ.
- واضح ڪرڻ ته ڪيئن لڏپلاڻ، مختلف ملڪن تي اثر ڇڏي ٿي.
- آبادڪاريءَ جي اصطلاح جي تشريح ڪرڻ ۽ آبادڪاريءَ جي مختلف قسمن جي نشاندهي ڪرڻ.
- آبادڪاريءَ جي اوسر جي فائدن ۽ مسئلن تي بحث ڪرڻ.
- اُنهن عنصرن جي نشاندهي ڪرڻ، جيڪي آبادڪاريءَ جي ماڳ تي اثرانداز ٿين ٿا.
- بيان ڪرڻ ته ڪيئن اوائلي آبادڪاريءَ لاءِ ماڳ چونڊيا ويا.
- آبادڪاريءَ جي مختلف طريقن ( مثال طور، ڇڙ وڇڙ، گروهي، قطاريل) کي بيان ڪرڻ.
- آبادڪارين جي مختلف ڪارگذارين جي وضاحت ڪرڻ.
- بيان ڪرڻ ته ڪيئن آباڪاريون تبديل ٿين ٿيون.
- ماڳ جي نقشي تان آبادڪاريءَ لاءِ بهترين ماڳ جي نشاندهي ڪرڻ، ڪنهن سهمت پٽي تي پهچڻ ۽ فيصلو پيش ڪرڻ.

## تعارف

هن باب ۾ اوهين سکندا ته ماڻهو، هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ ڏانهن ڇو لڏيندا آهن ۽ اوهان کي انساني آبادين جي تصورن کان واقف ڪرايو ويندو. اوهين لڏپلاڻ، ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ داخل ٿيڻ ۽ ترڪ وطن جا تصور سکندا. اوهان کي انڊونيشيا ۽ شام ۾ تازو ئي ماڻهن جي چرپر کان واقفيت ڪرائي ويندي. هيءُ باب اوهان کي شهري توڙي ٻهراڙيءَ جي آبادڪارين جي تصورن، آبادڪاريءَ جي قسمن (گروهي، ڇڙوڇڙ، قطاريل) ۽ ڪيئن آبادڪاريون ڳوٺن، ننڍن شهرن ۽ وڏن شهرن ۾ تبديل ٿين ٿيون، کي سمجهڻ ۾ مدد فراهم ڪندو. آبادڪارين جي مختلف ڪارگذارين کي پڻ بحث هيٺ آندو ويندو. اوهين ڪنهن خاص آبادڪاريءَ ۾ رهندڙ ماڻهن جي مک ڪمن کي پرکيندا.

| ملڪ | آبادي (ملين ۾) |
|---|---|
| چين | 1,338 |
| هندوستان | 1,189 |
| امريڪ | 310 |
| انڊونيشيا | 235 |
| برازيل | 193 |
| پاڪستان | 185 |
| بنگلاديش | 164 |
| نائيجريا | 158 |
| روس | 142 |
| جاپان | 127 |

گهٽيءَ آباديءَ وارا ڏهه ملڪ

مٿي ڏنل دنيا جي نقشي ۾، اوهين ڪنڊ ڏسي سگهو ٿا ۽ اوهين وڏي پئماني تي ڳتيل ملڪن جي نشاندهي ڪري سگهي ٿا. پوئين باب ۾، اوهان پيرائتي نموني ايشيا جي طبعي اهڃاڻن جي باري سکيو آهي. هن باب ۾ اوهين آباديءَ جي حجم ۽ طبعي ماحول وچ ۾ رابطن ڪي ڄاڻي سگهندا.

اِها ڳالهه اوهان جي ڌيان ۾ ايندي ته گهڻا ماڻهو جڏهن رهڻ جي هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ ڏانهن لڏيندا آهن ته جنهن جاءِ تي اُهي پناهه وٺندا آهن، اُتان جي آبادي گهاٽي ٿي ويندي آهي. هيٺ ڏنل جدول (ٻئي صفحي تي)، طبعي عنصرن جي ڪري آباديءَ جي بنهه گهٽي گهاٽائيءَ جي وضاحت ڪري ٿي.

| طبعي عنصر | آباديءَ جي بنهہ گھٽجي گھاٽائي |
| --- | --- |
| زميني سطح (شڪل ۽ زمين جي اوچائي | آباديءَ جي گھاٽائيءَ وارن علائقن ۾، زمين گھڻي ڀاڱي سڌي ۽ هيٺاهين هوندي آهي، جيڪا آبادڪاريءَ جي وڌڻ ڪي همٿائيندي آهي. اهڙي زمين تعمير لاءِ سهنجي هوندي آهي ۽ اُتي ساما‌ن سولائيءَ سان اچي وڃي سگھندو آهي. آباديءَ جي گھٽ گھاٽائيءَ وارن علائقن ۾، زمين گھڻي ڀاڱي ناهموار، لاهياري ۽ ساموندي سطح کان مٿي هوندي آهي. هيٺاهين زمين سڌي هوندي آهي، جيئن ڀارت ۾ گنگا ماٿري. |
| وسيلا | وسيلن (جهنڊوڪ، ڪوئلو، تيل، ڪاٺ ۽ ماهيگيري) سان مالامال علائقا گھڻيل نموني آباد ٿيڻ ڏانهن لاڙو رکندڙ هوندا آهن، جيئن اولهہ يورپ. |
| آبهوا | اُها آبهوا، گھڻي ڀاڱي، سڀ کان وڏي آباديائي اوسر کي زور وٺرائيندي آهي، جيڪا بنهي رُخن کان گھڻي انتها تي رسيل ناهي هوندي. گرم آبهوا وارن علائقن ۾ گھڻيل آباديءَ جو لاڙو موجود هوندي آهي، ڇاڪاڻ تہ اُنهن ۾ گھڻا مِينهن ۽ گرمي فصلن کي تيار ڪندا آهن. مثال طور، برطانيہ. |
| نباتات | جيڪڏهن نباتات هيٺ ٻيلن هوندي آهي، ان کي ختم ڪرڻ سهنجو هوندي آهي، تنهنڪري اُها آبادڪاريءَ کي همٿائيندي آهي. |
| پاڻي | پاڻيءَ جي صاف شفاف فراهميءَ تائين رسائي، ڪنهن علائقي جي آباديءَ جي گھاٽائيءَ جي تعين ۾ ضروري هوندي آهي. جتي پاڻيءَ جي رسد بهتر هوندي، اُتي آبادين ۾ گھاٽايون ڏنيون وينديون. |
| مٽي | جيڪڏهن زمين شاهوڪار ۽ زرخيز آهي تہ اڪثر ڪري آباديءَ جي گھاٽائي گھڻي هوندي آهي، ڇاڪاڻ تہ ماڻهو سنا فصل پيدا ڪرڻ جي لائق هوندا آهن. |

## آبادي ۽ فطري ماحول

اهو انصاف نہ هوندو تہ ماحول جي بگاڙ لاءِ، سڄو الزامُ آباديءَ تي مڙهجي. ماحول کي بگاڙڻ جا ڪي ٻيا دخل ڏيندڙ عنصر آهن، جنهن ۾ قدرتي وسيلن جي وڏي پئماني تي کپت، وڌندڙ صنعتڪاري ۽ اڻ نهڪندڙ حڪومتي پاليسيون شامل آهن.

**سرگرمي**

اوهان جي علائقي ۾ موجود قدرتي ۽ انسانن جي تيار ڪيل وسيلن جا نالا لکو.

قدرتي 1) ________ 2)__________ 3)__________ 4)___________

انسانن جا تيار ڪيل 1) ________ 2)_________ 3)__________ 4)________

پنهنجي عملن جي تياريءَ ۾ مدد ماڻڻ لاءِ هن لکت کي پڙهو:

گھڻا ماڻهو گھڻا وسيلا گھُرن ٿا ۽ گند ڪچرو پيدا ڪن ٿا. ڇڻي نموني، وڌندڙ آباديءَ جي چئلنجن مان اهو هڪ آهي تہ گھڻن ماڻهن جي موجودگي، محدود انگ ۾ وسيلا ونڊي ٿي، جنهن جي ڪري ماحول تي طلب جو بار پوي ٿو.

## عالمي ماحول تي لڏپلاڻ جا اثر

ڌرتيءَ جي آبادي، وڏي پيماني تي پئي وڌي آهي. ڪيترن ئي حوالن کان، اِها انسانيت لاءِ هڪ خوشخبري آهي. ٻارن جي موت جي شرح گھٽجي رهي آهي، زندگيءَ ۾ اميد وڌي رهي آهي ۽ ماڻهو، سراسري طرح، تاريخ جي هر ڪنهن زماني کان وڌيڪ صحتمند آهن ۽ وڌيڪ بهتر نموني پلجن ٿا. تنهن هوندي به، ساڳئي زماني ۾، عالمي ماحول ۾ تبديليون وڌڻ شروع ٿيون آهن. هيٺ ڏنل جدول اوهان جي تبديلين کي سمجھڻ ۾ مدد ڏيندي:

| اهڃاڻ | تبديليون |
|---|---|
| جاگرافي | آبهوائي تبديلي ۽ زمين جي استعمال ۾ تبديلي |
| ماحول | گدلاڻ وڌي آهي |
| اقتصاديات | وسيلا گھٽجي رهيا آهن |
| سماجي | ثقافتي انضمام وڌي رهيو آهي |
| ٽيڪنالاجي | مشينون انساني سگھه تي حاوي ٿي ويون آهن |

**سرگرمي**

هيٺ ڏنل جدول کي پڙهو ۽ اُن علائقي جي ماحول کي سڌارڻ لاءِ عمل لکو، جتي اوهين رهو ٿا.

| ماحول تي اثر | آباديءَ جي ورڇ | عملَ آئون/اسين وٺي سگھان ٿو/ٿا |
|---|---|---|
| طرز زندگي ۽ کپت جا طريقا | گھڻي آباديءَ وارا علائقا – وڏا شهر | |
| | ٿوري آباديءَ واري علائقا – ڳوٺ ۽ ننڍا شهر | |
| گرين هائوس گئسن جا اخراج گھٽجن ٿا (عالمي گرمي) | گھڻي آباديءَ وارا علائقا – وڏا شهر | |
| | ٿوري آباديءَ واري علائقا – ڳوٺ ۽ ننڍا شهر | |
| وسيلن تي دٻاءُ جھڙوڪ پاڻي، خوراڪ ۽ توانائي | گھڻي آباديءَ وارا علائقا – وڏا شهر | |
| | ٿوري آباديءَ واري علائقا – ڳوٺ ۽ ننڍا شهر | |
| گدلاڻ ٻيلن جو ختم ٿيڻ | گھڻي آباديءَ وارا علائقا – وڏا شهر | |
| | ٿوري آباديءَ واري علائقا – ڳوٺ ۽ ننڍا شهر | |

## لڏپلاڻ، ترڪ وطن ۽ ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ داخل ٿيڻ

جڏهن ماڻهو، رهڻ جي هڪ جاءِ ڪان ٻي جاءِ ڏانهن رهڻ لاءِ وڃن ٿا تہ ان کي لڏپلاڻ چئبو آهي. لڏپلاڻ، شايد، ايتري پراڻي آهي، جيتري انسانذات پاڻ آهي. تنهن هوندي بہ، تڪڙي ترقيءَ ۽ آباديءَ جي دٻاءَ، لڏپلاڻ جي ڪارڻن کي تبديل ڪري ڇڏيو آهي.

ڪيترائي ماڻهو ملڪ جي جاگرافيائي حدن اندر، بهتر نوڪري يا سماجي حيثيت لاءِ لڏپلاڻ ڪن ٿا، انهيءَ کي "چونڊيل لڏپلاڻ" چئبو آهي. ترڪ وطن، ڊگهي عرصي لاءِ ۽ هميشہ لاءِ ملڪ ڇڏڻ کي چيو ويندو آهي. جڏهن تہ ٻئي ڪنهن ملڪ ۾ داخلا، ڪنهن ملڪ ۾ ڊگهي عرصي تائين ۽ مستقل نموني داخل ٿيڻ کي چئبو آهي. ڪي اهڙا ماڻهو آهن، جن کي حڪومتون، عارضي طرح، فوجي آپريشنن، قدرتي آفتن يا ٻئي ڪنهن سياسي سبب جي ڪري لڏڻ تي مجبور ڪنديون آهن، اُنهيءَ کي زوري لڏپلاڻ چيو ويندو آهي. اهڙن تحرڪن کي داخلي طرح تڙيل ماڻهو (IDPs) چيو ويندو آهي. جيڪي ماڻهو پنهنجي اباڻي وطن مان جنگ، دهشت واري صورتحال ۽ غيريقيني حالتن جي ڪري لڏپلاڻ آهن، تن کي پناهگير چيو ويندو آهي.

**سرگرمي**

بحث ڪريو ۽ ترڪ وطن ۽ ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ داخل ٿيڻ جي تصورن وچ ۾ فرق ڄاڻايو، ۽ پڻ ڪلاس ۾ رضاڪاراڻي ۽ زوري لڏپلاڻ جي باري ۾ بحث ڪريو ۽ اُهو ڪلاس اڳيان پيش ڪريو.

**استاد لاءِ نوٽ**

استاد کي گهرجي تہ شاگردن جا گروهہ ناهي ۽ کين ترڪ وطن ۽ ٻئي ملڪ ۾ داخل ٿيڻ جي فائدن ۽ نقصانن جي باري ۾ بحث کي مشغول ڪري.

## لڏپلاڻ جا ڌڪيندڙ ۽ ڇڪيندڙ عنصر

اِها هڪ اهڙي حالت آهي، جنهن ۾ ماڻهو انهيءَ جاءِ تان لڏڻ لاءِ مجبور ڪيا ويندا آهن، جتي اُهي رهندا آهن. مثال طور، صحت جي خرابي، نوڪرين يا رهڻ لاءِ بهتر سهولتن جي اڻهوند. ڌڪڻ جي ابتڙ تي حالت آهي: ڇڪڻ، جنهن مان مراد هيءَ آهي تہ اهي ماڳ، جيڪي ماڻهن کي بنيادي سهولتن، جهڙوڪ، بجلي، پاڻي، صحت، تعليم ۽ روزگار، سان ڀريل آبادي رهڻ لاءِ آڇيندا آهن.

ڇڪيندڙ عنصر

- آباديءَ جو دٻاءُ
- ناقص ڍانچو
- اڻپورا ملازمت جا موقعا
- اڻنگا تعليمي موقعا
- ناقص صحت سنڀال
- حياتياتي مسئلا
- قدرتي آفتون
- سماجي مجبوريون

- زندگيءَ جي معيار ۾ بهتري
- بهتر صحت سنڀال ۽ خدمتن جي دستيابي
- مختلف ملازمتن جا موقعا
- گهٽ وڌيڪ اجورو
- سماجي مجبورين جو نه هجڻ
- آئيندي ۾ بهتريءَ جا امڪان

پاڪستان ۾، اسين ڏسندا آهيون ته مهارتن وارا ۽ پڙهيل لکيل ماڻهو بين ملڪن جهڙوڪ سعودي عرب، برطانيه، امريڪا، چين ۽ دبئيءَ ڏانهن لڏيندا رهندا آهن. سکيا ورتل ۽ پڙهيل لکيل ماڻهن جي لڏپلاڻ کي روڪڻ لاءِ حڪومت کي گهرجي ته اعليٰ نموني سکيا ورتل ۽ پڙهيل لکيل ماڻهن کي ملڪ ۾ رکڻ لاءِ مناسب روزگار جا موقعا ۽ مراعتون فراهم ڪري ته جيئن ملڪ نه ڇڏين.

### ڇا اوهين ڄاڻو ٿا؟

پاڪستان جو قيام 1947ع ۾ عمل ۾ آيو ۽ آزاديءَ دوران، مهاجرن جو وڏو انگ، پاڪستان کان ڀارت ۽ ڀارت کان پاڪستان ڏانهن لڏيندي ڏٺو ويو. لڳ ڀڳ هڪ ڪروڙ ماڻهن، هندستاني ننڍي کنڊ اندر، لڏپلاڻ ڪئي. اِها ننڍي کنڊ جي تاريخ ۾ وڏين لڏپلاڻن مان هڪ هئي.

هن وقت، سڄي دنيا ۾ ڪل سترَ لک پاڪستاني لڏي ويل آهن. انهن جي گهڻائي اولهه جي سڌريل ملڪن ۾ رهي ٿي. جڏهن ته ويهه لک ماڻهو وچ اوڀر ۾ رهي ٿي.

### سرگرمي

ايشيا جي اُنهن ملڪن جا نالا ڄاڻايو، جن ڏانهن پاڪستانين وڏي انگ ۾ لڏپلاڻ ڪئي آهي.
جيڪڏهن اوهان کي ڪنهن ٻئي ملڪ ڏانهن وڃڻ جي اختيار ملي ته اوهين ڪهڙو ملڪ چونڊيندا ۽ ڇو؟

## داخلي لڏپلاڻ (شهر/ڳوٺن يا شهرن اندر لڏپلاڻ)

ماڻهو ڳوٺن کان مستقل نموني شهرن ۾ وڃي رهڻ لاءِ لڏيندا آهن. اهڙي عمل کي داخلي لڏپلاڻ چئبو آهي.

**سرگرمي**
ڇا اوهين داخلي لڏپلاڻ جي، گهٽ ۾ گهٽ، ٽن ڪارڻن کي سوچي سگهو ٿا؟
اِهوجاچيو تہ اوهان جي ڪٽنب ڪيترا پيرا رهڻ لاءِ جايون تبديل ڪيون آهن ۽ ڇو؟

## ٻهراڙين کان شهرن ڏانهن لڏپلاڻ

جڏهن ڳوناٽي آبادي، شهري علائقن ڏانهن لڏيندي آهي تہ مقامي حڪومتون تن کي نوان گهر ۽ خدمتون جهڙوڪ: پاڻي، گندي پاڻيءَ جو نيڪال، بجلي ۽ روڊ، فراهم ڪنديون آهن. هڪڙي پاسي، ڳوٺن کان شهرن ڏانهن لڏپلاڻ، شهرن ۾ ماڻهن جي انگ ۾ اضافو ڪندي آهي، جنهن جي ڪري شهرن ۾ رهندڙن لاءِ مسئلن پيدا ٿيندا آهن، پر ٻئي پاسي، صلاحيتن ۾ واڌ ايندي آهي. جيڪڏهن ماڻهن جو وڌيل انگ، روزگار سان لڳايو ويندو آهي تہ اُهو انهيءَ جاءِ جي اقتصادي اوسر سڌارڻ لاءِ ڪم ڪري سگهي ٿو.

ڪنهن جاءِ جي آبادي، سدائين ساڳي نہ رهندي آهي، پر اُها تبديل ٿيندي رهندي آهي. اِها تبديلي ڪيترن ئي عنصرن جي ڪري واقع ٿيندي آهي، جيڪي ماڻهن کي هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ ڏانهن چرپر ڪرڻ ڏانهن ڇڪين ٿا. اسين، منڍ ۾، ڳوٺن کان شهرن ڏانهن ماڻهن جي چرپر کي ڏسنداسين. اوهان جي خيال ۾، ماڻهو ڇالاءِ ڳوناٽن علائقن کان شهري علائقن ڏانهن لڏين ٿا؟

ماڻهو اقتصادي ڪارڻن جي ڪري اهڙي چرپر ڪندا آهن. بهتر معاشي ذريعن مان ڪمائڻ وسيلي ڳوناٽا ماڻهو بهتر معياري زندگي گذارڻ لاءِ لڏپلاڻ ڪندا آهن، جنهن ۾ ڊگهي مدي واري ملازمت ۽ ڌنڌي ڪرڻ جي موقعن جي دستيابي شامل آهي، جيڪا سندن زندگيءَ جي معيار کي بهتر ڪري سگهي ٿي.

ماڻهو فصلن مان لاپ نہ پرائڻ، ٻوڏن ۽ ڪنهن خاص علائقي ۾ سوڪهڙي يا ڏڪار جي ڪري لڏيندا آهن. لڏڻ جا ڪارڻ سماجي پڻ ٿي سگهن ٿا، جيئن: ٻارن جي بهتر تعليم جي خواهش، صحت جون سڌريل سهولتون يا ست ڏينهن زمينن تي ڪم ڪرڻ جي ابتڙ ڏهاڙيءَ تي ست ڏينهن مزدوري ڪرڻ کي ترجيح ڏيڻ. گهڻي ڀاڱي، ڪارڻ هينئين عنصرن جو ميلاپ آهن.

**سرگرمي**
پنهنجي اوسي پاسي ۾، اهڙن ڪٽنبن جي نشاندهي ڪريو، جن هلندڙ ڏهاڪي ۾، لڏپلاڻ ڪئي آهي. ٻهراڙين کان شهرن ڏانهن لڏپلاڻ جو مواد، اوهان کي انگن اکرن جي درجيبندي ڪرڻ ۾ مدد ڏيندو.

| ڪٽنب جو نالو | ڪٿان کان لڏيو | ڪيڏانهن لڏيو | اُهي عنصر جن لڏپلاڻ تي مجبور ڪيو | ٻيو ڪو تبصرو |
|---|---|---|---|---|
| | | | | |

## ڪن ايشيائي ملڪن ۾ داخلي چرپر

| ملڪ/کنڊ | چرپر جا طريقا |
|---|---|
| چين | مرڪز ۾ اوپر جي نئين صنعتي علائقن (خاص طرح بيجنگ، شنگھائي ۾ پرل نديءَ جي ڪنار) ڏانھن ڀھراڙين جي علائقن مان ماڻھن جي وڏن وهڪرن، هڪ ڏھ ڪان پندرهن ڪروڙن جي هڪ ”وهندڙ آبادي“ پيدا ڪئي آهي. |
| ايشيا (کنڊ) | 2006ع ۾، داخلي طرح دربدر ماڻهو ٽيھ لک هئا، جن مان ستاويھ لک وچ اوپر ۾ هئا. انھن لڏپلاڻن جا مک ڪارڻ هئا: تڪرار، تشدد يا انساني حقن جي حوالي ڪان زيادتي. |
| ڏکڻ اوپر ايشيا ۾ ننڍو صحارا وارو افريڪا | آمدني يا ڪمائيءَ جي موقعن مان فائدي ماڻڻ لاءِ لکين ماڻھو شهري ۾ ڀھراڙين جي علائقن ۾ ايندا ويندا رهن ٿا. |

## ايشيائي ملڪن ۾ لڏپلاڻ جا لاڙا

ايشيائي لڏپلاڻ، گھٽي ياڳي، گھٽ مهارتون رکندڙ پورهيتن تي ٻڌل رهي آهي، پر پوين ٽن ڏهاڪن ۾، پيشيوراڻيون مهارتون رکندڙ، انتظامي ماهر، فني ماهر ۽ ٻيا اعليٰ مهارتون رکندڙ ماڻهو وڌيا آهن. اصطلاح ”دماغي وهڪ“ اُنھن سکيا ورتل ماڻھن کي ظاهر ڪري ٿو، جيڪي بهتر ڪم جي حالتن جي ڳولا ۾ هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ چرپر ڪندا رهن ٿا.

هڪ اهم ابرندڙ لاڙو، ايشيا اندر اعليٰ مهارتون رکندڙ ماڻھن جي چرپر جي اوسر آهي. علائقائي لڏپلاڻ جا وهڪرا وڌيڪ گوناگون ٿي رهيا آهن. ڀارت، جاپان، سنگاپور، تائيوان، ڪوريا ۽ ملائيشيا اهڙا ملڪ آهن، جيڪي، عارضي توڙي مستقل بنيادن تي، پرڏيهي پيشيور ماڻھن کي ڇڪي رهيا آهن.

**سرگرمي**
مٿي بحث ڪيل لاڙي کي نظر ۾ رکندي، ٻڌايو ته لڏپلاڻ ڪيئن مختلف ملڪن کي اثر وجهي ٿي.

## پناهگير

پناهگير هڪ اهڙو ماڻهو هوندو آهي، جيڪو نسل، مذهب، قوميت يا سياسي راءِ جي بنياد تي ڪنهن پوڳنا (ڏچ)، تشدد جي ڪري پنهنجي اصلوڪي يا دائمي رهائش واري ملڪ کان ٻاهر هوندو آهي. پناهگير ڪنهن نامناسب ورتاءَ جي ور چڙهيل گروهه يا ”سماجي گروهه“ جو ميمبر پڻ ٿي سگهي ٿو يا پناهگيرَ ڪنهن جنگ جي ڪري پنهنجن اصلوڪن ماڳن مان پاڻ بچائي ڀڄي نڪرندڙ ماڻهو بہ ٿي سگهن ٿا. جيئن 1947ع ۾ هڪ اندازي پٽاندر، هڪ ڪروڙ، چاليهہ لک ماڻهو بي گهر ٿيا هئا. تڏهن ڀارت جا مسلمان پاڪستان ڏانهن ۽ پاڪستاني هندو ڀارت ڏانهن ڀڳا هئا.

**چا اوهين ڄاڻو ٿا؟**

ٻئي ملڪ ۾ پناهہ وٺندڙ، هڪ اهڙو ماڻهو هوندو آهي، جيڪو ڪنهن تشدد يا سزا جي ڏپ کان ڀڄي نڪرندو آهي يا هُن (قانوني يا جسماني) تحفظ لاءِ، ڪنهن ملڪ ۾ درخواست ڏني آهي، پر ڪيس گهربل تحفظ لاءِ اجا ٿائين، درخواست ڪيل ملڪ پاران اهل نہ سمجهيو ويو آهي. جرمني، يورپ ۽ دنيا ۾ پناهہ وٺندڙن لاءِ سڀ کان وڌيڪ ترجيحي ماڳن مان هڪ آهي.

داخلي طرح بي گهر ٿيل ماڻهو اُهو آهي، جيڪو پنهنجي ملڪ جي حدن ئي اندر رهي پيو، پر پنهنجي گهر يا علائقي ۾ محفوظ نموني رهڻ جوڳو ناهي.

پاڪستان جي فاٽا جي علائقن جا ماڻهو، سال 2016–2015ع ۾ داخلي طرح بي گهر ٿيا. هاڻي اُهي پنهنجن گهرن ڏانهن واپس وڃي رهيا آهن.

ماڻهو ڀارت کان پاڪستان ڏانهن لڏپلاڻ ڪندي. ريل مسافرن سان ڀرجيل نموني سٽيل آهي.

افغاني پناهگير

شام جا پناهگير

2008ع جي پڇاڙيءَ ۾، تباهه ٿيل افغانستان پناهگيرن جو سڀ کان وڏو عالمي وسيلو بڻيو. گڏيل قومن جي اداري جي پناهگيرن لاءِ قائم ڪيل اداري ”يو اين ايچ سي آر“ پٽاندر، افغانستان مان اناويهه لک (پناهگيرن جي عالمي ڳاڻيٽي جو چوٿون حصو) ماڻهو دنيا جي 69 ملڪن ۾ پناهه لاءِ پهتا. ان کان اڳي، 1979ع ۾ پڻ پهريون پيرو ماڻهو، روس جي ڪاهه جي ڪري ڀڄا هئا. 2008ع ۾، پاڪستان پناهگيرن جي وڏي انگ يعني لڳ ڀڳ اڙهن لک ماڻهن جي ميزباني ڪئي، جيڪي لڳ ڀڳ سمورا افغانستان کان آيل هئا.

### ڇا اوهين ڄاڻو ٿا؟

دنيا ۾ هڪ ڪروڙ 95 لک پناهگير آهن. داخلي طرح بي گهر ٿيل ماڻهن سميت، پنج ڪروڙ 95 لک پناهگير، پناهه وٺندڙ ۽ داخلي طرح بي گهر ٿيل ماڻهو آهن. پناهگيرن جي چرپر جي حوالي کان، اوڀر ايشيا ۽ پئسيفڪ ملڪ، وچ اوڀر، ڏکڻ ايشيا ۽ وچ ايشيا جي پيٽ ۾، ڪنهن قدر امن پريا رهيا هئا.

ايشيا ۽ پئسيفڪ علائقو ستهتر لک ماڻهن جي پناهه بڻيل آهي، جن مان پنجٽيهه لک پناهگير آهن، اوڻويهه لک داخلي طرح بي گهر ٿيل ماڻهو آهن ۽ چوڏنهن لک غير رياستي ماڻهو آهن. پناهگيرن جي گهڻائيءَ جا ماخذ افغانستان ۽ ميانمار آهن.

افغان پناهگير آبادي، دنيا ۾ سڀ کان وڏي توسيعي حالت کي جوڙي ٿي. 96 سيڪڙو افغان پناهگير. پاڙيسري اسلامي ملڪن ايران ۽ پاڪستان ۾ رهن ٿا، جن پوين ٽن ڏهاڪن کان، دل کولي، سندن ميزباني ڪئي آهي.

### سرگرمي

پنهنجن استادن يا پنهنجي ڪٽنب يا علائقي جي ڄاڻو ماڻهن سان بحث ڪريو ۽ کين اُها ڄاڻ فراهم ڪرڻ لاءِ چئو، جيڪا اوهان هيٺ ڏنل جدول ۾ استعمال ڪري سگهيو.

| ڪهڙي ملڪ کان لڏي | ڪهڙي ملڪ ڏانهن لڏيو | ڪارڻ |
|---|---|---|
| | | |
| | | |
| | | |
| | | |

## آبادڪاريون ۽ شهري اوسر

مٿين تصويرن کي ڏسو. اوهين ننڍين ڇتين واريون جايون ۽ اوچيون عمارتون ڏسندا. تصويرون مختلف قسمن جي آبادڪاريءَ کي ظاهر ڪن ٿيون. ڇا اوهين ڄاڻو ٿا ته آبادڪاري ڇا هوندي آهي؟

آبادڪاري، هڪ اهڙي جاءِ هوندي آهي، جتي ماڻهو رهندا آهن، ڪم ڪندا آهن، ٻين سان گڏيل عمل ۾ ايندا آهن ۽ پنهنجين سرگرمين کي منظم ڪندا آهن. آبادڪاريون، ماحول سان ماڻهن جي سرگرميءَ کي ظاهر ڪنديون آهن. آبادڪاريون، ڊگهي عرصي ۾، هوريان هوريان وڌنديون ۽ اسرنديون آهن ۽ پوءِ پنهنجي حجم، وضع ۽ پيچيده عملن ۾ تبديل ڪنديون آهن. جڏهن انسان خانہ بدوش طرز زندگي (هڪ جاءِ کان ٻيءَ جاءِ ڏانهن لڳاتار لڏڻ واري حالت) ڇڏي ته آبادڪاريون پيدا ٿيڻ لڳيون.

### آباديءَ کي واضح ڪندڙ خاصيتون

**علائقو**
آباديءَ جو علائقو ڪيترو وسيع ٿيندو آهي.

**مقامي ايراضي**
اها انهيءَ حقيقي زمين کي بيان ڪندي آهي، جتي ڪا آبادي قائم ڪئي ويندي آهي.

**آدمشماري**
ماڻهن جو انگ ۽ قسم جيڪو ان ئي آبادي ۾ رهندو هجي

**عمل**
آباديءَ جو عمل، آباديءَ جي اقتصادي ۽ سماجي ترقيءَ سان لاڳاپو رکندي آهي ۽ ان جي مک سرگرمين جي نشاندهي ڪندو آهي

**صورتحال**
آباديءَ ۾ رهندڙ ماڻهن جو حجم ۽ قسم معروضي حالت ٻڌائيندي آهي، ته ڪا آبادي ٻين آبادين، نين ۽ رابطائي وسيلن سان گڏ، ڪٿي موجود آهي.

**صورت**
صورت بيان ڪري ٿي ته قائم ڪئي وئي آهي.

سپ کان اوائلي آباديون، ندين جي ڪنارن پرسان اُسريون، ڇاڪاڻ تہ:

- اُتي نديون وڏيون هيون ۽ ان جي پاسن ۾ وڏا سيلابي ميدان هئا.
- اُتي نديءَ جي ٻوڏ ۾ آندل لٽ جي ڪري زرخيز زمين هئي.
- اُتي پوکيءَ راهيءَ ۽ گهريلو استعمال لاءِ نديءَ مان مستقل پاڻي فراهم ٿيندو هو.
- اُتي گرم ننڍي درجي جي خط استوائي آبهوا موجود هئي ۽ مختلف وقتن تي مينهن وسندو هو.

**سرگرمي**

هاڻي، اوهين اِهو بيان ڪريو تہ اوهين ڪٿي رهو ٿا؟ هن سرگرميءَ کي مڪمل ڪرڻ لاءِ اوهان کي پنهنجيءَ برادريءَ جي ماڻهن جي گهرج پئجي سگهي ٿي.

| جڳهہ جو نالو | |
|---|---|
| علائقو | |
| مقامي ايراضي | |
| آبادي | |
| صورتحال | |
| شڪل | |
| عمل | |

## آبادين جا نمونا

آبادين جا نمونا زمين جي طبعي اهڃاڻن، مقامي جاءِ ۽ اُتي رهندڙن طرز زندگيءَ جي صورتحال جي بنياد تي طئہ ٿيندا آهن. مقامي ايراضي، زمين جو اُهو ٽڪرو هوندي آهي، جنهن مٿي گهر تيار ڪيو ويجھو هوندو آهي، جتي پاڻيءَ جي فراهميءَ جي دستيابي، گندي پاڻيءَ جي نيڪال جي انتظام کي ڏنو ويندو آهي. جڏهن تہ صورتحال ۾، رابطي جا ذريعا، گاڏين جي اچ وڃ جي سهولت ۽ محفوظ ماحول شامل هوندو آهي.

**ڇا اوهين ڄاڻو ٿا؟**

دنيا جون اوائلي آباديون، ميسوپوٽيميا جي بابل، ڀارت ۾ هڙپا، چين جي علائقي يانگ ۽ مصر جي علائقي لُزر ۾ هيون.

آبادڪاريون ٽن درجيبندين ۾ آڻي سگهجي ٿيون: ڪوٺائيءَ جي ڪم واريون آبادڪاريون، ميڇيءَ مارڻ جي ڪم واريون آبادڪاريون ۽ صنعتي آبادڪاريون. هيٺ ڏنل آبادڪاريءَ جا نمونا، عمومي طرح، شهرن توڙي ٻهراڙين ۾ ڏنا ويا آهن.

**چڙوچڙ آبادڪاريون:** ان نموني جون آبادڪاريون، وڏي علائقي ۾ وکريل حالت ۾ هونديون آهن، جتي گهرُ، گهرَ کان الڳ هوندو آهي.

**قطاريل آبادڪاريون:** ان نموني جون آبادڪاريون هڪ روڊ، واهه يا ريل جي پٽڙين جي پاسن سان لڳو لڳ قطار جي صورت ۾ هونديون آهن.

**گڏيل ۽ ڳتيل آبادڪاريون:** ان نموني جون آبادڪارين ۾ سئو يا سئو کان گهٽ کان ڪيترن ئي هزارن تائين آبادي هوندي آهي. گڏيل يا ڳتيل آبادي، ڳوٺن جي شڪل ۾، ايشيا جي لڳ ڀڳ سمورن ملڪن ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون.

**سرگرمي**

تصوير ۾ ڏسو ۽ اُن کي اُنهيءَ آباديءَ جي نموني سان ڀيٽيو، جنهن ۾ اوهين رهو ٿا.

**استاد لاءِ نوٽ**

ايشيا جي ڪن گڏيل ۽ ڳتيل آبادين جا نالا ڳڻايو. اوهين اهڙا تفصيل انٽرنيٽ تان حاصل ڪري سگهو ٿا. هنن لفظن جي گوگل تي ڳولا ڪريو: آبادي، آباديءَ جا نمونا، ايشيائي ملڪ.

## آبادين جي موجودگيءَ جي جاءِ کي متاثر ڪندڙ عنصر

جتان کا آبادي شروع ٿئي ٿي، اسين آباديءَ جي انهيءَ مقامي ايراضيءَ کي ”جاءِ“ (Place) سڏيندا آهيون ۽ آباديءَ جو مقامي هنڌ چونڊيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته انهيءَ کي چونڊڻ لاءِ ڪيترائي جوڳا ڪارڻ هوندا آهن. ڪنهن خاص هنڌ تي، سڌي زمين، ڪنهن آباديءَ جي جاءِ جي چونڊ لاءِ چڱي هوندي آهي.

سڌي زمين تعمير لاءِ وڌيڪ سهنجي هوندي آهي ۽ اُها فصلن پوکڻ لاءِ مناسب هوندي آهي.

**سرگرمي**
ايراضين جي نقشي تي آباديءَ لاءِ سڀ کان سٺي ماڳ کي ڳوليو. ڪنهن سهمت پٽي تي پهچو ۽ فيصلو پيش ڪريو.

## آباديون ۽ اُنهن جا مقصدَ (Settlement and Its Functions)

هڪ آبادي، اهڙي جاءِ هوندي آهي، جتي ماڻهو رهندا آهن. ڪنهن آباديءَ جي اسرڻ لاءِ اِهو ضروري آهي تہ ان جو صحيح نموني استعمال ڪيو وڃي. آباديءَ جي انهيءَ استعمال کي "آباديءَ جو مقصدُ" چيو ويندو آهي. مختلف آبادين جا مختلف مقصد هوندا آهن، جن ۾ صنعتي شهر، موڪلن گذارڻ جون تفريح گاهون، بندرگاهہ ۽ بازار وارا شهرَ شامل آهن.

آباديءَ جا مقصد، آبادين جي اقتصادي ۽ سماجي ترقيءَ سان سلهاڙيل هوندا آهن ۽ اُنهن جي مک خدمتن جو حوالو هوندا آهن.

## اوائلي آبادين لاءِ ڪيئن ايراضيون چونڊيون ويون؟

لفظ ”ايراضيءَ“ جو مطلب آهي، اُها جاءِ جتي ڪا آبادي، جيئن شهر يا ڳوٺ، اسريو هجي. اوائلي آبادڪارن ڪنهن ايراضيءَ جي چونڊ، ڪن خاص قدرتي فائدن ڪي نظر ۾ رکندي ڪئي هئي، جيئن:

- پيئڻ، رڌڻ پچائڻ ۽ ڌوئڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ پاڻيءَ جي فراهمي ويجهي هجي.
- ڪچي سامان جهڙوڪ: ڪاٺ، چيڪي مٽي ۽ ٽين، جا وسيلا موجود هجن.
- اهڙي جاءِ تي رهجي، جنهن کي سهنجائيءَ سان بچائي سگهجي.
- هوا ۽ مينهن کان پناهہ ملندي هجي.
- ٻين آبادين جي ويجهي هجي تہ جيئن سامان جي واپار ۾ سولائي ٿي سگهي.

## شهري آباديءَ جا فائدا ۽ مسئلا

ماڻهو، گهڻو ڪري، بهتر رهڻ جي حالتن مان فائدي پرائڻ لاءِ، ڳوٺن ۽ ننڍن شهرن مان وڏن شهرن ڏانهن لڏيندا رهندا آهن. تنهن هوندي بہ، اُهي اهڙيءَ لڏپلاڻ جي ڪري، ڪن مسئلن جي ور چڙهندا رهندا آهن. هيٺ ڏنل جدول شهري آباديءَ جي ٻن رُخن کي ظاهر ڪري ٿي:

| فائدا | مسئلا |
|---|---|
| خدمتن جو وسيع تر سلسلو | هجوم سان ڀريل |
| وڌيڪ نوڪريون | وڌيڪ گدلاڻ |
| خدمتن ۽ ملازمت جي جاين جو ويجهي هئڻ | وڌيڪ ڌوهہ ۽ تباهي |
| سير تفريح جي مرڪزن، سئنيمائن ۽ ٿيٽرن وغيره جو وسيع تر سلسلو | ٽرئفڪ جو جام ٿيڻ |
| ڪراين جو گهٽ خرچ | گهرن جو ناقص معيار |
| وڏن پگهارن واريون نوڪريون | بي ترتيب ۽ اڻنگي نموني گند ذخيرو ڪرڻ |
| خريدڻ ۽ مسواڙ تي ڏيڻ لاءِ گهرن جي وسيع تر چونڊ | زمين جي خريداري مهانگي هئڻ |

## شهري رهائش ڪيئن ماڻهن جي مختلف گروهن تي اثرانداز ٿئي ٿي؟

شهري علائقي ۾ رهائش جا فائدا ۽ مسئلا، ماڻهن جي مختلف گروهن تي، مختلف طريقن سان اثرانداز ٿي سگهن ٿا.

**سرگرمي**

هيٺ تصويرون ڏاهيو ۽ اُنهن فائدن ۽ مسئلن جي قسمن جي باري ۾ سوچيو، جيڪي شهري آبادي هنن ماڻهن کي ڏيندي.

## شهر ۽ ٻهراڙيءَ جون آباديون

شهري آبادين جي مختلف ملڪن ۾ مختلف انداز ۾ تشريح ڪئي ويندي آهي، پر عمومي طرح، انهن لاءِ سمجهيو ويندو آهي ته اُنهن ۾ ٻهراڙيءَ جي آبادين کان آبادي وڌيڪ هوندي آهي ۽ اُهي انتظامي سهولتن ۽ عملن کي جاڃتي ڪرڻ لاءِ وڌيڪ مناسب هونديون آهن.

ٻهراڙيءَ جي آبادي هڪ برادري هوندي آهي، جيڪا گهڻي ڀاڱي ابتدائي سرگرمين جهڙوڪ پوکي راهي، وڻ وڍڻ ۽ ڪاٺيون ڪوٽڻ ۾ رذل هوندي آهي. شهري آبادي گهڻي ڀاڱي ٻئين ۽ ٽئين قسم جي سرگرمين جهڙوڪ، عمل مان گذاريل خوراڪ ۽ ٻئنڪاري وغيره ۾ مشغول هوندي آهي. جتي عملن ۽ آباديءَ جي حجمن ۽ آباديءَ جي گهاٽائيءَ وچ ۾ باهمي لاڳاپو هوندو آهي.

### سرگرمي

هيٺ ڏنل ڪهاڻي پنجاهہ ورهيہ اڳ واري راولپنڊيءَ جي آهي. اِها ڪهاڻي پڙهڻ کان پوءِ ڪنهن وڏي ڄمار واري ماڻهوءَ کان انٽرويو ڪريو ۽ پنهنجي ڳوٺ، ننڍي شهر يا وڏي شهر جي ساڳئي نموني ڪهاڻي لکو. پيٽ ڪريو تہ ڪيئن وقت گذرندي آبادي تبديل ٿي آهي.

پنجاهہ ورهيہ اڳ، راولپنڊيءَ ۾ ڪي ٻہ چار درجن ڪارون هونديون هيون؛ ۽ هر ماڻهو گهٽ يا وڌ اِهو ڄاڻندو هو تہ اُنهن جو مالڪ ڪير آهي. صدر صاحب، شام مهل صدر جي علائقي ۾ ڪنهن ڪتاب گهر ٻاهران ڏسي سگهبو هو. اوهين ساڻس ملي سگهندا هئا ۽ محافظن جي تنگ ڪرڻ کان سواءِ ساڻس هٿ ملائي سگهندا هئا. گهڻا ماڻهو سائيڪلن يا بگين يا عوامي بس تي سفر ڪندا هئا، جيڪا سدائين پنهنجي اسٽاپ تان وقت تي هلندي هئي. پاڪستان ۾ راولپنڊيءَ جي ريلوي اسٽيشن سڀ کان وڌيڪ صاف سٿري ۽ بحال ڄاتي ويندي هئي. ريلوائي سامان پهچائڻ جي سهولت، نالي ماتر في عيوض، اوهان جي گهر تائين پهچائيندي هئي.

تڏهن ڪي بہ گئس تي هلندڙ هيٽر نہ هوندا هئا، ڪا ٽي وي نہ هوندي هئي ۽ سڀ ٻار هر ڏينهن پنهنجا ٻہ ٽي ڪلاڪ ٻاهر گذاريندا هئا. پينسلين دوا اجا تازي ظاهر ٿي هئي. ڊاڪٽر سستا هوندا هئا ۽ سندن ورتاءُ دوستاڻو هوندو هو. اُهي پنهنجين سرنجن کي جراثيمن کان پاڪ رکندا هئا. پائيپن وسيلي ايندڙ پاڻي صاف ۽ شفاف هوندو هو. سڀ کان وڌيڪ ڊيڄاريندڙ ڏوهہ خنجرن سان وڙهڻ هوندو هو. موذن جو آواز هموار ۽ منڙو هوندو هو، خاص طرح، جڏهن اوهين ڪنهن پرڏيهي ملڪ ۾ ڪيترن ئي ورهين جي پڙهائيءَ کان پوءِ پنهنجي واپس ورندا هئا ۽ ڪي بہ فرقيوار فساد نہ هوندا هئا. ڇهن ڪروڙن جي آباديءَ واري (اولهہ اوير حصن تي ٻڌل) ملڪ ۾، ڀارت کان هڪ ڪروڙ ماڻهو لڏي آيا، جيڪو تاريخ جي انساني آفتن مان هڪ بدترين واقعو هو. عالمي مدد لاءِ ڪابہ اپيل نہ ڪئي ويئي. اسان پاڻ سمورو انتظام ڪيو. مريءَ جي سئر ڪي سڀ کان وڏي عياشي سمجهيو ويندو هو. نوجوان فوجي آفيسر پورو پاڪستان ڏسڻ واري سندن اهليت تي ريس ڪندا هئا. پوين پنجاهہ ورهين ۾ گهڻو ڪجهہ تبديل ٿي چڪو آهي. راولپنڊي 2030ع ۾ ڪيئن نظر ايندي؟

## خلاصو

هن باب ۾، ماڻهن جي رهڻ ۽ سندن اُنهن مقامي هنڌن جي باري ۾ ڀِن تصورن کي سکيو آهي. اوهان هڪ وڏي ۾ وڏي کنڊ طور ايشيا، انهيءَ جي وسيع ايراضيءَ ۽ وڏي آباديءَ جي باري ۾ سکيو آهي. اوهان کي شهر ۽ ڀهراڙين جي آبادين جي تصورن کان واقف ڪيو ويو. اوهان سکيو ته شهري آباديون، عمومي طرح، ماڻهن جي چرپر جو نتيجو هونديون آهن. اوهان آڏو اِهو واضح ڪيو ويو ته ماڻهو رضاڪاراڻي نموني لڏيندا آهن يا ڪن حالتن ۾ اُهي زبردستيءَ سان لڏايا ويندا آهن. زور زبردستيءَ سان لڏايل ماڻهن کي پناهگير سڏيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته اُهي پناهه لاءِ ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ داخل ٿيندا آهن. ايشيا، پاڪستان ۽ ايران توڙي ترڪي ۽ لبنان جي رعايت سان پناهگيرن جو سڀ کان وڏو انگ رکي ٿو. اوهان کي مستند ڄاڻ ڳولڻ لاءِ، مختلف سکيا وارين مهارتن جهڙوڪ: نقشي کي جاچڻ جون مهارتون، تحقيقي رٿائون، انٽرويو، ڄاڻ ۽ ابلاغي ذريعن جي ٽيڪنالاجي (ICT) جو متحد ٽيڪ، جي مشق ڏني ويئي.

## باب جي پڄاڻيءَ جي مشق

### پنهنجيءَ ڄاڻ ۽ سمجهه جو جائزو وٺو

**هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

i. رضاڪاراڻي ۽ زور زبردستيءَ واري لڏپلاڻ وچ ۾ فرق جي وضاحت ڪريو.

ii. زور زبردستيءَ سان لڏايلَ ۽ پناهگير وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي.

iii. پيرائتي نموني بحث ڪريو ته پناهگيرن کي پنهنجن گهرن کي ڇڏڻ لاءِ ڇو مجبور ڪيو ويندو آهي؟

**مناسب لفظن سان هيٺيان خال ڀريو:**

i. ڀهراڙيءَ کان شهري زندگيءَ ڏانهن منتقلي _____ آهي.
الف. عالمگيريت ب. شهريت ٻ. تعليم ڀ. صحرائجڻ.

ii. اهڙو واحد شهري مرڪز، جيڪو ماڻهن، وسيلن ۽ پئسي کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ ۾ ٻين کان اڳڀرو هوندو آهي، تنهن کي _____ چيو ويندو آهي.
الف. ميٽروپوليٽن ب. اوسر قطب ٻ. پادري شهر ڀ. شانتي ٽائون

iii. اوپر ذڪڻ ايشيا ۾ آبادي _____ ۾ گهيريل آهي.
الف. ندين جون ماٽريون ۽ ساحلي ميدان ب. جبل ٻ. اوچا سڌا پٽ ڀ. صحرا

## پنهنجين تحقيقي/تفتيشي صلاحيتن کي پرکيو

ڪنهن ماڻهوءَ کان انٽرويو ڪريو، جنهن هڪ يا ٻئي نموني جي لڏپلاڻ ڪئي هجي. مثال طور: ڪنهن هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ ڏانهن لڏيو هجي، هڪ کان ٻيءَ رياست ڏانهن ڇُرپر ڪئي هجي يا ڪنهن ٻهراڙيءَ کان شهر ڏانهن منتقل ٿيو هجي. موضوع تي پسمنظر واري ڄاڻ جمع ڪرڻ لاءِ سوالن ۽ پڙ ڏڪيندڙ ۽ ڇڪيندڙ عنصرن جو سلسلو تيار ڪيو، جيڪي ڪنهن ماڻهوءَ کي هڪ کان ٻيءَ جاءِ ڏانهن منتقل ٿيڻ تي اڪسايو هجي. هڪ لکت ۾ رپورٽ تيار ڪريو.

سنڌ جي نقشي کي استعمال ڪندي، هڪ وڏو شهر، ٻہ ننڍا شهر ۽ ٽي ڳوٺ ڳوليو. هيٺ ڏنل جدول ۾ نوآبادين جا نالا لکو. هر قسم جي نوآبادي ڪهڙن قسمن جون خدمتون فراهم ڪري ٿي. جدول ۾ پنهنجا جواب لکو:

| شهر جو نالو | خدمتن جي فراهمي |
|---|---|
| ننڍي شهر جو نالو:<br>1)<br>2) | خدمتن جي فراهمي: |
| ننڍي شهر جو نالو:<br>1)<br>2) | خدمتن جي فراهمي: |

یونٽ 4

# طلب ۽ فراهمي

## يونٽ جو تعارف

هيءُ يونٽ ٻن بابن تي ٻڌل آهي، جيڪي شين ۽ خدمتن جي طلب ۽ فراهمي تي مرڪزيل آهن. اقتصادي اصطلاحن جهڙوڪ: هڪٻئي تي ياڙيندڙ شيون، متبادل شيون، گهراٽا، ڏنتو، طلب ۽ فراهمي جا شيڊيول ۽ ونگ دار لڪيرون، جي سمجهه، اُنهن عنصرن کي سمجهڻ ۾ اوهان جي چڱي نموني مدد ڪندي، جيڪي شين ۽ خدمتن جي طلب ۽ فراهميءَ تي اثرانداز ٿين ٿا. اِها اوهان جي انُ ڪردار کي بيان ڪرڻ ۾ سهولت پيدا ڪندي، جيڪو شين ۽ خدمتن جي طلب ۽ فراهمي، پيداوار، کپت ۽ ورڇ بابت فيصلن ۾ طلب ۽ فراهمي ادا ڪن ٿيون.

## باب پهريون: طلب ــ صارف تي مرڪزيل

### شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- صارف جي گهرج، انفرادي گهرج، هڪٻئي تي ياڙيندڙ ۽ متبادل شيون، آمدنيءَ جي اصطلاحن کي مثالن سان واضح ڪرڻ.
- گهرج جي لڪيري گراف جي تشريح ڪرڻ.
- فرد لاءِ ڏنل انگن اکرن ۽ ڄاڻ تي ٻڌل مواد مان گهرجَ ــ شيڊيول تيار ڪرڻ.
- انگن اکرن ۽ ڄاڻ تي ٻڌل مواد (Data) استعمال ڪندڙ فرد لاءِ ونگ دار لڪير واري گهرج چٽڻ.
- ثابت ڪرڻ ۽ واضح ڪرڻ تہ اگهہ ۾ تبديليءَ تي صارف ردعمل ظاهر ڪندو تہ ڪيئن ان مان طلب واري مقدار ۾ تبديليءَ جو نتيجو نڪرندو.
- اُنهن اگهہ کان آجن عنصرن جي نشاندهي ڪرڻ، جيڪي طلب تي اثرانداز ٿين ٿا، مثال طور: ذائقي جي ترجيحن ۾ تبديلي، هڪٻئي تي ياڙيندڙ شين ۽ خدمتن جي اگهن ۾ تبديلي، متبادل شين جي اگهن ۾ تبديلي، آمدنيءَ جي گهٽ وڌ ٿيڻ سبب ايندڙ تبديلي.
- ثابت ۽ واضح ڪرڻ تہ طلب تي اثرانداز ٿيندڙ اگهن کان آجن عنصرن ۾ تبديلي تي، صارف ڪيئن ردعمل ظاهر ڪندا.
- "گهراٽا"، "ضرورت"، "عيش واريون شيون" ۽ "بچتون" جي اصطلاحن جي وضاحت ڪرڻ.
- شين ۽ خدمتن لاءِ اسان جي طلب تي آمدنيءَ جي اثر جي نشاندهي ڪرڻ، (مثال طور: ضرورتون، عيش واري شيون ۽ بچتن جي رقم).

### تعارف

هِن باب ۾، اوهين طلب ۽ اُن سان لاڳاپيل ٻين اصطلاحن ۽ تصورن جو اڀياس ڪندا. مختلف سرگرمين، جدولن، گرافن وسيلي، مختلف عنصرن جي ٻين العمل ۽ اُنهن جي طلب تي اثر کي بحث هيٺ آندو ويندو. اِنهن عنصرن تي ياڙيندڙ صارف جي رويي کي واضح ڪيو ويندو.

هيٺ ساجي پاسي ڏنل ٻن تصويرن کي ڏسو. اوهان کي اُنهن ۾ ڇا ٿو ڏسجي؟
هاڻي کاٻي پاسي واري تصوير کي ڏسو، ان ۾ ڇا واقع ٿي رهيو آهي؟

## طلب (Demand)

طلب هڪ اقتصادي اصول آهي، جيڪو صارف جي ڪنهن خاص شيءِ يا خدمت لاءِ اگهه ادا ڪرڻ جي خواهش يا راضپي کي بيان ڪندو آهي.

طلب ٽن شين تي ٻڌل هوندي آهي:
- خواهش
- ادا ڪرڻ جي سگهه
- ادا ڪرڻ جو راضپو

## صارف جي طلب

شين ۽ خدمتن جو اُهو مقدارُ، جنهن کي صارفَ خريدڻ لاءِ راضي هجن، تنهن کي صارف جي طلب چيو ويندو آهي.

## طلب جا بنيادي ٻه قسم

طلب جا ٻه بنيادي قسم آهن: فردي ۽ بازاري

### فردي طلب (Individual demand)

فردي طلب، ڪنهن فرد يا ڪنهن ڪاروباري اداري جي طلب هوندي آهي. اِها شيءِ جي اُن مقدار جي نمائندگي ڪندي آهي، جيڪو ڪو صارف، ڪنهن خاص اگهه يا ڪنهن خاص وقت جي نقطي تي خريد ڪندو. فردي طلب جي نمائندگي، ڪنهن هڪ ماڻهوءَ، واحد ڪٽنب يا واحد گهراڻي جو نقطي نظر ڪري سگهي ٿو.

**ڇا اوهين ڄاڻو ٿا؟**
هڪ گهراڻو اهڙو سماجي ايڪو هوندو آهي، جيڪو ساڳئي گهر ۾ رهندڙ ماڻهن تي ٻڌل هوندو آهي. مثال طور: هڪ ڪٽنب جا ماڻهو، جيڪي هڪ گهر ۾ گڏجي رهن ٿا.

### بازاري طلب (Market demand)

بازاري طلب اُهو ڪل مقدار فراهم ڪري ٿو، جنهن جي طلب سمورا صارف ڪندا آهن. ٻين لفظن ۾، اُها سيني فردي گهرجن جي گڏيل نمائندگي ڪري ٿي. اُها سيني نشان سان مشهور شين (**Brands**) جي ڪُل طلب تي سگهي ٿي، جيڪا ڪنهن خاص تيار ڪيل شيءِ يا خدمت جي نمائندگي ڪندي آهي، جهڙوڪ: سڀ فونون، سڀ گهڙيون وغيره. اُها هڪ خاص

شيءِ يا خدمت جي مخصوص نشان (Brand) جي طلب پڻ ٿي سگهي ٿي، جهڙوڪ: آءِ فون يا سٽيزن گهڙي.

بازاري طلب، هڪ اهم اقتصادي نشان لڳائيندڙ (Marker) آهي، اُها صارف جي ڪن مخصوص شين جي خريداريءَ لاءِ راضپي ڪي ظاهر ڪندي آهي. جيڪڏهن بازاري طلب لاٿ ۾ آهي تہ اُها ڪنهن ڪاروباري اداري کي اشارو ڪندي آهي تہ ڪين ڪنهن تيار ڪيل شيءِ يا خدمت کي روڪڻ کپي يا اُن کي تبديل ڪرڻ گهرجي تہ جيئن اُها صارفن لاءِ وڌيڪ چڪ پري ٿي سگهي.

## طلب جو قانون

سادن لفظن ۾: چڙهيل اگهہ ــ گهٽ طلب، گهٽ اگهہ ــ وڌيل طلب. ان مان اسين اقتصاديات ۾ رائج اهم قانون سمجهون ٿا، جنهن کي طلب جو قانون طور ڄاتو ويندو آهي. اِهو بيان ڪري ٿو تہ ٻين مڙني عنصرن کي ساڳيءَ حالت يا اڻ تبديل ٽيل حالت ۾ رکندي، ڪنهن شيءِ يا خدمت جي اگهہ ۾ اضافو، طلب کي گهٽائيندو ۽ ساڳيءَ طرح ڪنهن شيءِ يا خدمت جي اگهہ ۾ لاٿ، طلب کي وڌائيندي. اسين اِهو پڻ چئي سگهون ٿا تہ طلب وارو مقدار، ابتڙ انداز ۾، اگهہ سان تناسب ۾ هوندو آهي.

## اُهي اندازا، جن هيٺ طلب جو قانون معقول هوندو آهي

جڏهن اسين چئون ٿا تہ ”ٻين مڙني عنصرن کي ساڳيءَ يا اڻ تبديل ٽيل حالت ۾ رکندي“، ان جو مطلب آهي تہ اِهو قانون ان صورت ۾، لاڳو ڪرڻ جوڳو هوندو، جڏهن هيٺيان شرط پورا ڪيا ويا آهن.

1. شين سان لاڳاپيل اگهن ۾ ڪابہ تبديلي نہ ڪرڻ.
2. صارف جي آمدنيءَ ۾ ڪنهن بہ تبديليءَ جو نہ اچڻ.
3. ذائقي ۽ ترجيحن ۾ ڪابہ تبديلي نہ اچڻ.
4. آباديءَ جي حجم ۾ ڪابہ تبديلي نہ اچڻ.
5. مستقبل ۾ اگهن ۾ تبديليءَ جي باري ۾ ڪابہ اميد نہ هئڻ.

### چا اوهين ڄاڻو ٿا؟

”سيٽرس پيريبس“ (Ceteris Paribus) هڪ عام استعمال ٿيندڙ اصطلاح آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: ”ٻين سيني شين جو ساڳيءَ حالت ۾ رهڻُ“. جڏهن اقتصاديات ۾، ”سيٽرس پيريبس“ (Ceteris Paribus) استعمال ڪبو آهي تہ تنهن جو مطلب اِهو تصور ڪرڻ هوندو آهي تہ ٻيا سڀ تبديلي آڻيندڙ عنصرَ، فوري غور هيٺ آيل تبديلي آڻيندڙ عنصرن کان سواءِ، ساڳيءَ يا اڻ تبديل حالت ۾ هوندا آهن.

## طلب جو شيڊيول

طلب جو شيڊيولُ، اگهہ ۽ مقدار جي مختلف ميلاپن جي هڪ جدولي پيشڪش آهي، جنهن جي طلبَ، صارفُ وقت جي ڪنهن خاص حصي دوران ڪندو آهي. هڪ تصوراتي طلب شيڊيول هيٺ ڏنو پيو وڃي:

| قيمت - في ڪلوگرام (رپين ۾) | طلب ڪيل مقدار (ڪلوگرام ۾) |
|---|---|
| 10 | |
| 8 | 20 |
| 6 | 30 |
| 4 | 40 |
| 2 | 50 |

اسان سکيو آهي تہ طلب ۽ اگهہ جي پاڻ ۾ ابتڙ نسبت هوندي آهي. ان جي جدولن ۾ گرافن (ونگدار لڪيرن) وسيلي نمائندگي ڪري سگهجي ٿي. اچو تہ اُنهن تي هڪ نظر ڦيرايون.

## ونگدار طلب

ونگدار طلب، طلب جي شيڊيول جي گرافن جي شڪل ۾ پيشڪش آهي. ٻين لفظن ۾، اُها ڪنهن شيءِ جي مقدارن جي گرافن جي شڪل ۾ پيشڪش آهي، جنهن جي طلبَ، وقت جي ڪنهن خاص پل ۾، الڳ الڳ اگهن تي، صارف ڪندو. ٻيا معاملا ساڳيا ئي رهندا. اگهہ جي ماپ سدائين عمودي مرڪز (Y axis) تي ٽيندي آهي ۽ مقدار جي ماپ سدائين افقي مرڪز (X-axis) تي ٽيندي آهي. اسين مٿئين طلب شيڊيول کي هيٺ ڏنل ونگدار لڪير وسيلي ظاهر ڪري سگهون ٿا.

### گراف ڪيئن ٺاهجي

1. خانن ۾ موجود ڪيل انگن اکرن ۽ چاڻ تي ٻڌل مواد (Data) ۾ لکڻ وسيلي جدول (يا شيڊيول) جوڙيو. انگن اکرن ۽ چاڻ تي ٻڌل مواد لاءِ هڪ لڪيري گرافُ، عمومي طرح، ٻن خانن جي جدول تي ٻڌل هوندو آهي، جيڪو افقي مرڪز (x-axis) ۽ عمودي مرڪز (y-axis) ۾ مطابقت پيدا ڪندو آهي.
2. صفحي تي افقي مرڪز ۽ عمودي مرڪز چٽيو.
3. هر مرڪز تي سرنامو يا ليبل (Label) لڳايو.
4. پنهنجي صفحي تي انگن اکرن ۽ چاڻ تي ٻڌل مواد جي مختلف مجموعن کي جاءِ ڏيو.
5. هر نقطي تي سرنامو يا ليبل لڳايو.
6. هڪ لڪير يا ونگدار لڪير پيدا ڪرڻ لاءِ نقطا ملايو.

متي ڏنل شڪل (پنئين صفحي تي) ۾، اگھه جي ماپ عمودي مرڪز (Y-axis) سان ڪئي ويئي آهي ۽ طلب ڪيل مقدار افقي مرڪز (X-axis) سان ماپيل آهي. اگھه ۽ طلب ڪيل مقدار جي مختلف مجموعن وسيلي، اسان کي ونگدار لڪير ڊي ڊي ون (DD1) ملي ٿي، جيڪا اي، بي، سي، ڊي ۽ اِي مان حاصل ڪئي ويئي آهي. هيناهينءَ ڏانهن لڙيل ونگدار لڪيرَ، اگھه ۽ طلب ڪيل مقدار وچ ۾ ابتڙ لاڳاپي کي ظاهر ڪري ٿي.

**سرگرمي**

طلب جو شيڊيول پيدا ڪرڻ لاءِ، هيٺ ڏنل گراف ۾، اگھه ۽ طلب ڪيل مقدار جي باري ۾ جاڻ استعمال ڪريو. تنهن کان پوءِ، موجود ڪيلَ انگن اکرن ۽ جاڻ تي ٻڌل مواد (Data) کي استعمال ڪندي هڪ فرد لاءِ طلب جي ونگدار لڪير ڇٽيو.

ستن رپين جي اگھه تي، احمد بسڪيٽن جو هڪ پاڪيٽ خريدي ٿو، پر جڏهن قيمت 6 رپيا ٿئي ٿي ته هو ٻه پاڪيٽ خريدي ٿو. پنجن رپين جي اگھه تي، هو بسڪيٽن جا چار پاڪيٽ، چئين رپين جي اگھه تي بسڪيٽن جا ست پاڪيٽ خريدي ٿو. اگھه چئن، ٽن ۽ ٻن رپين تائين ڪِرن تا ۽ پوءِ اُهي هڪ رپئي تائين لهي اچن ٿا. احمد ترتيبوار 11، 16 ۽ 23 بسڪيٽن جا پاڪيٽ خريد ڪري ٿو.

## ڪاروباري شين ۽ خدمتن جا مختلف قسم

ڪاروباري شين ۽ خدمتن کي مختلف درجيبندين ۾ وهائي سگھجي ٿو. اهي هي آهن:

## هڪٻئي تي ڀاڙيندڙ شيون

فرض ڪريو ته اقتصاديات ۾، چانهه ۽ کنڊ ــ ٻنهي جو اگهه 120 رپيا ڪلو آهي. چڙهيل اگهه جي ڪري، ماڻهو گهٽ چانهه استعمال ڪن ٿا. پوءِ هڪ ڏهاڙي، فرض ڪريو ته چانهه جو اگهه 60 رپيا ڪلو تائين لهي اچي ٿو، ائين هاڻي ماڻهو چانهه خريدڻ لاءِ جلديءَ ۾ پهچي وڃن ٿا. تنهنڪري، اُهي وڌيڪ کنڊ خريد ڪندا، جيتوڻيڪ کنڊ جي قيمت تبديلي نه ٿي هوندي آهي.

مٿئين مثال مان اوهين ڄاڻي سگهو ٿا ته چانهه جي اگهه ۾ آيل تبديلي پڻ کنڊ جي طلب کي اثرانداز ٿئي ٿي. تنهنڪري ٻنهي کي هڪٻئي تي ڀاڙيندڙ شيون چيو ويندو.

تنهنڪري، اسين چئي سگهون ٿا ته هڪٻئي تي ڀاڙيندڙ شيون ۾ يا ٻن کان وڌيڪ اهڙيون شيون هونديون آهن، جيڪي گڏ ڪپت ۾ ايندڙيون آهن. جيئن ئي هڪ شيءِ جي قيمت لهندي آهي، ته ٻنهي شين جي طلب وڌندي آهي. ساڳيءَ طرح، ڪنهن شيءِ جي قيمت ۾ واڌ ايندي آهي ته ٻنهي شين جي طلب لاٿ ۾ ايندي آهي. بنيادي طرح، اِن جو مطلب هيءُ آهي ته هڪ شيءِ جي طلب، پاڻ سان لاڳاپيل شيءِ جي طلب کي ڇڪي ايندي آهي. جڏهن ڪنهن هڪ شيءِ جي قيمت چڙهندي آهي ته صارف اُن سان لاڳاپيل شيءِ کي اڪيلي نموني استعمال ڪرڻ نه گهرندا آهن. مثال طور: جيڪڏهن ڪنهن مَسُ جي (پرنٽر ۾ استعمال ٿيندڙ) ڪارٽيج جي قيمت وڌيڪ گهٽيل آهي ته پرنٽرن جي طلب پڻ وڌندي ۽ جيڪڏهن ڪنهن مَسُ جي (پرنٽر ۾ استعمال ٿيندڙ) ڪارٽيج جي قيمت وڌيڪ چڙهيل آهي ته پرنٽرن جي طلب پڻ گهٽجندي.

### هڪٻئي تي ڀاڙيندڙ شين جا ڪي وڌيڪ هي مثال آهن:

- خودڪار گاڏيون ۽ تيل
- خودڪار گاڏيون ۽ ڦيٿا
- پين ۽ ان کي ڀيهر ڀرڻ لاءِ مَسُ
- تعميري سامان جو مجموعو (سرون، سيمينٽ، اسٽيل)
- بوٽ پالش

### سرگرمي

هڪٻئي تي ڀاڙيندڙ شين جي ڪن وڌيڪ مثالن جي باري ۾ سوچيو. اهڙين شين جا، گهٽ ۾ گهٽ، ٽي وڌيڪ جوڙا لکو ۽ اُهي پنهنجن دوستن سان ونڊيو.

## متبادل شيون

مکڻ جو اگهه وڌي ويو آهي، تنهنڪري مسز نادر مکڻ بدران مارجرين يعني نقلي مکڻ خريدي ٿي، ڇاڪاڻ ته اُهو مکڻ جهڙو ئي آهي، پر ان جي قيمت گهٽ آهي. ٻين لفظن ۾، هوءَ مارجرين کي مکڻ جي متبادل طور ڪٺي ٿي، ڇاڪاڻ ته مارجرين جي قيمت مکڻ کان گهٽ آهي.

اُهي شيون، جيڪي صارف، متبادل چونڊ طور استعمال ڪن ٿا، تن کي متبادل شيون چيون ويندو آهي. ٻين لفظن ۾، متبادل شيون اهڙيون ٻه شيون آهن، جيڪي ساڳئي مقصد لاءِ استعمال ڪري سگهجن ٿيون. اُنهن ٻن شين مان، جيڪڏهن ڪنهن هڪ شيءِ جو اگهه چڙهندو آهي ته ٻئي شيءِ جو وڪرو وڌي ويندو آهي ۽ ساڳئي نموني، جيڪڏهن ڪنهن هڪ شيءِ جو اگهه ڪرندو آهي ته ٻئي شيءِ جو وڪرو گهٽجي ويندو آهي. مثال طور: جيڪڏهن اِنڪ جيٽ يعني مس سان پرجندڙ پرنٽرن جو اگهه ڪِري ٿو ته ليزر پرنٽرن جي طلب ۾ پڻ لاٿ ايندي، ڇاڪاڻ ته اُهي اِنڪ جيٽ يعني مس سان پرجندڙ پرنٽرن جو متبادل آهن. هِن معاملي ۾، صارف هڪ شيءِ، ٻيءَ شيءِ سان تبديل ڪندا. شين جي متبادل جو ڪلاسيڪي مثال ۾ مارجرين يعني نقلي مکڻ ۽ مکڻ ۽ چانهه ۽ ڪافي شامل آهن.

**سرگرمي** متبادل شين جي ڪن وڌيڪ مثالن تي سوچيو. اهڙين شين جا، گهٽ ۾ گهٽ، ٽي وڌيڪ جوڙا لکو ۽ اُهي پنهنجي دوستن سان ونڊيو.

## ضرورتن ۽ عيش واريون شيون

ضرورتون اهڙيون شيون يا خدمتون هونديون آهن، جيڪي ماڻهوءَ کي گهربل هونديون آهن. اُهي اسان جي زندگيءَ لاءِ گهربل بنيادي ضرورتون هونديون آهن، جنهن ۾ اجهي، لٽي، اني ۽ صحت تندرستي شامل آهن. اقتصاديات ۾، عيش واري شيءِ هڪ اهڙي شيءِ آهي، جنهن جي طلب، آمدنيءَ ۾ واڌاري سان موجود تناسب کان وڌيڪ وڌي ويندي آهي ۽ اِها "ضرورت واري شيءِ" جي ابتڙ هوندي آهي، جنهن لاءِ طلب، نسبت ۾ آمدنيءَ کان گهٽ وڌندي آهي.مثال طور:سون جا ڳهه، مخصوص نشان واريون (Branded) گهڙيون،شاندار گاڏيون وغيره.

**ياد رکو**

"حاجتون" فطري ضرورتون هونديون آهن، جيڪي زندگيءَ کي برقرار رکڻ لاءِ ضروري هونديون آهن، جيئن هوا، پاڻي، کاڌي، ڪپڙي، اجهي ۽ ننڊ جي حاجت. "خواهشون" اهڙيون تمنائون هونديون آهن، جيڪي زندگيءَ لاءِ ضروري ناهن هونديون، پر اُهي زندگيءَ کي ٿورو وڌيڪ لطف جوڳو بڻائينديون آهن.

## طلب تي اثرانداز ٿيندڙ اگهه کان آجا عنصر

ڪنهن خاص تيار ڪيل شيءِ جي تعين لاءِ اگهه اڪيلو عنصر ناهي. اهڙا ڪيترائي عنصر آهن، جيڪي فردي توڙي بازاري طلب تي اثرانداز ٿين ٿا. فردي طلب، ڪنهن فرد جي ڄمار، صنف، آمدنيءَ، تجربن ۽ بازار واري هنڌ تي مقابلي ۾ آيل شين جي قيمتن جو اثر وٺندي آهي. بازاري طلب به ساڳين عنصرن کان متاثر ٿيندي آهي، پر وڏي پئماني تي، يعني ڪنهن برادريءَ جو ذائقو، عادتون ۽ اميدون ۽ گهڻو ڪجهه. اچو ته انهن عنصرن تي پيرائتي نموني بحث ڪريون:

**ياد رکو**

آمدني، ڪم عيوض پابنديءَ سان مليل پئسو آهي. مثال طور: ڪنهن ڪارخاني ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهوءَ کي مهيني جي پڇاڙيءَ ۾ جيڪا رقم ادا ڪئي وڃي ٿي، اُها آمدني آهي.

**(1) آباديءَ ۾ تبديلي:** جيڪڏهن ڪنهن ملڪ جي آبادي، ڪنهن به ڪارڻ جي ڪري، وڌندي آهي ته شين جي مختلف قسمن لاءِ طلب وڌندي آهي، توڙي جو اگهه ساڳيا رهندا آهن. مثال طور: جيڪڏهن ڪنهن ملڪ ۾، ٻارن جو تناسب وڌي ٿو ته رانديڪن، ٻارن جي کاڌ خوراڪ جي طلب وڌيڪ وڌي ٿيندي. ساڳيءَ طرح، جيڪڏهن پوڙهن ماڻهن جو سيڪڙو وڌي ٿو ته گهمڻ واري لٺين، هٿرادو ڏندن ۽ ڦيٿن وارين ڪرسين جي طلب وڌندي.

**(2) ذائقن ۽ ترجيحن ۾ تبديلي:** ذائقن ۽ ترجيحن ۾ تبديلين جي ڪري، ڪنهن برادريءَ جي طلب ۾ تبديلي اچي سگهي ٿي. مثال طور: اسين فاسٽ فوڊ ۽ پيزا جي طلب ۾ واڌاري کي ڏسون ٿا، ڇاڪاڻ ته ماڻهن ان لاءِ پاڻ ۾ هڪ ذائقو پيدا ڪري ورتو آهي ۽ اُن ڪري اُهي فاسٽ فُوڊ کي ترجيح ڏين ٿا.

**(3) آمدنيءَ ۾ تبديلي:** شين ۽ خدمتن جي طلب، صارفن جي آمدنيءَ ۾ تبديلي کان به متاثر ٿيندي آهي. جيڪڏهن صارفن جي آمدني وڌي ٿي، ته اُهي، وڌن اگهن هوندي به، وڌيڪ شين ۽ خدمتن جي تقاضا ڪندا. ٻئي پاسي، جيڪڏهن اُنهن جي آمدنيءَ ۾ لاٿ ايندي ته اُهي سَستن اگهن هوندي به، شين ۽ خدمتن جي گهٽ مقدار يا تعداد جي طلب ڪندا. تنهن کان سواءِ، جڏهن آمدنيءَ ۾ واڌ ايندي آهي ته ماڻهو، پئسو اُنهن شين تي خرچ ڪرڻ شروع ڪندا آهن، جن کي اڳي اُهي عيش يا ننڍي عيش وارين شين طور ڳڻيندا رهيا هئا.

مثال طور: ڪنهن ماڻهوءَ جي آمدني ماهوار ڏهن هزارن مان وڌي ويهه هزار تي آهي، ته ڪڻڪ جي کپت يا واهپو گهٽ ٿيندو، ڇاڪاڻ ته هو وڌيڪ پئسو اُنهن شين تي خرچ ڪندو،

جن کي اڳي هو عيش وارين شين طور ڄاڻندو هو، جيئن ڪيڪ، مڇي، ڪير جون تيار ڪيل شيون يا سامان، ميوا وغيره.

(4) **متبادل شين جي اگھہ ۾ تبديلي:** ڪنهن خاص شيءِ جي قيمت چڙهي ٿي تہ ماڻهو ان شيءِ جي وڏيڪ خريداريءَ کي ڇڏي سگھن ٿا ۽ پئسو اُن جي متبادل تي خرچ ڪري سگھن ٿا، جيڪو گهٽ اگھہ تي دستياب آهي. اهڙيءَ طرح، اسين ڏسون ٿا تہ طلب ۾ تبديلي پڻ متبادل جي قيمت ۾ تبديليءَ آڻي سگھي ٿي.

(5) **آبهوا ۽ موسمي حالتون:** آبهوا ۽ موسمي حالتون، ڪنهن شيءِ جي طلب تي اهم اثر رکن ٿيون. مثال طور: صارفن جي ڪپهہ جي ڪپڙن جي طلب سياري ۾ وڌي ٿي ۽ اونهاري ۾ گھٽجي ٿي.

(6) **اعليٰ درجي جي قدر واريون شيون:** ڪي ٿوريون شيون، جهڙوڪ: هيرا، اهڙيون هونديون آهن، جيڪي رڳو شاهوڪار ماڻهو خريد ڪري سگھندا آهن. اِنهن شين جون قيمتون ايتريون مٿي هونديون هونديون آهن، جو اُهي عام ماڻهن  جي سگھہ کان مٿاهيون هونديون آهن. هيري جي قيمت جيتري مٿاهين هوندي، انهيءَ جو قدر بہ اوترو ئي اُتم هوندو.  هِن مامري ۾، صارف گھٽ قيمت تي ڪي ٿورا هيرا خريد ڪندو، ڇاڪاڻ تہ قيمت ۾ لاٿ جي ڪري، اُتم قدر ڪِري پوندو آهي. ٻئي پاسي، جڏهن هيرن جي قيمت وڌندي آهي تہ اُتم قدر پڻ مٿي چڙهندو آهي ۽ تنهنڪري، طلبيل مقدار وڌندو.

(7) **قيمت جي اميد:** جڏهن صارفن کي اِها اميد هوندي آهي تہ ڪنهن شيءِ جي قيمت ويجهي مستقبل ۾ ڪِرڻ پئي وڃي تہ اُهي اُها شيءِ، گھٽ قيمت تي بہ، خريد ناهن ڪندا. ٻئي پاسي، جڏهن ڪين اميد هوندي آهي تہ مستقبل ۾ ڪنهن شيءِ جي قيمت چڙهندي تہ اُهي اُها شيءِ وڌيءَ قيمت تي بہ خريد ڪندا آهن. اِهي ٻئي حالتون طلب جي قانون جي خلاف آهن.

(8) **کوٽ جو ڊپ:** جڏهن ماڻهن کي محسوس ٿيندو آهي تہ ويجهي مستقبل ۾ ڪنهن شيءِ جي کوٽ ٿيڻي آهي تہ اُهي اُها شيءِ وڌيڪ خريد ڪندا آهن، توڻي جو هلندڙ وقت ۾ قيمت ۾ چڙهندي هجي. مثال طور: جيڪڏهن ماڻهو محسوس ڪن ٿا تہ ويجهي مستقبل ۾، ايل پي جي گيس ۾ کوٽ واقع ٿيندي تہ اُهي وڌيل اگھہ تي بہ اُها وڌيڪ خريد ڪندا.

(9) **رواج ۾ تبديلي:** طلب جو قانون تڏهن لاڳو نہ ٿيندو آهي، جڏهن شيون رواج کان ٻاهر ٿيل ڄاتيون وينديون آهن.  جيڪڏهن ڪا شيءِ رواج کان خارج ٿي ويندي آهي تہ ماڻهوءَ انهيءَ کي سستي اگھہ تي بہ خريد ناهن ڪندا. مثال طور: اڄڪلهہ ماڻهو پراڻي رواج واريون شرٽون ۽ پينٽون نٿا خريدين، توڻي اُهي بنھ گھٽيون سستيون ٿي پيون آهن. ٻئي پاسي، ماڻهو رواج يا فيشن واريون شيون خريد ڪندا آهن، جن کي خريدڻ تي وڌيڪ خرچ ٿيندو آهي.

## بچتون

ڪنهن ماڻهوءَ جي وقت جي مقرر حصي ۾ ڪمايل آمدنيءَ جي رقم مان خرچ پڪي لهڻ کان پوءِ جيڪا رقم بچندي آهي، انهيءَ کي بچت چئبو آهي. بچتن جي مثبت معنيٰ تي سگهي ٿي ته ڪنهن ماڻهوءَ جي آمدنيءَ مان خرچن پڪن لهڻ کان پوءِ ٿوري رقم بچي آهي. ڪڏهن ڪڏهن بچتن لاءِ ڪوبہ پئسو نہ بچندو آهي.

| آمدني | = | خرچ | + | بچت |
|---|---|---|---|---|
| 100 | = | 80 | + | 20 |

جيڪڏهن ڪنهن ڪٽنب وٽ اضافي آمدني آهي تہ اُهي هيءُ طئہ ڪندا تہ ڪيترو خرچ ڪرڻو آهي ۽ ڪيترو بچائڻو آهي. بچت ۽ خرچ اُنهن عنصرن تي ياڙين ٿا، جن ۾ ضرورتون، خواهشون، ذائقا ۽ قدر شامل هوندا آهن. مختلف ماڻهو، خرچ ۽ بچت جي مختلف مجموعن مان چونڊ ڪندا آهن. شاهوڪار ماڻهو، گهڻي ياڳي، پنهنجو پئسو وڏن گهرن، شاندار ڪارُن ۽ پرڏيهہ گهمڻ تي خرچ ڪندا آهن. ٻئي پاسي، اُهي ماڻهو جن جو تعلق وچولي طبقي سان آهي، اُهي پنهنجن ٻارن جي پڙهائيءَ يا گهر خريد ڪرڻ لاءِ پنهنجو پئسو بچائيندا آهن.

### خلاصو

هِن باب ۾، طلب هڪ صارف جي ڪنهن خاص شيءِ يا خدمت لاءِ قيمت ادا ڪرڻ جي خواهش ۽ راضپي کي بيان ڪري ٿي. تنهن کان سواءِ، اهو ٻڌايو آهي تہ طلبيل مقدار، قيمت جي ابتڙ نسبت ۾ هوندو آهي. اها جدول جنهن ۾ قيمت ۽ طلبيل مقدار جي مختلف مجموعن کي ڏيکاريو ويندو آهي، تنهن کي طلب جي شيڊيول طور ڄاتو ويندو آهي ۽ اِن طلب جي شيڊيول جي گرف جي شڪل ۾ نمائندگيءَ کي ونگدار طلب چيو ويندو آهي. شيون ۽ خدمتون مختلف قسمن جون ٿي سگهن ٿيون، جيئن هڪٻئي تي ياڙيندڙ شيون، متبادل شيون، عيش واريون شيون ۽ طلب واريون شيون. هڪ شيءِ جي قيمت ۾ تبديلي، ڪنهن ٻيءَ شيءِ جي طلب تي اثرانداز ٿئي ٿي، پر ان جو دارومدارُ ان تي هوندو آهي تہ اُها شيءِ، انهيءَ شيءِ تي ياڙيندڙ هجي يا اُن جو متبادل هجي، جنهن جي قيمت تبديل ڪئي ويئي آهي. ڪي اگهن کان آجا عنصر جهڙوڪ: ذائقا، ترجيحون، آمدني، متبادل شين جون قيمتون، آبهوا، موسم ۽ رواج پڻ طلب تي اثرانداز ٿي سگهن ٿا. بچتون، ڪنهن ماڻهوءَ جي وقت جي مقرر حصي ۾ ڪمايل آمدنيءَ جي رقم مان خرچ پڪي لهڻ کان پوءِ بچيل رقم تي ٻڌل هونديون آهن. مختلف ماڻهو، خرچ ۽ بچت جي مختلف مجموعن مان چونڊ ڪندا آهن.

## باب جي پڇاڙيءَ جي مشق

### پنهنجيءَ ڄاڻ ۽ سمجهه جو جائزو وٺو

**هيٺيان خال ڀريو:**

i. جڏهن قيمت چڙهندي آهي ته طلبيل مقدار _____آهي.
ii. طلب جا ٻه بنيادي قسم _____ ۽ _____ آهن.
iii. طلب جي شيڊيول جي گراف جي شڪل ۾ نمائندگيءَ کي _____طور ڄاتو ويندو آهي.

**جدول ٺاهيو**

ٽن خانن واري جدول ٺاهيو. ڪالم الف ۾ شين ۽ خدمتن جي فهرست لکو. هر ڪنهن شيءِ يا خدمت پرسان، ڪالم ب ۾ هڪٻئي تي ڀاڙيندڙ شيءِ لکو ۽ ان جي متبادل شيءِ ج ڪالم ۾ لکو.

| الف: شيون يا خدمتون | ب: هڪ ٻئي تي ڀاڙيندڙ | ج: متبادل |
|---|---|---|
| | | |

**هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

i. اصطلاح ”صارف جي طلب“ جي تشريح ڪريو ۽ ان جا ٽي مثال پيش ڪريو.
ii. اصطلاح ”آمدنيءَ“ جي مثالن سان تشريح ڪريو
iii. اصطلاح ”هڪٻئي تي ڀاڙيندڙ شيون“ جي تشريح ڪريو. جڏهن ڪنهن شيءِ جي قيمت ڪِري پوي ٿي ته ان تي ڀاڙيندڙ شيءِ سان ڇا واقع ٿئي ٿو؟
iv. اصطلاح ”متبادل شيون“ جي وضاحت ڪريو. جڏهن ڪنهن شيءِ جي قيمت چڙهي ٿي ته اُن جي متبادل جي طلب سان ڇا واقع ٿئي ٿو؟
v. پنجن اڳهن کان آڃن عنصرن جي نشاندهي ڪريو، جيڪي طلب تي اثرانداز ٿين ٿا.

**وڌيڪ ڳولا ڪريو**

پنجن ٻارن کان پڇو ته جيڪڏهن سندن پسند جي ڪاڌي (يا پيتي) جي شيءِ، جيڪا اُهي روزاني خريد ڪندا آهن، جي قيمت اوچتو ئي وڌي وڃي ٿي ته اُهي پنهنجي خرچي ڪيئن خرچيندا؟ ڪين چئو ته اُهي اوهان کي ٻڌائين ته جيڪڏهن سندن پسند جي اسم جي قيمت اوچتو ئي ڪِري پوي ٿي ته اُهي ڇا ڪندا؟ تنهن کان پوءِ، قيمت ۾ تبديلي جي سلسلي ۾ سندن ردعملن کي بيان ڪرڻ لاءِ هڪ ننڍو مضمون لکو.

### ٻين سان سهڪار ڪريو

**ننڍين گروهن ۾، طلب تي اثر وجهندڙ اڳهن کان آجن عنصرن ۾ تبديليءَ جي صورتحال جي باري ۾ هڪ ڪردارن ڀريو ناٽڪ ڪريو پوءِ هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1. ماهوار مجارڪي سامان جي خريداريءَ مهل، مسز نادر جي ڌيان ۾ اِها ڳالهه اچي ٿي تہ ڪافيءَ جي قيمت ڪِري پئي آهي. تنهنڪري، هوءَ چانهه جي ٻن پاڪيٽن، جيڪي معمول پٽاندر هوءَ خريد ڪندي هئي، بدران ڪافيءَ جي ٻن پاڪيٽن خريدڻ جو فيصلو ڪري ٿي. مسز نادر ايئن ڇو ڪيو؟
2. هڪ خاص پائوڊر واري ڪير (جيڪو ٻار پيئندو آهي) جي هڪ خاص برانڊ جي خريداريءَ مهل، اسد کي دُڪاندار ٻڌائي ٿو تہ ويجهي مستقبل ۾ پائوڊر واري ڪير جي ڪوٽ واقع ٿيڻ جو امڪان آهي. اسد ٿورو پريشان ٿي وڃي ٿو، ڇاڪاڻ تہ ڪير سستو نہ هو. انهيءَ حالت ۾ هو ڇا ڪندو؟ ڇا سندس طلبيل مقدار وڌندو، ساڳيو رهندو يا گهٽجندو؟ ۽ ڇو؟
3. مکڻ جي طلب ۾ اوچتو ئي واڌ اچي ٿي، جيتوڻيڪ اُن جي قيمت تبديل نہ ٿي آهي. ٿي مختلف ماڻهو الڳ الڳ ڪارڻ ڄاڻي رهيا آهن تہ اُهي ڇو مکڻ خريد ڪري رهيا آهن. هڪ شاگرد ٽي وي چينل جي رپورٽر بڻجي ٿي سگهي ٿو ۽ هر ڪنهن کان وڌيڪ مکڻ خريدڻ جي ڪارڻ جي باري ۾ پڇو.

---

**استاد لاءِ نوٽ:**

شاگردن کي ڀهروپ ـــ ناٽڪ جي صورتحال نمبر: 3، لاءِ مختلف ڪارڻ ڳولڻ لاءِ همٿايو، جهڙوڪ: هڪ ماڻهو اِهو چئي سگهي ٿو تہ جيئن تہ منهنجي آمدنيءَ ۾ اضافو ٿيو آهي، آئون هاڻي مکڻ خريد ڪرڻ جهڙو آهيان. هڪ ٻئي ماڻهوءَ جو اِهو ڪارڻ ٿي سگهي ٿو تہ مارجرين جي قيمت چڙهي ويئي آهي، تنهنڪري هاڻي مکڻُ، جيڪو مارجرين جو متبادل آهي، ڪنهن حد تائين سستو بڻجي پيو آهي. اجا بہ، ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جو ڪارڻ اِهو ٿي سگهي ٿو تہ امڪان آهي تہ مستقبل ۾، مکڻ جي قيمت وڌندي، تنهنڪري، هو وڌيڪ مکڻ خريد ڪري رهيو آهي.

# باب ڇهون: فراهمي ـ پيداوار ڪندڙ تي مرڪزيل

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- اصطلاحن "پيدوار ڪندڙ"، "فراهمي"، "مراعت"، "ڪاروبار مان آيل رقم"، "نفعو" جي تشريح ڪرڻ.
- فراهميءَ لاءِ لڪيري گراف کي کولي بيان ڪرڻ.
- ان جي تشريح ڪرڻ تہ ڪيئن قيمت ۾ تبديليون فراهم ڪيل مقدار تي اثرانداز ٿين ٿيون، لاءِ ڏنل ٽيبل (فراهمي شيڊيول) ۽ گراف (فراهميءَ جي ونگدار لڪير) کي کولي بيان ڪرڻ.
- فراهمي شيڊيول ۾ ڏنل انگن اکرن ۽ ڄاڻ جي مواد (Data) منجهان فردي پيداوار ڪندڙ لاءِ فراهميءَ جي ونگدار لڪير تعمير ڪرڻ.
- ان جي تشريح ڪرڻ تہ ڪيئن پيداوار ڪندڙ شيءِ يا خدمت، جيڪي اُهي فراهم ڪندا آهن، جي قيمت ۾ تبديليءَ تي پنهنجي ردعمل جو اظهار ڪندا آهن.
- فراهم ڪيل مقدار ۾ تبديلين جي پيدوار ڪندڙن (وڏيڪ عملي کي ملازمت ۾ رکڻ، وڌيڪ وسيلا واهپي ۾ آڻڻ وغيره)، گهراڻن (وڌيڪ ملازمتون، خرچڻ لاءِ وڌيڪ آمدني)، ڪاروباري ادارن/ڪمپنين (وڌيڪ ڪچو سامان) مٿان امڪاني واقع ٿيندڙ اثرن جي کي واضح ڪرڻ.

## تعارف

هن باب ۾، اوهين فراهميءَ ۽ اُن سان لاڳاپيل ڪن بنيادي اصطلاحن ۽ تصورن جي باري ۾ پڙهندا. مختلف سرگرمين، جدولن ۽ گرافن وسيلي، ڪيترن ئي عنصرن جي بين العمل ۽ سندس فراهم ڪيل مقدار جي اثر تي بحث ڪيو ويندو. اُنهن عنصرن تي ياڙيندڙ پيداوار ڪندڙ جي رويي جو اڀياس ڪيو ويندو. پيداوار ڪندڙن ۽ صارفن تي فراهم ڪيل مقدار ۾ تبديلين جي واقع ٿيندڙ اثرن جي پڻ وضاحت ڪئي ويندي.

## پيداوار ڪندڙ

پيداوار ڪندڙ، شين ۽ خدمتن کي پيدا ڪندڙ ۽ فراهم ڪندڙ هوندو آهي. پيدوار ڪندڙ پيدوار جي عنصرن کي، صارفن، حڪومت ۽ بين ڪاروباري ادارن کي شين ۽ خدمتن جي وڪري لاءِ، متحد ڪندو آهي. پيداوار ڪندڙ جو مقصدُ وڌ ۾ وڌ منافعو ڪمائڻ هوندو آهي.

شيون ۽ خدمتون، پيداواري ذريعن کي واهپي ۾ آڻڻ وسيلي پيدا ڪيون وينديون آهن، جن کي اقتصادي ماهر پيدواري عنصر چوندا آهن، جن ۾ هي شامل آهن:

- زمين
- مزدوري
- سرمايو

> **ياد رکو**
> هڪ ڪمپني واحد ڪاروبار يا پيدا ڪار هوندو آهي: مثال طور: باٽا شوز. اها هڪ فيڪٽري يا دڪانن جي گروهه جو سلسلو به ٿي سگهي ٿو، جيڪو خوراڪ، ڪپڙا يا جوتا پڻ وڪرو ڪندا آهن.

ڏندي جو لاڳاپو ڪاروباري ادارن سان هوندو آهي ۽ اُهي پيدوار ڪندڙن جا مک مثال هوندا آهن ۽ پيداوار ڪندڙن جي باري ۾ جڏهن ڳالهه ڪجي ٿي ته اُهي سي ئي هوندا آهن، جيڪو اقتصادي ماهرن جي ذهن ۾ هوندو آهي. بهرحال حڪومتون خدمتن جي ڪن قسمن جون پيداوار ڪندڙ هونديون آهن، جيئن پوليس جون خدمتون، دفاع، پبلڪ اسڪول ۽ ٽپال جي رسائي ـــ ۽ ڪڏهن ڪڏهن حڪومت، شين جي پيداوار ڪندڙ به هوندي آهي، مثال طور، جڏهن حڪومت تيل نڪرندڙ زمينن وغيره کي پنهنجائينديون آهن.

## ڪاروبار مان آيل رقم (Revenue)

ڪاروبار مان آيل رقم (Revenue) اهڙي رقم آهي، جيڪا ڪنهن ڪمپنيءَ کي پنهنجين ڪاروباري سرگرمين وسيلي حاصل ٿيندي آهي. اُها پئسي جو اهڙو تعداد آهي، جيڪو اصل ۾ ڪا ڪمپني ڪنهن خاص وقت دوران حاصل ڪندي آهي. ڪمائي يا ڪاروبار مان آيل رقم جي ڪٽ، وڪرو ڪيل انگ جي يونٽن ۽ تعداد وسيلي، انهيءَ قيمت کي جمع ڪرڻ وسيلي ڪئي ويندي آهي، جنهن تي شيون ۽ خدمتون وڪرو ڪيل هونديون آهن.

| ڪاروبار مان آيل رقم | = ايڪي جي قيمت x قيمت جا عدد/وڪرو ڪيل مقدار |
|---|---|

جڏهن ڪاروبار مان آيل رقم منجهان خرچ ڪٽيا ويندا آهن ته اسين پيداوار ڪندڙ جي نقد آمدنيءَ يا منافعي جو تعين ڪري سگهون ٿا. مثال طور: پيداوار ڪندڙ مزورن کي معاوضو ڏيندا آهن، جنهن ۾ پگهارَ، بونس ۽ فائدا جهڙوڪ صحت جو بيمو وغيره، شامل آهن. پيداوار ڪندڙ لاءِ اهي سمورا خرچ هوندا آهن. ڏنتي جي مالڪ لاءِ اِنهن خرچن کان پوءِ جيڪا به بچت ٿئي ٿي، انهيءَ کي منافعو چيو ويندو آهي.

## منافعو

جڏهن ڪنهن مجموعي پيداوار جو وڪري جو خاص تعدادُ، پيدوار تي آيل ڪل خرچن کان اڳتي نڪري هلندو آهي ته ان مان رقم واپس ايندي آهي، جنهن مان منافعو نهندو آهي، اُهو هڪ اهڙو صِلو هوندو آهي، جيڪو جوکم کڻي ڪاروبار ڪندڙ ڪمائيندا آهن. انهيءَ سادي بيان کي گهٽي ياڳي منافعي جي سجاڻپ طور هن طرح اظهاريو ويندو آهي:

| ڪل منافعو = ڪل آيل رقم ـــ ڪل خرچَ |
|---|

بين لفظن ۾، منافعو يا خسارو، پيدوار جي وڪري ۽ پيدوار تي آيل خرچ مان حاصل ڪيل رقم وچ ۾ فرق آهي.

## مراعت

مراعت اهڙي شيءِ آهي، جيڪا ڪنهن فرد کي ڪنهن عمل جي ادائگيءَ لاءِ همٿائيندي يا تحرڪ ۾ آڻيندي آهي. **اقتصايات** ۾، وڌيڪ وڌي پيداوار يا سيڙپ کي اُڪسائڻ لاءِ رعايت يا ادائگيءَ طور ڄاتو ويندو آهي. مراعتن جي مثالن ۾ نقد انعام، بونسَ، آمدني ۽ منافعا شامل هوندا آهن. تنهن هوندي بہ، ان جو لاڳاپو رڳو پئسي سان ناهي هوندو. مراعتن ۾ گڏ ڪم ڪندڙن جي هڪٻئي کي مڃتا، شهرت، سماجي رتبو ۽ اختيار جهڙيون شيون پڻ شامل هونديون آهن. پيداوار ۽ منافعي ۾ واڌاري لاءِ پيداوار ڪندڙ پنهنجن ملازمن کي متحرڪ رکڻ جي ڏس ۾ ڪن خاص مراعتن جي آڇ ڪري سگهي ٿو. ملازمن کي ملندڙ ڪن مراعتن ۾ هي شامل آهن:

**انعام واريون مراعتون جهڙوڪ:** سوڪڙيون، سندون، خدمتن عيوض ايوارڊ ۽ رقم وارا انعام.

**عيوض واريون مراعتون جهڙوڪ:** بونس، پگهارن ۾ اضافو وغيره.

**تسليميت واريون مراعتون:** ان ۾ ڪنهن ملازم کي ڪنهن حاصلات جي سند، مهيني جي سڀ کان مٿي ايندڙ ملازم کي انعام ڏيڻ، ڪنهن ملازم جا ٿورا مڃڻ يا ملازم جي ڪارڪردگيءَ کي ساراهڻ شامل آهي.

**قدردانيءَ واريون مراعتون:** ان ۾ ڪمپنيءَ پاران سير تفريح جو انتظام ڪرڻ ۽ پارٽيون منعقد ڪرڻ وغيره شامل آهي.

قدر واري ڪا تقريب، شيءِ، عمل يا اسم مراعت آهي، جنهن جو مقصد ملازمن جي سخت محنت ڪرڻ کي اڪسائڻ هوندو آهي. ملازمت ڏيندڙ (پيداوار ڪندڙ)، عمومي طرح، ڪم واري هنڌ جي جوش ۽ ولولي، پيدواري سرگرمي ۽ ملازمن جي ڪارڪردگيءَ کي وڌائڻ لاءِ مراعتن جو واهپو ڪندا آهن. جيئن هاڪاري مراعتون خاص روين کي همٿائينديون آهن، تيئن ناڪاري مراعتون جهڙوڪ، ڏنڊ ۽ سزائون ڪن خاص اڻ چاهيل روين جي حوصلي شڪني ڪري سگهن ٿيون، مثال طور: دير سان اچڻ واري جي پگهار ۾ ڪٽوتي، ملازمن يا ورڪرن کي وقت تي اچڻ تي آماده ڪري سگهي ٿي.

**سرگرمي**

ڪنهن خاص رويي کي هٿي وٺرائڻ لاءِ ڇا اوهان کي ڪڏهن بہ هاڪاري مراعت (انعام) ڏني ويئي آهي؟

**استاد لاءِ نوٽ:**

استاد يا استادياڻي پنهنجي شاگردن کان پڇي تہ ڇا هُنن ڪڏهن بہ پنهنجي ڪنهن سني ڪارڪردگيءَ يا سني رويي جي مظاهري عيوض ڪي مراعتون ماڻيون آهن.

**سرگرمي**

ڪنهن خاص رويي جي حوصلي شڪنيءَ لاءِ ڇا اوهان کي ڪڏهن به ڪا ناڪاري مراعت (سزا) ڏني ويئي آهي؟

**استاد لاءِ نوٽ**

استاد يا استاديائي پنهنجي شاگردن کان پڇي ته اڻ سونهندڙ عملن کان کين روڪڻ واسطي، ڇا هُنن کي ڪڏهن به ناڪاري مراعتون مليون آهن.

**سرگرمي**

هينيان سوالَ، گهٽ ۾ گهٽ، پنهنجن پنجن ڪلاسي ساٿين کان پڇو ۽ سندس جوابَ هڪ جدول ۾ محفوظ ڪريو، جيڪا هيٺ ڏنل جدول جهڙي هجي.

| ڇا مراعت پنهنجو ڪم ڏيکاريو؟ (ڇا اُن اوهان کي پنهنجي رويي ۾ تبديل ڪرڻ تي مجبور ڪيو؟) | اُهو ڪهڙو رويو هو، جيڪو ماڻهوءَ همٿائڻ گهريو هو؟ | اُها مراعت اوهان کي ڪنهن ڏني؟ (اوهان جي ماءُ، پيءُ يا استاد) | مراعت ڇا هئي؟ |
|---|---|---|---|
| | | | |
| | | | |
| | | | |

## فراهمي

فراهمي هڪ بنيادي اقتصادي تصور آهي. اُهو خاص شين ۽ خدمتن جي اُن ڪل مقدار کي بيان ڪري ٿو، جيڪو صارفن کي دستياب هوندو آهي. جيڪڏهن گراف ۾ فراهميءَ کي ظاهر ڪجي ته اُها خاص قيمت يا مختلف قيمتن تي دستياب مقدار تي سگهي ٿي. جيڪڏهن قيمت وڌندي آهي ته شين جي فراهمي به وڌندي آهي.

## فراهميءَ جو قانون

سادن لفظن ۾، وڌيڪ چڙهيل قيمت سان وڌيڪ گهڻي فراهمي ٿيندي؛ ۽ وڌيڪ گهٽ قيمت تي، گهٽي گهٽ فراهمي ٿيندي. ان مان اسان اڳيان هڪ اهم قانون اچي ٿو، جنهن کي اقتصاديات ۾ فراهميءَ جي قانون طور ڄاتو ويندو آهي. اهو بيان ڪري ٿو ته سيني عنصرن کي ساڳيءَ يا اڻ تبديل حالت ۾ رکندي، ڪنهن شيءِ يا خدمت جي قيمت ۾ اضافو، فراهم ڪيل مقدار ۾ اضافي جو نتيجو ڏيندو ۽ ڪنهن شيءِ يا خدمت جي قيمت ۾ لاٽ، فراهم ڪيل مقدار ۾ لاٽ

جو نتيجو ڏيندي. اسين اهو پڻ سگهون ٿا تہ فراهم ڪيل مقدار سڌيءَ ريت قيمت سان لاڳاپيل هوندو آهي. جڏهن قيمت تبديل ٿيندي آهي تہ مقدارُ ساڳئي رخ ۾ تبديل ٿيندو آهي. (ايندڙ صفحي تي شڪل ڏسو)

جيئن ئي اسم جي قيمت مٿي چڙهندي آهي، فراهمي ڪندڙ، خريداريءَ لاءِ آڇيل مقدار کي وڌائڻ وسيلي پنهنجن منافعن کي وڌ ۾ وڌ وڌائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. اسان جي چوڌاري موجود مثال آهن:

- ڇَلَي نما بسڪيٽن کان وڌيڪ جڏهن صارف ڪپ ڪيڪن لاءِ پئسا ڏيڻ شروع ڪنداآهن تہ بيڪريون، پنهنجن منافعن کي وڌائڻ جي سلسلي ۾، ڪپ ڪيڪن جي پيداوار ۾ واڌ آڻينديون ۽ پنهنجن ڇَلَي نما بسڪيٽن جي پيدوار گهٽائي ڇڏينديون.
- جڏهن ڪاليجي شاگرد ڏسندا آهن تہ ڪمپيوٽر انجنيئرنگ جي نوڪرين ۾، انگريزي پروفيسرن جي نوڪرين کان وڌيڪ پگهار ملي ٿو تہ ڪمپيوٽر انجنيئرنگ ۾ ڊگريون رکندڙ شاگردن جي فراهمي وڌندي.

فراهميءَ جو قانون انهيءَ اثر جو تت پيش ڪندو آهي، جيڪو قيمتن ۾ تبديليون صارف جي رويي تي وجهنديون آهن. مثال طور، جيڪڏهن وڊيو گيمز جي سسٽمن جي قيمت وڌندي آهي تہ ڏنل اهڙا وڌيڪ سسٽمَ تيار ڪندو. جيڪڏهن وڊيو گيمز جي سسٽمن جي قيمت گهٽجندي آهي تہ ڏنل اهڙا گهٽ سسٽمَ تيار ڪندو. جيڪڏهن هر هڪ جي قيمت 2 هزار آهي تہ ڪا ڪمپني 10 لک سسٽم فراهم ڪري سگهي ٿي. جيڪڏهن قيمت 3 هزارن تائين چڙهي ٿي تہ اُها 15 لک سسٽم فراهم ڪري سگهي ٿي.

## اُهي مفروضا جن هيٺ فراهميءَ جو قانون معقول هوندو آهي

جڏهن اسين "سيني عنصرن کي ساڳئي يا اڻ تبديل ٿيل حالت ۾ رکڻ" چئون ٿا تہ ان مان مراد آها آهي تہ قانون ان ئي صورت ۾ لاڳو ڪرڻ جوڳو هوندو، جڏهن هينيان شرط پورا ڪيا ويا آهن:

- لاڳاپيل شين جي قيمت ۾ ڪابہ تبديلي ناهي.
- پيدواري عنصرن ۾ ڪابہ تبديلي ناهي.
- ٽيڪنالاجيءَ ۾ ڪابہ تبديلي ناهي.
- حڪومتي پاليسيءَ ۾ ڪابہ تبديلي ناهي.
- مستقبل ۾ قيمتن جي باري ۾ وڪڻندڙ جي امڪانن ۾ ڪابہ تبديلي ناهي.

**ياد رکو**

"سيٽرس پيريبس" (Ceteris Paribus) هڪ عام استعمال ٿيندڙ اصطلاح آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: "ٻين سيني شين جو ساڳيءَ حالت ۾ رهڻ". جڏهن اقتصاديات ۾، "سيٽرس پيريبس" (Ceteris Paribus) استعمال ڪبو آهي تہ تنهن جو مطلب اِهو تصور ڪرڻ هوندو آهي تہ ٻيا سڀ تبديلي آڻيندڙ عنصرَ، فوري غور هيٺ آيل تبديلي آڻيندڙ عنصرن کان سواءِ، ساڳيءَ يا اڻ تبديل حالت ۾ هوندا آهن.

## فراهميءَ جو شيڊيول

طلب جي شيڊيول وانگي، فراهمي جي جدولي شڪل کي فراهميءَ جو شيڊيول چيو ويندو آهي، جيڪو فردي فراهميءَ جو شيڊيول (اڪيلو وڪندڙ) بہ ٿي سگھي ٿو ۽ بازاري فراهميءَ جو شيڊيول (انيڪ وڪندڙ) بہ ٿي سگھي ٿو. هڪ فراهميءَ جو شيڊيول هڪ جدول هوندو آهي، جيڪو ٻڌائيندو آهي تہ ڪن خاص حالتن ۾، ڪن خاص قيمتن تي، هڪ يا گھڻا ڪاروباري ادارا ڪيتري گھڻي فراهمي ڪرڻ جا خواهشمند هوندا.

هيٺ ڏنل فراهميءَ جو شيڊيولُ، هڪ شيءِ جي فراهم ڪيل مقدار ۽ قيمت وچ ۾ هاڪاري رشتي کي ظاهر ڪري ٿو. شروعات ۾، جڏهن قيمت 10 رپيا في ڪلو آهي، تہ وڪندڙ هڪ ڪلو مقدار فراهم ڪري ٿو. جيئن ئي قيمت 10 رپيا في ڪلو مان 20 رپيا في ڪلو پوءِ 30 رپيا في ڪلو تائين وڌي ٿي تہ وڪندڙ فراهم ڪيل مقدار پڻ ترتيبوار هڪ ڪلو کان بہ ڪلو پوءِ ٽي ڪلو تائين وڌائي ٿو. وڌيڪ 40 رپيا في ڪلو ۽ تنهن کان پوءِ 50 رپيا في ڪلو جي نتيجي ۾ وڪندڙُ، فراهم ڪيل مقدار ترتيبوار چار ڪلو ۽ پنج ڪلو تائين وڌائي ٿو.

| قيمت (رپين ۾) | فراهم ڪيل مقدار (ڪلوگرامن ۾) |
|---|---|
| 10 | 1 |
| 20 | 2 |
| 30 | 3 |
| 40 | 4 |
| 50 | 5 |

## فراهميءَ جي ونگدار لڪير

فراهميءَ جي لڪيرَ، فراهميءَ جي شيڊيول جي گراف جي شڪل ۾ نمائندگي آهي. ٻين لفظن ۾، ڪنهن شيءِ يا خدمت جي قيمت، هڪ گراف وسيلي، ڪنهن خاص حصي لاءِ فراهم ڪيل مقدار وچ ۾ تعلق جي نمائندگي ڪري ٿي. مخصوص نمائندگيءَ ۾، قيمت عمودي (Y-axis) مرڪز تي ظاهر ٿيندي، جڏهن تہ فراهم ڪيل مقدارُ اُفقي (X-axis) مرڪز تي ظاهر ٿيندو.

اسين ڏنل فراهميءَ جي شيڊيول وسيلي، متيون فراهميءَ جو شيڊيول ڏيکاري سگھون ٿا.

ڏنل گراف ۾، قيمت ۽ مقدار ترتيبوار Y-axis ۽ X-axis سان گڏ ماپيا ويا آهن. قيمت ۽ فراهم ڪيل مقدار جي ڪيترن ئي مجموعن کي جائتي ڪرڻ وسيلي، اسين نقطا A، B، C، D ۽ E اخذ ڪريون ٿا. اسين ڏسون ٿا ته انهن نقطن کي ملائڻ سان متين پاسي ٿيڙي نموني ويندڙ فراهميءَ جي لڪير نهي پوي ٿي. فراهميءَ جي ونگدار لڪير جو مثبت جهڪاءُ (Slope) فراهميءَ جي قانون کي قائم ڪري ٿو ۽ قيمت ۽ فراهم ڪيل مقدار ۾ مثبت ۽ سڌي رشتي کي ظاهر ڪري ٿو.

### سرگرمي

هيٺ فراهميءَ جي شيڊيول ۾ ڏنل الف، ب، پ جي شيءِ جي قيمت فراهم ڪيل مقدار جي باري ۾، ڏنل انگن جي مواد کي استعمال ڪندي، هڪ فردي پيداوار ڪندڙ لاءِ فراهميءَ جي ونگدار لڪير ٺاهيو.

| الف، ب، پ جي شيءِ جي قيمت (في ڪلوگرام رپين ۾) | الف، ب، پ شيءِ جو فراهم ڪيل مقدار |
|---|---|
| 50 | 35 |
| 45 | 31 |
| 40 | 27 |
| 35 | 23 |
| 30 | 19 |
| 25 | 15 |

## فراهم ڪيل مقدار ۾ تبديلين جا واقع ٿيندڙ (Flow-on) اثرَ

### پيداوار ڪندڙن ۽ ڪاروباري ادارن لاءِ:

جيڪڏهن فراهم ڪيل مقدار ۾ واڌارو ڪيو وڃڻو آهي ته اُهو پيداوار ڪندڙ جي فيصلي تي، گهڻ پاسائون اثر وجهي سگهي ٿو. پيداوار ڪندڙ کي وڌيڪ پيداوار جي سلسلي ۾ نيون مشينون خريدڻيون پونديون آهن، وڌيڪ عملو يا پورهيت ڪم سان لڳائڻا پوندا آهن ۽ ساڳئي نموني، ڪيس وڌيڪ وسيلا (مثال طور: ڪچو مال) گهربل هوندو آهي.

### گهراڻن لاءِ:

گهراڻن تي فراهم ڪيل مقدار ۾ واڌ جا اثر اِهي پوندا ته هُنن لاءِ وڌيڪ نوڪريون دستياب ڪيون وڃن (جيئن ڪاروباري ادارا وڌيڪ پورهيت ڪم سان لڳائي رهيا آهن.) ۽ نتيجي ۾ وٽن خرچڻ لاءِ وڌيڪ آمدني هوندي.

**ڪي مثال:**

جيڪڏهن ڪنهن ڪارخاني ۾ ڪي پراڻيون مشينون ٽتي پون ٿيون ۽ فراهم ڪيل مقدار گهٽجي ٿو ته ڪي واقع ٿيندڙ هي اثر ٿي سگهندا:

پيداوار ڪندڙ ٿورن پورهيتن کي خارج ڪري سگهي ٿو، ڇاڪاڻ ته هُو هاڻي ايتري رقم نٿو ڪمائي جو پورهيتن کي اجورو ڏئي سگهي. ۽ ڪي ٿوريون مشينون موجود آهن، جن وسيلي ڪي ٿوريون شيون تيار ڪري سگهجن ٿيون.

جيستائين مشينون معيار پٽاندر ٿين، تيستائين، توسيعي رٿائون في الحال روڪٽيون آهن.

جيڪڏهن ڪاروبار، پراڻين مشينن جي مرمت يا اُنهن جي جاءِ تي نين مشينن لڳائڻ جي لاڳت وصول ڪرڻ ۾ ناڪام ٿئي ٿو ته ان کي بند ڪرڻو پوندو.

ڏنڊي ڪي ان قسم جي شين کي ڏيان ڏيڻو آهي، جن تي ٽتل مشينن جو گهٽ اثر پوي ٿو.

ٻئي مثال ۾، اسين ڏسي سگهنداسين ته هڪ عمارت کي رنگ ڏيڻ جي قيمت ۾ لاٽ جا واقع ٿيندڙ اثر، وسيلن جي استعمال تي پوندا.

جيڪڏهن عمارت کي رنگ ڪرڻ جي قيمت ۾ لاٽ آهي ته:

جن عمارتن کي رنگ ڏنو وڃڻو آهي، تن جو تعداد گهٽايو ويندو

ٿورين عمارتن کي رنگ ڏيارڻ لاءِ ڏنڊي کي گهٽ وسيلا گهربل هوندا، مثال طور: عمارتن کي رنگ ڪرائڻ لاءِ شايد ان کي اڳي وانگي گهٽڻ پورهيتن جي گهرج نه پوي يا ان کي ڪم لاءِ گهٽي سامان جيئن ڏاڪٽيون وغيره جي گهرج نه پوي.

ڪاروباري ادارو، متان ٻه، پنهنجا وسيلا، هلندڙ ڏنڊي جي پيٽ ۾ ڪنهن وڌيڪ منافعيدار متبادل خدمت ڏانهن منتقل ڪري، جيئن رنگ ڏيڻ جي خدمتن بدران عملي کي باغبانيءَ جي خدمتن فراهم ڪرڻ ڏانهن منتقل ڪرڻ.

## فراهميءَ کي متاثر ڪندڙ ٻيا عنصر

قيمت کان سواءِ بہ ڪي ٻيا عنصر آهن، جيڪي فراهميءَ کي متاثر ڪري سگهن ٿا، اُهي هي آهن:

1. **پيداوار جون لاڳتون/پيداوار جا وسيلا:** پيداوار جون لاڳتون، پيدوار تي خرچ ٿيندڙ وسيلا آهن، جيڪي پيدوار جي تياريءَ جي مختلف مرحلن تي لڳايا ويندا آهن، جيئن: اجورو يا پگهار، ڪچو مال، مسواڙ، بجلي/توانائي وغيره. جيڪڏهن پيداوار تي ايندڙ لاڳتون وڌنديون آهن ۽ وڪري جي قيمت ساڳي رهندي آهي تہ پوءِ منافعي جون گنجائشون گهٽبيون. پيداوار ڪندڙُ ان قيمت تي وڪري لاءِ گهٽ راضي ۽ گهٽ سگهہ رکندڙ هوندو آهي. پيداوار جي لاڳت ۾ اضافو فراهميءَ ۾ لاٿ جو ڪارڻ بڻجندو آهي، تنهنڪري، تيار ڪيل شيءِ گهٽ منافعيدار بڻجي پوندي آهي.
2. **لاڳاپيل شين جي قيمت:** لاڳاپيل شيون جو واسطو اُنهيءَ سامان سان آهي، جنهن منجهان، هڪ مڪمل ڪيلشيءِ جي پيداوار ۾ استعمال ٿيندڙ وسيلا (**Inputs**) اخذ ڪيا ويندا آهن. هڪ لاڳاپيل شيءِ (يا خدمت) اُها آهي، جيڪا ساڳين وسيلن جي استعمال مان تيار ڪئي وڃي، جيئن: نان، چپاتي، بريڊ، ڪيڪ ۽ چاڪليٽي ڪيڪ.

- ڪنهن لاڳاپيل شيءِ جي قيمت ۾ واڌ، اُن شيءِ جي فراهميءَ ۾ لاٿ جو ڪارڻ بڻجندي. نان جي قيمت ۾ واڌ، چپاتين جي فراهميءَ ۾ لاٿ جو ڪارڻ بڻجندي، چاڪاڻ تہ گهٽ منافعيدار بڻجي پونديون. نان جي قيمت ۾ واڌ، نانن جي فراهم ڪيل مقدار ۾ واڌ جو ڪارڻ بڻجندي، چاڪاڻ تہ نان، نسبتۡ وڌيڪ منافعيدار بڻجي پوندا.
- تنهنڪري، جيڪڏهن اوهين فردي تربيت ڪار يا ٽيم جا سڪيا ڪار تي سگهيا ۽ فردي تربيت ڪار جي قيمت چڙهي ويئي تہ اوهين فردي تربيتن کي وڌيڪ ۽ ٽيم جي سڪيا ڪاري خدمتن کي گهٽ ترجيح ڏيندا.

3. **حاصل پيداوار (Productivity):** جڏهن حاصل پيداوار ۾ واڌ ايندي آهي تہ پورهيت پڻ ساڳي لاڳت تي وڌيڪ پيداوار ڪرڻ جي لائق ٿيندا. تنهنڪري، فراهمي وڌندي.
4. **ٽيڪنالاجي:** ٽيڪنالاجيءَ ۾ اڳڀرايون هڪ ڪاروباري اداري جي حاصل پيداوار ۾ واڌ آڻينديون. ترقي ڪيل ٽيڪنالاجيءَ جي گهٽي پاڳي معنيٰ هوندي آهي تہ پيداواري مرحلو وڌيڪ اثرائتو هوندو يعني ڪنهن شيءِ يا خدمت جي پيدا ڪرڻ لاءِ لاڳتن کي گهٽائيندو ۽ تنهنڪري، فراهميءَ لاءِ وڌيڪ منافعيدار هوندو. وڌيڪ وڏو مقدار، تنهنڪري، هر هڪ قيمت تي فراهم ڪيو ويندو آهي. جيڪڏهن ٽيڪنالاجي پراڻي ٿي وڃي ٿي يا ٽٽي وڃي تہ پوءِ فراهميءَ ۾ لاٿ ايندي.

5. وڪرو ڪندڙ جون اميدون: مستقبل ۾ بازاري حالتن لاءِ وڪرو ڪندڙن جي ڳڻتي، سڌيءَ ريت، فراهميءَ تي اثرانداز ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن وڪڻندڙ کي پڪ آهي ته اڳيان ڏسجندڙ آئيندي ۾، سندس تيار ڪيل شيءِ جي طلب ٿيندي ته ڪاروباري اداري جو مالڪ، آئيندي ۾ قيمتن ۾ واڌ جي اميد تي، هڪدم، پيداوار ۾ واڌ سگهي ٿو.

**سرگرمي**

ڇا اوهين ڪنهن عنصر يا عنصرن جا نالا ٻڌائي سگهو ٿا، جيڪي فراهميءَ تي اثرانداز ٿيندا آهن؟

## خلاصو

هيءُ باب شين ۽ خدمتن جي فراهميءَ تي مرڪزيل هو. اوهان مختلف اصطلاحن، جهڙوڪ: پيداوار ڪندڙ، فراهمي، مراعت، ڪاروبار مان آيل رقم، منافعو وغيره جي وصفن جي باري ۾ اڀياس ڪيو. ان جي پڻ تشريح ڪئي ويئي ته فراهم ڪيل مقدار سڌيءَ ريت قيمت سان لاڳاپيل هوندو آهي (فراهميءَ جو قانون). ٻين لفظن ۾، وڌيڪ وڌيل قيمت سان فراهمي به وڌيڪ وڌيل هوندي ۽ وڌيڪ گهٽ قيمت سان فراهمي وڌيڪ گهٽ هوندي. اُها جدول، جيڪا قيمت جي ڪيترن ئي مجموعن ۽ فراهم ڪيل مقدار جي نمائندگي ڪندي آهي، تنهن کي فراهميءَ جو شيڊيول چيو ويندو آهي ۽ انهيءَ فراهميءَ جي شيڊيول جي گراف جي شڪل ۾ نمائندگيءَ کي فراهميءَ جي ونگدار لڪير سڏبو آهي. فراهم ڪيل مقدار ۾ تبديلين جي (پيداوار ڪندڙن، گهراڻن ۽ ڪاروباري ادارن) ڪن امڪاني واقع ٿيندڙ اثرن ۽ ڪن (قيمتن کان الڳ) عنصرن، جيڪي فراهميءَ تي اثرانداز ٿين ٿا، جي وضاحت ڪئي ويئي.

## باب جي پڇاڙيءَ جي مشق

### پنهنجيءَ ڄاڻ ۽ سمجهه جو جائزو وٺو

**هيٺيان خال ڀريو:**

i. اقتصادي قدر يا شين يا خدمتن جي پيدا ڪندڙ شخص کي ______چيو ويندو آهي.

ii. جيڪڏهن ڪنهن شيءِ جي پيداوار ۾ ڪا ٽيڪنالاجيءَ جي اڳڀرائي ٿي آهي ته ان جي فراهمي __ ______هوندي.

iii. ______ ڪنهن شيءِ يا خدمت جي قيمت ۽ هڪ گراف وسيلي، ڪنهن خاص حصي لاءِ فراهم ڪيل مقدار وچ ۾ تعلق جي نمائندگي ڪري ٿي.

## هڪ گراف يا جدول ٺاهيو

هيٺ جدول ڊي. وي. ڊين لاءِ فراهميءَ جو شيڊيول ظاهر ڪري ٿي.

| ڊي. وي. ڊين جي قيمت(رپين ۾) | فراهم ڪيل مقدار |
|---|---|
| 250 | 17 |
| 200 | 13 |
| 150 | 9 |
| 100 | 5 |
| 50 | 1 |

مٿي ڏنل فراهميءَ جي شيڊيول ۾ ڏنل انگن جي مواد منجهان فردي پيداوار ڪندڙ لاءِ فراهميءَ جي ونگدار لڪير تعمير ڪريو.

## هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

i. اصطلاح ”پيداوار ڪندڙ“ جي تشريح ڪريو.

ii. اصطلاح ”مراعت“ کي مثال سان کولي بيان ڪريو.

iii. اصطلاح ”فراهميءَ“ جي وصف بيان ڪريو. جڏهن شيءِ جي قيمت ڪِرندي آهي ته ان جي فراهميءَ سان ڇا واقع ٿيندو آهي؟

iv. اصطلاحن ”ڪاروبار مان آيل رقم“ ۽ اصطلاح ”منافعي“ جي وصف بيان ڪريو. ٻنهي ۾ فرق بيان ڪريو.

v. فراهميءَ کي متاثر ڪندڙ ٽن اهم ڪارڻن جي نشاندهي ڪريو.

vi. ڪارخاني ۾ تيار ڪيل شيءِ ۽ فراهم ڪيل مقدار سڌيءَ ريت لاڳاپيل آهن (جيئن، بازار ۾ جڏهن ڪنهن شيءِ جي قيمت وڌندي آهي ته فراهم ڪيل مقدار به وڌندو آهي). اُهو تعلق ڪن خاص ”پيريبس“ يعني ٻين برابر شين، جي حالتن تي پاڙيندڙ هوندو آهي، جيڪي ساڳيءَ يا اڻ تبديل ٿيل حالت ۾ رهنديون آهن. اهڙين ٽن حالتن جي فهرست تيار ڪريو.

## وڌيڪ ڳولا ڪريو

پنجن شاگردن کان سوال ڪريو ته اُهي اِن کي واضح ڪن ته جيڪڏهن شيءِ (ج) جي قيمت اوچتو ئي وڏي وجهي ٿي يا ڪِري پوي ته پيداوار ڪندڙ ڪيئن شيءِ (ج) جي قيمت ۾ تبديلين تي ردعمل ظاهر ڪندو، جيڪا هو پيدا ڪري ٿو (۽ ڇو؟). شاگردن پاران ڏنل پنج جواب لکو ۽ اُهي ساٿن ڪلاس ۾ ونڊيو.

يونٽ 5

# ايشيا ۾ ماڻهن جي تنظيم

## يونٽ جو تعارف

هن يونٽ ۾، اوهين ايشيا ۽ ان جي ماڻهن، جيڪي هِن خطي ۾ رهن ٿا، جي باري ۾ اڀياس ڪندا. هيءُ خطو پنهنجن جاگرافيائي اهڃاڻن ۽ آباديءَ جي ڪري وڏيءَ اهميت وارو آهي. ايشيا ڌرتيءَ جو سڀ کان وڏو ۽ سڀ کان وڌيڪ آبادي رکندڙ کنڊ آهي، جيڪو اڀرندي ۽ اترئين اڌ ڌرتيائي گول تي موجود آهي. اُهو يورپ (يوريشيا) ۽ افريڪا سان پنهنجو وسيع خطو ڳنڍي ۽ ملائي ٿو. هيءُ کنڊ تاريخ جي وڏي عرصي کان انساني آباديءَ جي اڪثريت جو گهرُ ۽ ڪيترين ئي مُهڙين سڀيتائن جو وسيلو رهيو آهي. تنهن کان سواءِ، اوهين مختلف علائقا جهڙوڪ: ڏکڻ ايشيا وغيره جاچيندا. اوهين ايشيا جي پنجن خطن جي سماجي، سياسي ۽ اقتصادي حالتن جي باري ۾ ڄاڻ ماڻيندا.

## باب پهريون: گروهن جي اڳواڻيءَ جي حاصلات ۽ مشق

### شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- مختلف گروهن ۽ حالتن ۾ اڳواڻن جي نشاندهي ڪرڻ.
- اُهي طريقا بيان ڪرڻ، جن وسيلي ماڻهو اڳواڻ بڻجي پوندا آهن (مثال طور: ورثي، چونڊ، مقرري، طاقت جي زور، رضاڪاريءَ وسيلي).
- ان جي تشريح ڪرڻ ته ڪيئن اڳواڻيءَ جا مختلف انداز، گروهن جي ميمبرن کي متاثر ڪن ٿا.
- اُهي طريقا تجويز ڪرڻ ، جيڪي اڳواڻ گروهن اندر ۽ اُنهن جي وچ ۾ اختلافن کي حل ڪرڻ لاءِ اختيار ڪندا آهن.

## تعارف

هِن باب ۾، اوهين اڳواڻيءَ ۽ ان جي مختلف اندازن، جن جي اڳواڻ پيئواري ڪن ٿا، جي باري ۾ اڀياس ڪندا. اوهين ڄاڻي سگهندا ته ڪيئن اڳواڻ مختلف گروهن ۽ صورتحالن ۾ اختلافن ۽ تڪرارن کي نبيريندا آهن. اوهين اُنهن طريقن کان پڻ واقف ٿيندا، جن وسيلي ماڻهو اڳواڻ بڻجي پوندا آهن.

## سماج ۾ اڳواڻيءَ جو تصور

انسانُ سماجي جانور آهن. اُهي گڏجي گروهن جي صورت ۾ رهن ٿا. فطري طرح، انسان کي مختلف ذميواريون ڪٽڻيون پون ٿيون ۽ ان کي مختلف هدف ماڻڻا هوندا آهن. سماج کي ڍانچي فراهم ڪرڻ ۽ اُن کي اُسرڻ ۾ مدد ڏيڻ ۽ ترقي ڪرڻ

> **ياد رکو!**
> ماڻهن جو گروهُ، گڏ هئڻ جي احساس ۽ گڏيل رشتي سان گڏجي رهي ٿو، ان کي سماج چئبو آهي.

جي سلسلي ۾، انسانَ، فطري طرح، اڳواڻن ۽ پوئلڳن ۾ ورهايل آهن. اڳواڻ رستا ٺاهيندا رهن ٿا ۽ هڪ محاظ کان ٻئي محاظ ڏانهن هلندا رهن ٿا.

سماجُ هڪ گهڻ لقائي ڍانچو آهي، جنهن ۾ اڻ ڳڻيون سماجي طاقتون، عنصر ۽ ترڪيبي جزا موجود هوندا آهن. سماج رڳو ڪن ٿورن طئہ ٿيل هدفن تائين محدود ناهي. اهڙيءَ ريت، سماج ۾ اڳواڻي، هڪ وسيع ۽ گهڻي پاڱي اڻ چٽو لقاءُ آهي.

جڏهن ماڻهن جو پنهنجي اڳواڻ ۾ ڀروسو هوندو آهي تہ اُهي محسوس ڪندا آهن تہ سندن اقتصادي، سماجي ۽ سياسي طرح خيال رکيو پيو وڃي ۽ اُهي، ٿلهي ليکي، بهتر ذهني ساخت ۾ موجود آهن. سٺي اڳواڻي هڪ سُکيو سماج پيدا ڪندي آهي ۽ هڪ سُکيو سماجُ، هڪ سگهاري قوم پيدا ڪري سگهي ٿو.

## اڳواڻ جي وصف

اڳواڻُ ”هڪ اهڙو ماڻهو آهي، جيڪو ماڻهن جي گروهہ کي هڪ گڏيل مقصد کي حاصل ڪرڻ ڏانهن راغب ڪري ٿو.“

## اڳواڻي

لفظ ”اڳواڻيءَ“ سان مختلف قسم جا تصور ياد پون ٿا، مثال طور:

- سياسي اڳواڻُ: گهرائيءَ سان جاچيندڙ، جذبي سان ٽمٽارُ.
- ڪوچنا ڪندڙُ: پنهنجن مڙني پوئلڳن جي پوئواريءَ لاءِ جهنگ يا ڏکي صورتحال مان رستو ڪيندڙُ.
- انتظامي ماهر: مقابلي ۾ ڪٽڻ لاءِ ڪمپنيءُ کي ترقي ڏياريندڙُ.

## اڳواڻي ۾ شامل آهي:

- هڪ چٽو نظري مقصد قائم ڪرڻُ.
- اُهو نظري مقصد پوئلڳن سان ونڊڻُ.
- نظري مقصد کي ساڀيا ڪرڻ لاءِ ڄاڻ، علم ۽ طريقو فراهم ڪرڻُ.
- پوئلڳن جي ٽڪراءَ ۾ ايندڙ مفادن کي مربوط ڪرڻُ ۽ اُنهن ۾ توازن پيدا ڪرڻُ.

## اڳواڻيءَ جي اهميت

اڳواڻ درست رُخن ۾ صحيح شين ڪرڻ لاءِ ٻين جي مدد ڪندا آهن. اُهي رُخ طئہ ڪندا آهن، اتساهہ ڏيارينڌڙ نظري مقصد پيدا ڪندا آهن ۽ ڪا نئين ۽ الڳ شيءِ تخليق ڪندا آهن. اڳواڻ ان ڳالهہ جي خاڪو چٽيندا آهن تہ پوئلڳن کي ڪيڏانهن وڃڻ جي گهرج آهي. اڳواڻي رخ ترتيب ڏيندي آهي. پنهنجن ماڻهن جي درست نصب العين ڏانهن رهنمائي ڪرڻ لاءِ اڳواڻن کي، سڌي ۽ اثرائتي طريقي سان، ترغيبي مهارتون پڻ استعمال ڪرڻ گهرجن. اثرائتي اڳواڻيءَ کان سواءِ، ڪابہ تنظيم فعال نموني ڪم نٿي ڪري سگهي.

| سرگرمي |
|---|
| ڇا اوهين اُنهن مسئلن جي باري ۾ سوچي سگهو ٿا، جيڪي تڏهن واقع ٿي سگهن ٿا، جڏهن سماج ۾ ڪوبہ اڳواڻ موجود نہ هجي. پنهنجي ڪلاس ۾ هڪ اڳواڻ (مانيٽر) جي هئڻ جي فائدن جي باري ۾ سوچيو. |

| استاد لاءِ نوٽ |
|---|
| استاد کي گهرجي تہ هُو، شاگردن کي اسان جي سماج ۾ اڳواڻ جي اهميت جي باري ۾ بحث ۾ مصروف رکي. |

## اُهي طريقا، جن وسيلي ماڻهو اڳواڻ بڻجي سگهن ٿا

ماڻهو هيٺين طريقن وسيلي اڳواڻ بڻجي سگهن ٿا:

| | |
|---|---|
| موروثيت | هڪ موروثي اڳواڻ اُهو آهي، جنهن کي ٻين جي اڳواڻي ڪرڻ جي خاصيت، ڪنهن حد تائين، ورثي ۾ ملي آهي. اڳواڻيءَ جو ڪردارُ، هڪ ڪٽنب اندر، هڪ پيڙهيءَ کان ٻيءَ پيڙهيءَ ڏانهن منتقل ٿيندو آهي. اُهو اڳواڻيءَ جو سڀ کان پراڻن طريقن مان هڪ آهي. سيني اوائلي ملوڪيتن کي بادشاهن هلايو هو. اهڙو رواج عام طرح بادشاهتن ۾ ڏٺو ويو آهي. |
| طاقت | ڪو ماڻهو، زور جي استعمال وسيلي جڏهن اڳواڻ جو ڪردار اختيار ڪري ٿو تہ ان کي طاقت وسيلي اڳواڻي چئبو آهي. انهيءَ طريقي کي بهتر نموني اصطلاح ”ڏاڍي جي لٺ کي ٻہ مٿا“ وسيلي وضاحت ڪري سگهجي ٿي. دنيا، اڳواڻي ماڻڻ جي انهيءَ تباهہ ڪندڙ طريقي جي اثرن جو مشاهدو ڪيو آهي، جنهن جي پويان انسانن جو قتل عام ۽ تباهي هوندي آهي. طاقت وسيلي اڳواڻي، عام طرح، آمريت ۾ ڏٺي ويئي آهي. |

| | |
|---|---|
| مقرري | مقرر ڪيل اڳواڻ اُهو آهي، جنهن کي، تنظيمي مقصدن ماڻڻ لاءِ هڪ رخ ۾ ملازمن جي اڳواڻي ڪرڻ واسطي معاوضي تي رکيو ويو آهي. موٽ ۾، ان کي تنظيمي اصولن پٽاندر، ماهوار پگهارُ ٻين مراعتن سميت ڏنو ويندو آهي. اِها اڳواڻي عام طرح بئنڪن ۽ گهڻ قومي پيشيوراڻن ادارن ۾ ڏٺي ويئي آهي. |
| چونڊ | چونڊيل اڳواڻ اُهو آهي، جنهن ڪنهن عام چونڊ ۾ ماڻهن جا اڪثريتي ووٽ حاصل ڪيا هجن. هُو ماڻهن جي ڀلائيءَ لاءِ ڪيل وعدن جي بنياد تي چونڊبو آهي. اِها اڳواڻي عام طرح جمهوريت ۾ ڏٺي ويندي آهي. |
| رضاڪاري | اڳواڻ بڻجڻ جو ٻيو رستو رضاڪاريءَ وسيلي جڙندو آهي. ماڻهو پنهنجو وقت ۽ ڪوششون، ڪنهن به مالي فائدن جي اميد ڪان سواءِ، پنهنجيءَ برادريءَ جي فلاح بهبود لاءِ رضاڪاراڻي نموني ڏيندا آهن. |

## اڳواڻيءَ جا مختلف اندازَ

سڀ کان عام اندازَ، جن جي پوئواري اڳواڻ ڪندا آهن، اُهي هيٺ ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| مطلق العنان اڳواڻ | مطلق العنان اڳواڻ، ٻين جي صلاح مشوري ڪان سواءِ اڪيلي ئي فيصلو ڪندا آهن. وٽن ڪامل اختيار هوندو آهي ۽ پنهنجي مرضي مڙهيندا آهن. اُهي پنهنجن پوئلڳن سان مشورو ناهن ڪندا ۽ نه ئي ڪين فيصلي سازيءَ جي عمل ۾ شامل ڪندا آهن. مطلق العنان اڳواڻ جي فيصلي کي ڪوبه للڪاريندو ناهي. |
| جمهوري اڳواڻ | جمهوري اڳواڻ فيصلي سازيءَ ۾ فعال ڪردار ادا ڪندا آهن، پر ٻين کي پڻ شامل ڪندا آهن. اُهي پنهنجن پوئلڳن کي خيالن جي ونڊ ۽ اظهارڻ جي اجازت ڏيندا آهن ۽ اُن کي همٿائيندا آهن ۽ اُهي فيصلي سازيءَ ۾ وڏيڪ شرڪتي ڪردار پنهنجائيندا آهن. هيءُ ٽيم کي هلائڻ لاءِ ڪليو ۽ دوستاڻو انداز آهي. |
| دخل نه ڏيندڙ اڳواڻ | دخل نه ڏيندڙ اڳواڻ ماڻهن کي اختيار ڏيندا آهن ته ڪين نالي ماتر ۽ يا ڪنهن به مداخلت ڪان سواءِ پنهنجي پسند جي ڪم ڪرڻ جي اجازت آهي. اُهي ماڻهن کي پنهنجين تنظيمن ۾ فيصلي ڪرڻ جي چوٽ ڏيندا آهن |

**سرگرمي**

- پنهنجي ڪلاس جي مانيٽر جي اڳواڻيءَ جي انداز جي نشاندهي ڪريو.
- ڪهڙي طريقي سان هو يا هوءَ اوهان جي ڪلاسي ساٿين تي اثرانداز ٿي رهيو/رهي آهي.
- ڪهڙي طريقي وسيلي هو يا هوءَ ڪلاس جي نمائندگي ڪندڙ ٿي پيو/پئي آهي.

اوهين مٿي ڏنل جدولن مان ڪو خيال حاصل ڪري سگهو ٿا.

## اهي طريقا جيڪي اڳواڻ اختلافن جي نبيري لاءِ اختيار ڪن ٿا:

ايشيائي سماج ۾ رهندڙ گروهن اندر ۽ اُنهن وچ ۾ ڪي مسئلا ۽ اختلاف موجود آهن. اِها اڳواڻ جي ذميواري آهي ته هو فردن، ننڍن گروهن ۽ تنظيمن وچ ۾ اختلاف نبيري. اڳواڻ ابتدائي طرح مسئلن ۽ اختلافن جي نبيري لاءِ هيٺيان طريقا استعمال ڪندو آهي:

### ٿڌو هجڻُ ۽ احترام ڪي ظاهر ڪرڻُ

عام طرح، اختلافَ شديد جذبا ۽ ايتري تائين جو ڪاوڙ ڪروڌ پيدا ڪندا آهن. اهڙيءَ حالت ۾، اڳواڻ سمجھ پريا ۽ سمجهوتي لاءِ تيار بڻجي سگهن ٿا. مسئلي ڪي نبيرڻ جي مرحلي ۾، اِها هڪ اڳواڻ جي ذميواري آهي ته هو ٻين جي نقطي نظر جو احترام ڪري. ان طريقي سان، اڳواڻ ٻنهي ڌرين جو ڀروسو ماڻي سگهن ٿا ۽ ڪو حل پڻ ڳولي سگهن ٿا.

### عقليت پسنديءَ ڪي ڪتب آڻڻ ۽ درست بڻجڻُ

گهڻا اختلاف غلط ادراڪ جي ڪري اڀرندا آهن. ادراڪ يا معاملي جي سمجھ ۾ ڇڻي هئڻ جي ڪوشش ڪجي ۽ انُ تي سهمت ٿجي، جيئن شيون حقيقي نموني آهن. ان سلسلي ۾، اڳواڻن ڪي ثبوت حاصل ڪرڻ جي گهرج هوندي آهي. ڪنهن به مسئلي جي نبيري مهل، اڳواڻن ڪي واضح هئڻ گهرجي ته جيئن گروهن جي مسئلي ڪي سمجهي سگهن ۽ ڪنهن نتيجي تي رسي سگهن.

### تخليقي انداز ۾ سوچڻ ۽ اختيار يا طاقت لاڳو ڪرڻ

هڪ اڳواڻ ڪي ڪنهن مسئلي جي نبيري لاءِ تخليقي انداز ۾ سوچڻ گهرجي. ان طريقي سان هُو/ هوءَ مسئلي جو بهتر حل ڪڍي سگهندو/سگهندي. جڏهن مختلف طريقا ڪم نٿا ڪن ۽ ڌريون امن پريي انداز ۾ پنهنجي مسئلي ڪي نبيرڻ لاءِ تيار ناهن ته اهڙيءَ صورتحال ۾، هڪ اڳواڻُ، مسئلي ڪي امن پريي انداز ۾ نبيرڻ لاءِ پنهنجي اختيار ڪي استعمال ڪري سگهي ٿو.

**سرگرمي**

گروهن ۾ گڏجي ڪم ڪريو ۽ اختلافن ۽ مسئلن ڪي نبيرڻ جي وڌيڪ طريقن جي ڪوجنا ڪريو، جيڪي اڳواڻن ڪي گروهن اندر ۽ گروهن وچ ۾ اختلافن ڪي دور ڪرڻ لاءِ اختيار ڪرڻ گهرجن

## خلاصو

هن باب ۾، اوهان اڳواڻيءَ جي باري ۾ اڀياس ڪيو. اڳواڻ اهڙو ماڻهو هوندو آهي، جيڪو پنهنجن پوئلڳن تي، سندن زندگيءَ جي ڪنهن گڏيل مقصد لاءِ، اثرانداز ٿيندو آهي. تنهن ڪان سواءِ، اوهان انهن اندازن ۽ طريقن جي باري ۾ پڻ سکيو، جن وسيلي اڳواڻ گروهن اندر ۽ گروهن وچ ۾ اختلاف ۽ مسئلا نبيريندا آهن.

## باب جي پڇاڙيءَ جي مشق

### پنهنجيءَ ڄاڻ ۽ سمجهه جو جائزو وٺو

#### هيٺيان خال ڀريو

i. جمهوري اڳواڻ اُهو آهي، جيڪو ماڻهن ڪي فيصلي سازيءَ جي عمل ۾ ________ ڪندو آهي.

ii. مطلق العنان اڳواڻ ٻين ڪي _______ ڪان سواءِ________ فيصلا ڪندو آهي.

iii. سماج فطري طرح ________ ۽ _______ ۾ ورهايل آهي.

#### هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

i. اهي ممڪن طريقا بيان ڪريو، جن وسيلي ماڻهو اڳواڻ بڻجي پوندا آهن.

ii. اڳواڻن جا مختلف انداز گروهه جي ميمبرن تي ڪيئن اثرانداز ٿين ٿا؟

iii. اڳواڻن ڪي، گروهن اندر ۽ گروهن وچ ۾ اختلافن ڪي ختم ڪرڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

پنهنجيءَ تحقيقي/ تفتيشي مهارتن ڪي استعمال ڪريو.

اُنهن اختلافن ۽ جهيڙن جي ڪارڻن جي باري ۾ هڪ تحقيق جو اهتمام ڪريو، جيڪي اوهان جي پاڙي ۾ موجود آهن ۽ پڻ اُنهن اختلافن/جهيڙن لاءِ ممڪن حل ڏيو.

| نمبر | اختلاف/جهيڙو | ممڪن حلَ |
|---|---|---|
| | | |

#### ٻين سان سهڪار ڪريو

چئن يا پنجن شاگردن جي گروهن ۾ گڏجي ڪم ڪريو ۽ اوهان جي سماج ۾ اڳواڻيءَ جي اهميت جي باري ۾ هڪ پوسٽر پريزنٽيشن تيار ڪريو ۽ اُها پنهنجي ڪلاس اڳيان پيش ڪريو.

**استاد لاءِ نوٽ**

شاگردن ڪي همٿايو تہ اهي مختلف ”اڳواڻيءَ جي اندازن“ ۽ ”طريقن“ جي باري ۾ تحقيق ڪن، جيڪي اڳواڻن ڪي گروهن وچ ۾ اختلافن جي ڪارڻن ڪي دور ڪرڻ لاءِ اختيار ڪرڻ گهرجن.

## باب ڀيو: ايشيائي ماڻھن جو چئلنجن ۽ بحرانن کي موٽ

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- اُنهن چئلنجن جي قسمن جي نشاندهي ڪرڻ، جن کي فردَ، مخصوص ايشيائي سماجن ۾ منهن ڏين ٿا.
- تشريح ڪرڻ، تہ ڪيئن گروهہ ۽ فردَ، چئلنجن کي منهن ڏيڻ لاءِ گڏجي ڪم ڪري سگهن ٿا.
- اُنهن بحرانن (مثال طور سماجي، فني، اقتصادي، سياسي، ثقافتي) جي نشاندهي ڪرڻ، جيڪي مخصوص ايشيائي سماجن ۾ ماڻهو کي درپيش آهن.
- اُنهن پيدا ڪيل گروهن جي نشاندهي ڪرڻ، جيڪي بحرانن جي مختلف قسمن ۾ مددگار ٿين ٿا.

## تعارف

ايشيا دنيا جو سڀ کان وڏو ۽ سڀ کان گوناگون کنڊ آهي. اُهو يوريشيا جي ايراضيءَ جو 80 سيڪڙو حصو والاري ٿو. هيءُ کنڊ پنهنجن خطن وچ ۾ تنوع لاءِ مشهور آهي. تنهن کان سواءِ، ايشيائي ماڻهن، انساني مطابقت جي سڀ کان وسيع گوناگونيت قائم ڪئي آهي، جيڪا ٻئي ڪنهن بہ کنڊ ۾ نٿي ملي. ايشيا، بنيادي طرح، پنجن مک خطن ۾ ورهايل آهي، جن ۾ شامل آهن:

1. ڏکڻ اوڀر ايشيا
2. اوڀر ايشيا
3. وچ ايشيا،
4. ڏکڻ ايشيا
5. اولهہ ايشيا (وچ اوڀر)

ايشيا جو نقشو: علائقن جي حساب سان

سرگرمي

انهن ملڪن جي ڪوجنا ڪريو، جيڪي ايشيائي ڪنڊ ۾ آهن ۽ پنهنجن ڪلاسي ساٿين کي ٻڌايو. اوهين (پنئين صفحي تي ڏنل) نقشي مان مدد وٺي سگهو ٿا:

| ايشيائي ڪنڊ جي ملڪن جا نالا | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ڏکڻ اوڀر ايشيا | ڏکڻ ايشيا | اولهه ايشيا | وچ ايشيا | اوڀر ايشيا |
| | | | | |

استاد لاءِ نوٽ

شاگردن جي رهنمائي ڪريو ۽ انهن کي همٿايو تہ اُهي ايشيا جي مختلف خطن ۾ موجود ملڪن کي ڳولڻ لاءِ عالمي نقشي جو ڪتابچو استعمال ڪن.

## گوناگون ايشيائي سماج ۾ طرز زندگي

اوهين ڇهين درجي ۾، سماج جي باري ۾ اڀياس ڪري چڪا آهيو. هاڻي، اوهان جي واقفيت ايشيائي ڪنڊ سان ڪرائي ويئي آهي. پوري ايشيائي ڪنڊ ۾ ڪيترائي نسلي گروهه موجود آهن. انهن گروهن جبلن، صحرائن، چراگاهن ۽ ٻيلن سان مطابقت پيدا ڪري ورتي آهي. ايشيائي ساحلن تي، نسلي گروهن فصلن جي لاباري ۽ آمدورفت جا ڪيترائي طريقا اختيار ڪيا آهن. ڪي گروهہ ابتدائي طرح شڪار ڳڏ ڪندڙ آهن، ڪي موسمن آڌار لڏيندڙ مارو ماڻهو آهن ۽ ٻيا زراعت (ٻهراڙين) سان صدين ڪان وٺي لاڳاپيل آهن. ڪي سنگاپور ۽ هانگ ڪانگ وانگي، پوريءَ طرح، شهري آهي. ايشيا ۾ بينڪيت، وڏيءَ حد تائين، پوري ڪنڊ ۾، ويهينءَ صديءَ ۾ پڄاڻيءَ تي پهتي، جن آزاد ۽ خودمختيار رياستن کي جنم ڏنو.

## ايشيائي سماجن کي سامهون پيل چئلنجَ

ايشيا اندر وڏي پئماني جي گوناگونيت موجود آهي، جاڪاڻ تہ اُتي ڪيترائي سڌريل ۽ ترقي ڪندڙ ملڪ موجود آهن. سڌريل ملڪن وٽ ڪيترائي وسيلا موجود آهن، جيئن انساني سرمايو، مالي وسيلا ۽ انفرااسٽرڪچر وغيره، جيڪي اُنهن ملڪن جي اقتصاديات کي وڏي ٽيڪ ڏين ٿا. بهرحال، ترقي ڪندڙ ملڪَ، ڪيترن ئي مسئلن کي منهن ڏين ٿا، جيئن، آباديءَ ۾ واڌ، خوراڪ جي کوٽ، صنفي اڻبرابري، مذهبي اڻسهپ، بيروزگاري، وسيلن جي اڻاٺ ۽ حڪمرانيءَ سان لاڳاپيل مسئلا وغيره.

سهنجائيءَ سان سمجهڻ جي سلسلي ۾، اسين وسيع پئماني تي، ڪن ٿورن چئلنجن تي ڳالهه ٻولهه ڪنداسين، جيڪي هيٺ ڏنل خطن هيٺ ورچيل ملڪن کي درپيش آهن:

| خطو | چئلنج |
|---|---|
| ڏکڻ اوڀر ايشيا | هن خطي ۾، ماڻهو، عام طرح، جيڪي مک مسئلا ماڻهن کي درپيش آهن، تن ۾ ٻيلن جو خاتمو، فضائي گدلاڻ، پاڻيءَ جي کوٽ، وڌيل شهرجڻ جو عملُ، لڏپلاڻ، بيروزگاري، دوائون، انسانن جو ڪاروبار وغيره شامل آهن. |
| ڏکڻ ايشيا | ڏکڻ ايشيا جي ملڪن کي ڪيترائي چئلنجَ اڳيان آيل آهن. انهن منجهان ڪي ٿورا هتي بحث هيٺ آندا ويا آهن. اُهي آهن: بدعنواني، تعليم جي اڻاٺ، بيروزگاري، ناقص صحت ۽ سنڀال جون سهولتون، سياسي عدم استحڪام، بغاوت، ناقص طرز حڪمراني، تيزيءَ سان وڌندڙ آبادي، ذات پات جو سرشتو، مذهبي اڻسهپ، دهشتگردي ۽ انتهاپسندي وغيره. |
| اولهه ايشيا | هيءُ خطو وچ اوڀر ۽ اتر افريڪا تي ٻڌل آهي، جيڪو مختلف چئلنجن کي منهن ڏئي ٿو، جهڙوڪ: پاڻيءَ جي کوٽ، خوراڪ جي کوٽ، جمهوريت جي عدم موجودگي، مذهبي انتهاپسندي، انساني حقن جي لتاڙ، بيروزگاري، گهٽ پيداوار ۽ فرقيوارانا فساد وغيره. |
| وچ ايشيا | وچ ايشيا جو خطو، مڙني ايشيائي خطن منجهان وڏي اهميت رکي ٿو، ڇاڪاڻ ته اهو ايشيا ۽ يورپ کي پاڻ ۾ ملائي ٿو. هن خطي جي ماڻهن کي جيڪي مسئلا سامهون پيل آهن، تن ۾ ناقص صحت ۽ سنڀال جون سهولتون، جمهوريت جو عملُ ۽ انساني حق، واپار، موسمي تبديلي، ثقافتي جٽاداري، ڪمزرو اقتصادي ڍانچو ۽ لساني اختلافَ وغيره شامل آهن. |
| اتر اوڀر ايشيا | جيتوڻيڪ، هن کي ايشيا جو، هِن وقت تائين، وڏي پئماني تي سڌريل خطي طور سمجهيو ويو آهي، پر ان ۾ موجود ملڪن کي چئلنجَ سامهون پيل آهن، جن ۾ سخت مقابلي بازي، نظام ۾ ڀڃداهه، پوڙهه ـــ پڻي جو مسئلو، ذهني دٻاءُ ۽ ڪمزور ڪٽنبي ڍانچو وغيره شامل آهن. |

هيٺ ڏنل ڊاياگرام کي ڏسو. اوهين ڏسو ته ڪيئن ماڻهو پنهنجن مسئلن کي حل ڪري رهيا آهن. اوهان کي گهرجي ته اوهين پنهنجي علائقي ۾ اُهي مسئلا ڳوليو، جيڪي فردن کي اڳيان آيل آهن ۽ اِها ڪوجنا ڪريو ته ڪيئن ماڻهو انهن کي حل ڪري رهيا آهن. هيٺ ڏنل خاڪو مسئلن کي ڳولڻ ۽ انهن جي حلن کي هٿ ڪرڻ ۾ اوهان جي مدد ڪندو.

**استاد لاءِ نوٽ**

استاد کي گهرجي ته هو شاگردن کي علائقي ۾ موجود مسئلن جي آگاهي ڏئي. اِن سلسلي ۾، اوهين شاگردن کي هڪ ڳالهه ٻولهه ۾ مصروف ڪري سگهو ٿا. شاگردن جي مدد ڪريو ته اُهي سرگرمي واري باڪس ۾ ڏنل مرحلي وسيلي انهن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ سڀ کان چڱا متبادل ڳولي لهن.

## ايشيائي سماجن ۾ بحرانَ

هيءُ حصو، ايشيائي سماجن کي درپيش بحرانن سان تعلق رکي ٿو. ڪي سڀ کان اهم بحران هيٺ بحث ۾ آندا ويا آهن:

### حڪومت ۾ شفافيت ۽ احتساب جي اڻهوند

ڪيترن ئي ايشيائي ملڪن ۾ بدعنواني، گهِري نموني، گهر ڪري ويلَ آهي ۽ اُن جمهوري عملن ۾ عوامي پروسي ۽ سرڪاري ادارن جي تباهه ڪرڻ وارو عمل برقرار رکيو آهي. جوابدار طرز حڪمرانيءَ وارا ادارا ايشيا ۾ جٽادار ترقيءَ لاءِ لازمي آهن، خاص طرح، انهن ملڪن ۾، جيڪي تڪڙي سماجي ۽ اقتصادي تبديليءَ جي تجربي مان گذري رهيا آهن. ميڊيا جو فعال ۽ تفتيشي ڪردارُ شفافيت ۽ احتساب کي ممڪن بڻائي سگهي ٿو. تنهنڪري، ميڊيا تعصب ۽ دٻاءَ کان آجي هئڻ گهرجي ته جيئن ڏوهارين کي جيل پيڙو ڪري سگهجي.

## دائمي غربت ۽ آمدنيءَ جي وڌندڙ اڻبرابري

ايشيائي معيشتون سست ٿيندڙ ترقيءَ سان هٿوراڙيون ڏيئي رهيون آهن، چين کان فلپائن ۽ ڀارت کان فيوجيءَ تائين، سيني لاءِ سڀ کان وڏو چئلنج، آمدنيءَ جي وڌندڙ وٿين کي ختم ڪرڻ جي گهرج آهي.

ايشيا ۾، غربت سان ويڙهه ڪرڻ جون ڪوششون ڪمزور ٿيون آهن. ڪيترائي ماڻهو جيڪي ڪڏهن قطعي

غربت هيٺ زندگي گذاريندا هئا، هاڻي تيئن نہ آهن، پر اُهي اجا تائين نسبتي غربت ۾ زندگي گذارين ٿا. قطعي غربت گهٽجي ويئي آهي، پر آمدنيءَ ۾ اڻبرابري وڌي آهي. ماڻهو وڌيڪ دولتمند ٿي رهيا آهن، پر دولتمند ۽ غريب ۾ وٿي وڌيڪ وڌي ٿي رهي آهي. مسئلو ڳنڀير آهي، ڇاڪاڻ تہ وڌيڪ وڌي اڻبرابريءَ جي مطلب آهي تہ سموري اقتصادي اوسر، وسيع اڪثريت بدران هڪ ننڍي اقليت کي فائدو ڏنو آهي.

تنهنڪري، ڌيان جو مک شعبو، تعليم تي سگهي ٿي. تعليمي سهولتن تائين وڌيڪ رسائيءَ جو مطلب معيشت ۾ وڌيڪ فعال شرڪت آهي. وڌيڪ تعليم، وڌيڪ وڏين آمدنين جو نتيجو ڏئي ٿي.

## توانائيءَ جو بحران

توانائيءَ جو بحران، ترقي ڪندڙ ۽ اڻسٽريل ايشيائي ملڪن جهڙوڪ: پاڪستان، ڀارت، بنگلاديش، افغانستان ۽ فلپائن وغيره ۾، هڪ بنهہ ڳنڀير ڳٽيءَ وارو مسئلو آهي. ان ايشيائي معيشتن کي ترقي ڪرڻ ۾ سنجيده نموني جي رڪاوٽ پيدا ڪئي آهي. ان ايشيائي ملڪن جي سماجي — اقتصادي ساخت کي خراب نموني بگاڙيو آهي. ان ماڻهن جي مصيبتن ۾ اضافو ڪيو آهي.

اهڙيءَ ريت، ان سلسلي ۾، اڳواڻن وچ ۾ نون ڊئمن جي تعمير جي مسئلي تي سهمت ٿيڻو گهڻو ڪجهہ ڪري سگهي ٿو. توانائيءَ جي وسيلن ۽ جديد ٽيڪنالاجيءَ جو درست واهپو، ايشيائي ڪنڌ مان هن بحران جو پاڙون پٽي سگهي ٿو.

## صنفي اڻبرابري

گھڻن معاملن ۾، ايشيائي سماجن ۾، عورتون کي اُهو ڪجھ نٿو ملي، جنھن جون اُهي حقدار آهن. ايشيا جي مختلف ڀاڱن ۾، عورتن کي، مشڪل سان، مردن جي برابر اجورو ملي ٿو. ايشيائي عورتن کي پنھنجيءَ مرضيءَ جي پيشي کي حاصل ڪرڻ جي اجازت ناهي. اُهي جڏهن گھران ٻاهر نڪرن ٿيون ته ڪين ڪيترن ئي مسئلن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. ايستائين جو ڪن ملڪن جھڙوڪ: افغانستان، پاڪستان ۽ ڀارت ۾، رجعت پسند مرد، عورتن کي تعليم حاصل ڪرڻ جي اجازت به نه ٿا ڏين. اِها صورتحال ڳڻتيءَ جوڳي آهي. ڪن موقعن تي، عورتن تي تشدد ڪيو وڃي ٿو ۽ ڪين غيرت جي نالي ۾ قتل ڪيو وڃي ٿو. هر هڪ سماج ۾، قوم جي اڏيندڙن طور عورتن کي ڪردار ادا ڪرڻو هوندو آهي. ڪوبه اهڙو سماج پنھنجيءَ پورڻتا کي نٿو رسي سگھي، جتي عورتون پنھنجن حقن کان محروم رکيون ويون آهن.

عورتن لاءِ وڌيڪ تعليمي ادارن قائم ڪرڻ جي گھرج آهي. اِهو صحيح چيو ويو آهي ته تعليم، ڪنھن علائقي جي سماجي اقتصادي رڪاوٽن جو حقيقي حل آهي. ساڳيءَ طرح، عورتن جي قانونسازيءَ جي ادارن ۾ مناسب نمائندگي، مرداڻي غلبي واري سماج کان ڇوٽڪاري ماڻڻ ۾ مددگار ٿي سگھي ٿي.

## ٻيلن جو خاتمو

اِهو ايشيائي ملڪن ۾ درپيش سڀ کان اهم چئلنجن مان هڪ آهي. آباديءَ ۾ اضافي سان گڏ، ماڻھن جي گھرجن، جھڙوڪ: زمين، خوراڪ وغيره، کي وڌائن ٿيون. تنھنڪري، ماڻھو وڻ وڍڻ شروع ڪن ٿا ۽ زمين حاصل ڪرڻ ۽ ماڻھن جي رھڻ لاءِ جاءِ جي بندوبست لاءِ ٻيلا تباھ ڪن ٿا. اِن طريقي، ڪيترائي ايشيائي ملڪَ، ماحولي تبديلين جي تجربي مان گذرن ٿا، جيڪو زندگيءَ کي متاثر ڪري ٿو (جيئن، اٽمنڊائٽو مينھن ٻوڏ جو ڪارڻ بڻجندو آهي وغيره).

اِها هر ڪنھن فرد جي ذميواري آهي ته اُهو ماحول جو خيال رکي. ميڊيا ۽ ٻين وسيلن ذريعي ماڻھن کي وڻن پوکڻ ۽ ٻيلن جي ختم ٿيڻ کي روڪڻ جي جاڳرتا مهم هلائڻ جي سلسلي ۾ حڪومت جي مدد ڪرڻ گھرجي.

## پاڻيءَ جي کوٽ

ماڻهو پاڻيءَ کان سواءِ جيئرو نٿو رهي سگهي. پاڻيءَ جي کوٽ، ايشيا سميت سڄيءَ دنيا جي سڀ کان اهم مسئلن منجهان هڪ آهي. پيئڻ جي صاف پاڻيءَ تائين رسائي، ماڻهن لاءِ جبل تي چڙهڻ جهڙو هدف بڻجي پيو آهي. بهرحال، انڊونيشيا جي بيهڪ، خطي ۾ سڀ کان خراب آهي. انگ اکر ٻڌائين ٿا ته 30 سيڪڙو شهري ۽ 10 سيڪڙو ٻهراڙيءَ جي رهواسين کي، صاف پاڻيءَ تائين رسائي حاصل آهي. ماحولي گدلاڻ (عالمي گرمي) جي ڪري، گليشيئر تيزيءَ سان پگهرجي رهيا آهن. اهڙيءَ طرح، اِها ماڻهن ۽ حڪومتي تنظيمن جي سڀ کان پهرين ذميواري آهي ته اُهي پاڻيءَ کي بچائڻ لاءِ پاڻيءَ جي ذخيرن جي تعمير لاءِ گڏجي ڪم ڪن. ساڳئي وقت، ماڻهن کي گهرجي ته اُهي درياهن، سمنڊن ۽ مهاساگرن کي صاف رکڻ لاءِ پاڻيءَ جي درست استعمال ڪرڻ ۽ مختلف نمونن جي مهمن هلائڻ کي يقيني بڻائين.

## مهارتن تي بنياد رکندڙ تعليم ۽ سکيا جي اٿهوند

مهارتن تي بنياد رکندڙ تعليم ۽ سکيا جي اٿهوند، ايشيائي سماج ۾ هڪ اهم مامرو آهي. ملڪَ، تعليم يافتا نوجوانن جو وڏو تعداد پيدا ڪري رهيا آهن، پر انهن ۾ بنيادي مهارتن ۽ عملي سکيا جي اڻاٺ آهي. تنهنڪري نوجوانَ، پورهئي واري بازار جي بنيادي گهرجن جو پورائو نٽا ڪن ۽ ملازمتن جي ڳولا ۾ هيڏانهن هوڏانهن دربدر ڦري رهيا آهن.

ايشيائي سماج کي بيروزگاريءَ جي خطري کان بچائڻ لاءِ ، تعليمي ۽ هنري سکيا جي ادارن کي پنهنجين ليبارٽين کي تازي حالت ۾ آڻڻو پوندو ۽ پنهنجين سکڻ سيکارڻ جي طريقن ۾ تبديليون آڻڻيون پونديون ته جيئن ادارن جا تعليم يافتا نوجوان، پورهئي جي مارڪيٽ جي معياري گهرجن جو پورائو ڪري سگهن ۽ سهنجائيءَ سان ملازمتون حاصل ڪري سگهن.

## ”تعليم سيني لاءِ“ جي عدم دستيابي

”تعليم سيني لاءِ“ جي عدم دستيابي ايشيائي سماج جو عام مسئلو آهي. عورتون، صدين کان وٺي، پنهنجي تعليم جي حق کان محروم آهن. جيتوڻيڪ اُهي آباديءَ جو 50 سيڪڙو جوڙين ٿيون، پر سندن تعليم ۾ شرح بنهه گهٽ آهي. انهيءَ مامري پويان ڪيترائي ڪارڻ ڪارفرما آهن، جهڙوڪ: نام نهاد ثقافتي روايتون، غربت، ڇوڪرين جي اسڪولن ۽ استادياڻين جي عدم دستيابي ۽ لڏپلاڻ وغيره.

اِها حڪومت ۽ سول سوسائٽيءَ جي تنظيمن ٻنهي جي ذميواري آهي ته اُهي گڏجي ڪم ڪن ۽ اهڙيون پاليسيون جوڙين، جن وسيلي ڇوڪريون پڻ، ڪنهن به تفريق کان سواءِ ڇوڪرن وانگي بنيادي تعليم حاصل ڪري سگهن. اِن طريقي سان، ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ـــ ٻئي اسان جي سماج جي بهتريءَ لاءِ اهم ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا.

### سرگرمي

ڇئن پنجن شاگردن جي گروهن ۾ گڏجي ڪم ڪريو ۽ پنهنجي علائقي ۽ اسڪول ۾ مسئلن جي نشاندهي ڪريو ۽ کوجنا ڪريو ته ڪير اُنهن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهيا آهن.

| بحران | گروهه جيڪي انهن مسئلن جي حل لاءِ ڪوشش ڪري رهيا آهن |
|---|---|
| | |
| | |

### استاد لاءِ نوٽ

استاد کي گهرجي ته هو شاگردن جي مسئلن کي ڳولي لهڻ ۾ مدد ڪري ۽ پڻ کين انهن گروهن جي باري ۾ ٻڌائي، جن تي انهن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ پروسو ڪيو وڃي ٿو.

### خلاصو

ان حقيقت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي ته ايشيائي سماج سميت هر سماج مسئلن کي منهن ڏيندو آهي، پر هر هڪ سماج ۾ مسئلن جي ماهيت الڳ هوندي آهي. ايشيائي سماج ۾ ماڻهو بنيادي شين، جهڙوڪ: پاڻيءَ، تعليم وغيره، جي عدم دستيابيءَ جي مسئلي منهن ڏين ٿا. اِهي مسئلا اثرائتين پاليسين جوڙڻ ۽ انهن کي لاڳو ڪرڻ وسيلي حل ڪري سگهجن ٿا.

## باب جي پڄاڻيءَ جي مشق

### پنهنجيءَ ڄاڻ ۽ سمجهه جو جائزو وٺو

### هيٺيان خال ڀريو

i. عورتن کي هر سماج ۾ ______ طور ڪردار ادا ڪرڻو هوندو آهي.

ii. ملڪَ،وڏي پئماني تي تعليم يافتا نوجوانن جو وڏو تعداد پيدا ڪري رهيا آهن، پر انهن ۾ بنيادي مهارتن ۽ ______جي اڻاٺ آهي.

iii. ماڻهو ______حاصل ڪرڻ ۽ ماڻهن جي ______لاءِ وڻن کي وڍين ۽ ٻيلن کي تباهه ڪن ٿا.

### هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

i. اِهو بيان ڪريو تہ ايشيائي ملڪن ۾ مسئلن سان نبرڻ لاءِ، ڪيئن گروهه ۽ فرد گڏجي ڪم ڪري سگهن ٿا؟

ii. پاڻيءَ جي کوٽ ۽ ٻيلن جي تباهيءَ جي انت آڻڻ لاءِ طريقن جي کوجنا ڪريو.

iii. سنڌ ۾ توانائيءَ جي بحران کي قابوءَ ۾ آڻڻ لاءِ تدارڪي اپاءَ تجويز ڪريو.

### پنهنجين تحقيقي/تفتيشي مهارتن کي استعمال ڪريو

ايشيا جي پنجن خطن ۾ سماجي اقتصادي، سياسي، ثقافتي ۽ فني مسئلن جي باري ۾ انٽرنيٽ تي ڳولا ڪريو.

### ٻين سان سهڪار

گڏجي ڪم ڪريو ۽ ايشيا جي خطن کي پنجن ڇهن شاگردن جي گروهن ۾ ورڇيو. شاگردن جي هر گروهه کي ايشيا جي هر خطي ۾ موجود چئلنجن ۽ مسئلن جي حلن تي ڪم ڪرڻ گهرجي. هر گروهه کي حوالي ڪيل ڪم تي هڪ پوسٽر پريزنٽيشن تيار ڪرڻ گهرجي ۽ ڪلاس اڳيان پيش ڪرڻ گهرجي.

**استاد لاءِ نوٽ**

سرگرمين ۽ گروپ ورڪ ۾ گهربل ڄاڻ جي ڳولا ڪرڻ جي سلسلي ۾، شاگردن کي انٽرنيٽ ۽ اخبارن کي استعمال ڪرڻ لاءِ همٿايو.

# باب ٽيون: ايشيائي سماج جي تنظيم: حق ۽ ذميواريون

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- انهن حقن جي نشاندهي ڪرڻ، جيڪي ماڻهن کي ڄمار جي مختلف حصن تي ۽ مختلف گروهن ۾ حاصل هوندا آهن.
- انهن عملن کي بيان ڪرڻ، جيڪي سماج اندر حقن جي عمل ۾ آڻڻ لاءِ استعمال ڪري سگهجن ٿا.
- انهن عنصرن (جهڙوڪ: اقتصادي، ثقافتي، ڄمار سان لاڳاپيل، مرتبي سان لاڳاپيل، مذهبي) جو جائزو وٺڻ، جيڪي ماڻهن جي ذميوارين ۽ انهن طريقن کي ڪا شڪل ڏين ٿا، جن وسيلي ماڻهو انهن ذميوارين جو پورائو ڪن ٿا.
- ايشيائي سماجن کي ڪيئن منظم ڪري سگهجي ٿو، واري سوال جي باري ۾ خيالن جي هڪ سلسلي جي نشاندهي ڪرڻ.
- اِهو بيان ڪرڻ تہ مخصوص ايشيائي ملڪن ۾، فرد ۽ گروهہ (مثال طور، سياسي جماعتون، مفاد سان لاڳاپيل گروهہ ۽ اقليتي گروهہ) جو ان سوال جي باري ۾ مختلف خيال رکن ٿا تہ سماج ڪيئن منظم ٿيڻ گهرجي.
- سماج کي ڪيئن منظم ڪرڻ گهرجي، واري سوال جي باري ۾ مختلف خيال رکندڙ ماڻهن جي نتيجن جا مثال پيش ڪرڻ.

## تعارف

هن باب ۾، اوهين ماڻهن جي حقن ۽ ذميوارين جي باري ۾ اڀياس ڪندا. اوهين انهن عنصرن جي باري ۾ پڻ اڀياس ڪندا، جيڪي سماج ۾ فرضن جي صورتگري ڪن ٿا. تنهن کان سواءِ، سماج کي منظم ڪرڻ لاءِ خيالن جي هڪ سلسلي کي پڻ بحث هيٺ آندو ويو آهي.

### حقَ ۽ ذميواريون

**ياد رکو!**
سنڌ پهريون صوبو آهي، جنهن 2013ع ۾ 5 کان 16هن ورهين جي سڀني ٻارن لاءِ مفت ۽ لازمي تعليم جو قانون جوڙيو.

هن ڪتاب جي يونٽ ٻئي ۾، اوهين اڳيئي، پيرائتي نموني، انهن مختلف حقن ۽ ذميوارين جي باري ۾ اڀياس ڪري چڪا آهيو، جيڪي شهرين جي حصي ۾ اچن ٿا. اِهي حق ۽ آزاديون، دنيا ۾، ڄمڻ کان مرڻ تائين، هر ماڻهوءَ سان تعلق ۾ آهن. اهي، اوهين ڪتان جا آهيو، اوهان جو ڇا ۾ اعتقاد آهي يا اوهين پنهنجيءَ زندگيءَ کي جيئڻ جي چونڊ ڪيئن ڪريو ٿا، جي سوالن جي پرواهہ ڪرڻ کان سواءِ لاڳو ٿين ٿا. زندگيءَ جو حق ۽ تقرير جي آزاديءَ جو حق وغيره بنهہ وڏي اهميت رکن ٿا. اهي حق، هڪ ٻار جي ڄمڻ کان وٺي عمل ۾ اچن ٿا. جڏهن ٻار تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري ڄمار تائين پهچي ٿو تہ هو يا هوءَ تعليمي حق رکي ٿو يا رکي ٿي.

## انساني حق

ڪيترين ئي عالمي توڙي مقامي تنظيمون انساني حقن جي مقصد لاءِ ڪم رهيون آهن، جهڙوڪ: يو اين او، آءِ ايل او، يونيسيف. اُهي اِن ۾ ويساهه رکن ٿيون ته سڀني فردن کي پنهنجن حقن کي حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ انهن مان فائدو ماڻڻ گهرجي ۽ پنهنجين ذميوارين ادا ڪرڻ گهرجي. عالمي معيار پٽاندر، 18هن ورهين جي ڄمار تائين، هر فرد، مرد توڙي عورت کي، اهو حق حاصل آهي ته هو يا هوءَ ووٽ وجهڻ وسيلي پنهنجي لاءِ مناسب سياسي اڳواڻ جي چونڊ ڪرڻ ۾ شريڪ ٿئي. هر فرد کي معياري تعليم ۽ روزي ڪمائڻ لاءِ پنهنجيءَ پسند جي ڪم ڪرڻ جو حق حاصل آهي. اها ڳالهه اهم آهي ته ماڻهو پنهنجي جياپي لاءِ صاف سٿري طريقي سان ڪمائين ۽ ملڪ جي بهتريءَ لاءِ گڏجي ڪم ڪن.

حقن ۽ ذميوارين جي باري ۾ سجاڳي اسان کي ان قابل بڻائي ٿي ته اسين اهڙا شهري بڻجون، جيڪي پنهنجن بين ساٿاري شهرين سان گڏجي امن ۽ هم آهنگيءَ کي برقرار رکڻ جو مقصد رکون ٿا ۽ هڪ متوازن سماج اڏڻ ۾ بنهه تعميري ڪردار ادا ڪريون ٿا.

**سرگرمي**

هيٺ ڏنل جدول ۾، ٻارن، بالغن ۽ جهور پوڙهن شهرين جي حقن ۽ ذميوارين جي درجيبندي ڪريو ۽ انهن جي هڪ فهرست تيار ڪريو.

| ٻارن جا حق | ذميواريون |
|---|---|
| | |
| بالغن جا حق | ذميواريون |
| | |
| جهور پوڙهن شهرين جا حق | ذميواريون |
| | |

## اهي عنصر جيڪي ماڻهن جي ذميوارين جو خاڪو جوڙين ٿا

عنصر، جيڪي ماڻهن جي ذميوارين ۽ انهن طريقن کي وضع ڪن ٿا، جن وسيلي ماڻهو ذميواريون نڀائين ٿا، اُهي اقتصادي،ثقافتي، ڄمار، مرتبي ۽ مذهب سان لاڳاپيل عنصر آهن. حق، بنيادي طرح، اختيار هئڻ جا پهلو آهن ۽ رڳو انهن کي فائدو ناهن رسائيندا، جن کي اُهي حاصل هوندا آهن. پنهنجيءَ بنيادي اٽت ۾، حق، انهيءَ هر ڪنهن ماڻهوءَ کي فائدي رسائڻ لاءِ آهن، جيڪي اُنهن جا مالڪ آهن ۽ جيڪي انهن کي ونڊين ورڇين ٿا. بهرحال، هڪ ٻيري اوهان کان اوهان جا حق کسيا ويا ته اوهين بااختيار نه رهندؤ، تنهنڪري اوهين انهن سان لاڳاپيل فائدا به نٿا ماڻي سگهو. انهيءَ احساس کان، حق "سيني يا ڪنهن لاءِ به نه" واري انداز ۾ ڪم ڪن ٿا.

تنهن کان سواءِ، حق حاصل هئڻ جو مطلب اهو ناهي ته اوهين انهيءَ شيءِ لاءِ اهل آهيو، جيڪا چڱي آهي. حق عام طرح ناڪاري شين توڙي عملن کي واقع ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ موجود هوندا آهن، جنهن جو مطلب آهي ته شروع ۾، عام طرح ڪنهن "خراب شيءِ" کي واقع ٿيڻ جي گهرج آهي ته جيئن ڪو ماڻهو پنهنجن حقن کي استعمال ڪرڻ جي قابل ٿي سگهي.

جيڪڏهن اسان سان عزت ڀريي ۽ انساني انداز ۾ ورتاءُ رکيو پيو وڃي ته اسان کي پنهنجو حق ضرور استعمال ڪرڻ گهرجي. اِها ڳالهه، تنهنڪري، چٽي آهي ته اسان کي انساني حقن جي انساني اخلاقي فطرت جي ڪري گهرج آهي. اِها ڳالهه هر انسان جي فطرت جو حصو آهي ته ساڻس عظمت وارو ورتاءُ رکيو وڃي. ان جو مطلب اِهو آهي ته انسان هئڻ جي ناتي عظمت ڀري زندگي گذارجي. انساني حق اهڙيءَ عظمت جي ضمانت " ايڪس(X) جي حق هئڻ" طور ڏيندا، جنهن جو مطلب آهي ته ڪنهن ماڻهوءَ جي زندگي، مڪمل طرح، ڪنهن هڪ يا ٻيءَ هيئت ۾ بهتر ٿيندي. اهڙي طريقي، انساني حق ڪم ۽ عمل ڪن ٿا، ڇاڪاڻ ته اُهي انسان جي اخلاقي فطرت جو فطري نتيجو آهن ۽ انهيءَ اخلاقي فطرت جي ضمانت ڏين ٿا.

سرگرمي (هيٺين جدول پريو)

پنهنجي پرنسيپال، ڪنهن لکيل پڙهيل ماڻهوءَ يا سول سوسائٽيءَ جي ميمبر ڪان انٽرويو ڪريو ۽ انهن ڪان ڏنل عنصرن، جيڪي ذميواريون وضع ڪن ٿا ۽ انهن ذميوارين جو پورائو ڪري سگهندڙ طريقن جي باري ۾ پڇو.

| عنصرَ | ذميواريون | ذميوارين کي پوري ڪرڻ جا طريقا |
|---|---|---|
| اقتصادي | | |
| ثقافتي | | |
| جمار ۽ مرتبي سان لاڳاپيل | | |
| مذهبي | | |

## سماج جي باري ۾ ماڻهن ۽ گروهن جا مختلف خيال

ايشيائي سماجن کي ماڻهن جا مختلف گروهه منظم ڪن ٿا، جيڪي الڳ الڳ پسمنظر رکندڙ آهن. تنهن هوندي به، اُهي پنهنجن پنهنجن سماجن ۾ گڏجي ترقي ڪرڻ جي هڪ گڏيل مقصد سان گڏيل نموني جڙيل آهن. انسان سماجي وجود آهن ۽ اُهي ٻين انسانن سان گڏجي زندگي گذارين ٿا. انسان، پنهنجي پاڻ کي، سماجي گروهن جي الڳ الڳ قسمن ۾ منظم ڪن ٿا، جيئن: ڪٽنب، سياسي جماعتون، مفاد سان لاڳاپيل يا اقليتي گروهه وغيره. انهن گروهن جا سماج جي تنظيم جي باري ۾ الڳ الڳ مقصد ۽ جدا جدا خيالَ آهن.

## سياسي جماعتون

ايشيا ۾، سياسي جماعتون، سماجن ۾، اهم هدف کي ادا ڪن ٿا. اُهي، ماڻهن جي مفاد جي نشاندهي ڪن ٿيون ۽ انهن کي ملائين ٿيون ۽ انهن پٽاندر پنهنجا منشور تيار ڪن ٿيون. اُهي پارٽيءَ جي منصوبن ۽ پاليسين جي باري ۾ ماڻهن تي اثرانداز ٿين ٿيون. اُهي ماڻهن کي حڪومت جو اختيار حاصل ڪرڻ ۾ منظم ڪن ٿيون، اُهي اهڙيون پاليسيون جوڙين ٿيون، جيڪي انهن جي پنهنجي يا انهن گروهن جي مفادن ۾ آهن، جيڪي انهن جي حمايت ڪن ٿا. اُهي ڪنهن عهدي تي پنهنجن اميدوارن کي چونڊڻ لاءِ ووٽرن کي منظم ڪن ۽ همٿائين ٿيون. سياسي جماعتون، پنهنجين سياسي مهمن، ريلين ۽ تحريڪن ۾، ممڪن حد تائين وڌيڪ ماڻهن کي شامل ڪرڻ گهرنديون آهن.

## مفاد سان لاڳاپيل گروهه

مفاد سان لاڳاپيل گروهه ايشيائي سماجن ۾ وڏي اهميت رکن ٿا. ايشيا ۾، عوامي پاليسيءَ تي اثرانداز ٿيڻ، مفاد سان لاڳاپيل گروهه جو رڳو هڪ مقصد آهي.اهو گروهه پاليسي سازن جي ويجهي لاڳاپي ۾ رهندو آهي. مفاد سان لاڳاپيل گروهه عام ماڻهن ۾

سجاڳي پيدا ڪرڻ توڙي پاليسي سازن کي عوامي مسئلن تي آگاهه ڪرڻ ۾ مدد ڏيندو آهي. مفاد سان لاڳاپيل گروهہ، پاليسي سازن تي، لاڳاپيل مفادن پٽاندر پاليسين کي جوڙڻ ۽ لاڳو ڪرڻ لاءِ دٻاءُ وجهندو آهي. اُهي پنهنجن مقصدن لاءِ فنڊ رکڻ جي طريقن لاءِ به واجهائيندا آهن. اُهي نون ميمبرن کي سرگرميءَ سان شامل ڪرڻ وسيلي پنهنجيءَ تنظيم لاءِ فنڊ ڏيڻ جوڳا هوندا آهن. اهڙيءَ ريت، اُهي، پنهنجن مستقل مفادن پٽاندر سماج جي ڍانچي جي تنظيم کي شڪل ڏيندا آهن. مفادن وارا گروهہ، فردن کي چونڊ‌رائڻ لاءِ مدد واسطي برادرين اندر پڻ ڪم ڪندا آهن. اُهي چونڊ دوران، اُنهن مهمن لاءِ پئسو فراهم ڪندا، جن جي اُهي حمايت ڪندا آهن.

## اقليتي گروهہ

پوري ايشيا ۾ اقليتي گروهن جا ڪيئي قسم موجود آهن. اُهي هڪ اقليتَ، نسل، مذهب ۽ قوميت جي بنياد تي ٿي سگهن ٿا. اقليتن ۾ عام طرح گروهي سجاڻپ (هڪٻئي سان لاڳاپيل هئڻ) ۽ عليحدگيءَ (ٻين کان ويڳاڻي هئڻ) جو احساس هوندو آهي. هڪ طرح سان، اُهي ملڪ جي آباديءَ جي اڪثريت جي ڀيٽ ۾، غيرمراعت يافتہ هونديون آهن. جيئن تہ اُهي معاشرتي طرح، سماج جي غالب قوتن کان الڳ ٿلڳ هونديون آهن، تنهنڪري، اقليتي گروهہ جا ميمبر، گهڻي ڀاڱي، سماج جي ڪمن ڪارين ۾ پوري شموليت ۽ سماجي انعامن ۾ مساوي حصي کان ڪٽيل هونديون آهن. اهڙيءَ طرح، اقليتي گروهن جو ڪردارُ مختلف سماجن ۾ مختلف هوندو آهي، جنهن جو دارومدارُ اقليتي گروهہ جي سماجي نظام ۽ نسبتي اختيار جي ڍانچي تي هوندو آهي.

پوري ايشيائي تاريخ ۾، اقليتن، ملڪن ۾ مختلف قسمن جون ڪارگذاريون سرانجام ڏنيون آهن. انهن بينڪارن، واپارين ۽ هنرمندن طور منفرد ڪردار ادا ڪيا آهن. گهڻي ڀاڱي هنن هٿ جو پورهيو ڪندڙن طور خدمت ڪئي آهي.

**سرگرمي** گروهن جي صورت ۾ ڪم ڪندي، پنهنجي علائقي ۾ هيٺين گروهن جا نقطي نظر معلوم ڪريو.

| گروهہ | نقطي نظر |
|---|---|
| سياسي جماعتون | |
| اقليتي گروهہ | |
| سول سوسائٽيءَ جون تنظيمون | |
| مفاد سان لاڳاپيل گروهہ | |

## مختلف خيالن رکڻ جا نتيجا

اهڙا ڪيترائي الڳ سماج آهن، جيڪي ايشيائي کنڊ جي چوڌاري ظاهر ٿيا آهن. اُهي، واضح نموني، هڪٻئي کان الڳ آهن ۽ پڻ وڌيڪ چٽا ثقافتي فرق، جهڙوڪ: ٻولي، ويس ۽ رواج وغيره، ماڻهن وچ ۾ موجود آهن. انهن طريقن ۾ پڻ ڪي نمايان فرق موجود آهن، جن وسيلي ايشيائي سماجَ، پنهنجي اخلاق جي گڏيل تصور ۾، پنهنجي پاڻ کي منظر ڪن ٿا ۽ پنهنجي ماحول سان باهمي عمل ۾ اچن ٿا. جيڪڏهن فرد ۽ گروهه، سماج ڏانهن مجموعي مقصدن بدران ڇڙوڇڙ ارادا رکندڙ هوندا ته سماج تباهه برباد ٿي ويندو. اِها صورتحال، سماج ۾ اڻٻگٽيا سماجي اقتصادي، مذهبي ۽ سياسي مسئلا پيدا ڪندي. انهن منجهان ڪي مسئلا هيٺ ڏجن ٿا:

اڻسهپ — بدعنواني

ٻارن جو پورهيو — غيرمتوازن معيشت

### سرگرمي

متي ڏنل مسئلن کان سواءِ جداگاڻ خيالن رکڻ جي مسئلن جي کوجنا ڪريو.

| جداگاڻا خيال | نتيجا |
|---|---|
| | |

## خلاصو

هن باب ۾، اوهان ڄمار جي مختلف حصن ۾ ماڻھن جي حقن ۽ ذميوارين ۽ انهن عنصرن جي باري ۾ اڀياس ڪيو، جيڪي انهن فرضن کي سماج ۾ هڪ شڪل ڏين ٿا. جداگانڻ خيالن رکڻ وارو عمل، سماجن ۾، ڪيترائي مسئلا ۽ اختلاف پيدا ڪندو. تنهن ڪان سواءِ، سماج کي ڪيئن منظم ڪجي، واري سوال جي باري ۾ خيالن جي هڪ سلسلي کي بحث هيٺ آندو ويو.

## باب جي پڇاڙيءَ جي مشق

### پنهنجي ڄاڻ ۽ سمجهه جو جائزو وٺو

### هيٺيان خال ڀريو

1. عالمي معيار پٽاندر، جيڪو فرد ______ ورهين جو آهي، تنهن کي چونڊن ۾ پنهنجي ووٽ ڏيڻ جو حق حاصل آهي.
2. ڄڏهن ٻار اسڪول وڃڻ واري ڄمار کي رسي ٿو ته پوءِ هُو يا هوءَ پنهنجي ______ جي حق کي عمل ۾ آڻي سگهي ٿو يا ٿي.
3. هڪ سماج ۾ اقليت نسل، مذهب ۽ ______ جي ٿي سگهي ٿي.
4. سياسي جماعتون ماڻھن جي ______ جي نشاندهي ڪن ٿيون ۽ انهن کي ملائين ٿيون ۽ انهن پٽاندر پنهنجا منشور تيار ڪن ٿيون.

### هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

1. ڄمار جي مختلف حصن ۾ ماڻھن جا الڳ الڳ حق ۽ ذميواريون ڪهڙيون آهن؟
2. سماج اندر حقن جو واهپو ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟
3. ڪهڙا عنصر، ماڻھن جي ذميوارين جي شڪل جوڙين ٿا؟
4. ڪن ايشيائي ملڪن ۾ فرد ۽ گروهَ، سماج جي تنظيم جي باري ۾ ڇالاءِ الڳ الڳ خيال رکن ٿا؟

### پنهنجين تحقيقي/تفتيشي مهارتن جو استعمال ڪريو

اُنهن ڪن ٻه پنجن حقن کي ڀيٽيو ۽ انهن ۾ فرق ڪريو، جيڪي سنڌ ۾ جهور پوڙهن ۽ ٻارن کي حاصل آهن.

| ٻارن جا حقَ | جهور پوڙهن جا حقَ |
| --- | --- |
| | |
| | |

### ٻين سان سهڪار ڪريو

پنهنجن ڪلاسي ساٿين، استادن ۽ ڪٽنبي ميمبرن جي مدد سان، پنهنجي علائقي يا شهر ۾ هيٺين گروهن جي نشاندهي ڪريو.

| | اُهي سماج ۾ ڪيئن منظم ٿيڻ گهرجن؟ | اُهي سماج ۾ ڪهڙا مسئلا پيدا ڪن ٿا؟ | اُهي سماج ۾ ڇا ٿا چاهين؟ |
|---|---|---|---|
| سماجي گروهه | | | |
| مفاد سان لاڳاپيل گروهه | | | |
| سياسي گروهه | | | |
| اقليتي گروهه | | | |
| برادريءَ تي ٻڌل گروهه | | | |

### استاد لاءِ نوٽ

استاد کي گهرجي ته هو يا هوءَ شاگردن جا گروهه ٺاهي ۽ کين ڄمار جي مختلف حصن ۾ ماڻهن جي حقن ۽ ذميوارين جي باري ۾ هڪ ڳالهه ٻولهه ۾ مصروف ڪري. جڏهن اوهين انساني حقن جي باري ۾ سيڪاريو ته اها ڳالهه اهم آهي ته ڪلاس واري ڪمري ۾ اهڙو هاڪاري ۽ محفوظ ماحول هجي، جيڪو شرڪت ۽ سهڪار کي همٿائيندو هجي. هِن سبق ۾ سرگرميون گهڻيون اهميت رکن ٿيون آهن، ڇاڪاڻ ته اُهي شاگردن کي اهڙن اصولن ناهڻ لاءِ بااختيار بڻائينديون ته ڪيئن هنن سان پنهنجن استادن ۽ هڪ ٻئي سان جيترن جو ڪهڙو ورتاءُ هئڻ گهرجي. اهڙي ماحول (جتي حقن جو احترام ڪيو ويندو هجي) پيدا ڪرڻ ۾ مدد وسيلي، ڪلاس جي ڪمري ۽ سماج ۾، ٻين جي حقن لاءِ احترام ڪرڻ ذهنن اڀارائيءَ ۾، سرگرميءَ سان حصي وٺڻ واسطي، شاگردن جي همٿ افزائيءَ ۾ واڌ ايندي.

يونٽ 6

# مهارتن ۾ واڌارو

## يونٽ جو تعارف

هن يونٽ ۾، شاگرد، تاريخ، جاگرافي ۽ اقتصاديات کي سکڻ لاءِ ڇهن مک مهارتن جي مشق ڪندا. ڪي مهارتون عمومي نوعيت جون آهن، جيئن: فيصلي سازي، سهڪار ۽ مسئلي کي حل ڪرڻ. ڪي مهارتون خصوصي نوعيت جون آهن، جيئن: تاريخ، جاگرافي ۽ اقتصاديات. ڇهين درجي ۾، اوهين اڳيئي ابتدائي ۽ ثانوي ماخذن جي بنيادي تاريخ ۽ جاگرافيءَ وارين مهارتن ۽ بنيادي نقشن ۽ رُخن جي پڙهٽيءَ جي باري ۾ اڀياس ڪري چڪا آهيون. هن يونٽ ۾، اُهي مهارتون هڪ ٻيءَ سطح تي پيش ڪيون ويون آهن.

## باب پهريون: سهڪاري مهارتون

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- گروهه جي مقصدن کي پوري ڪرڻ جي سلسلي ۾، گروهه جي ذميوارين کي نڀائڻ لاءِ ٻين سان سهڪار ڪرڻ.
- گروهه ۾ پيدا ٿي پيل اختلاف جي پُرامن حل لاءِ انيڪ حڪمت عملين (ڇنڊڇاڻ، ڳالهه ٻولهه ۽ ثالثي) کي واهپي ۾ آڻڻ.
- گروهه جي ميمبرن ۽ ٻين سان گڏجي، اُهي فيصلا ڪرڻ، جيڪي پنهنجن گڏيل عملن ۾ انصاف ۽ برابريءَ کي ظاهر ڪندا هجن.
- سهمت پٽي پيدا ڪرڻ ۽ مسئلن جي حل لاءِ گروهن اندر ۽ ٻين سان تعميري انداز ۾ ڳالهه ٻولهه ڪرڻ.

## سهڪاري مهارتون:

سهڪاري مهارتون خاص طريقا آهن، جن وسيلي شاگردن مان اها اميد رکي ويندي آهي ته اُهي ڪلاس جي معيارن کي حاصل ڪرڻ لاءِ سٺي اخلاق جو مظاهرو ڪن. انهن معيارن جي پيدا ٿيڻ کان پوءِ سهڪاري مهارتن جو ڪاٿو لڳائبو آهي، اُنهن جي ترجيحي درجيبندي ڪبي آهي ۽ اُنهن کي سيکاربو آهي. گڏيل سهڪار ۾، استاد توڙي شاگرد شامل هوندا آهن. هر فرد جي ڪردار لاءِ گڏيل احترام جاتو ۽ ان جو مظاهرو ڪيو ويندو آهي، گڏيل مڃتا جي هڪ مضبوط سطح، هر هڪ رشتي پويان ڪم ڪندي آهي ۽ هڪ گڏيل مقصدُ، سهڪاري ڪم لاءِ هڪ روڊميپ (Roadmap) طور خدمت فراهم ڪرڻ ۾ مدد ڪندو آهي.

## سرگرمي: هيٺ ڏنل منظرناما پڙهو

### منظرنامو ـ هڪ

ڊاڪٽر احمد پنهنجن شاگردن کي همٿائڻ لاءِ، هڪٻئي کان سوال ڪرڻ ۽ هڪٻئي کي جواب ڏيڻ جي هڪ سرگرمي پيدا ڪري ٿو. سندس پرائمري اسڪول جا شاگرد، گروهن جي

شڪل ۾، مقامي علائقي ۾ رهندڙ جانورن جا مثال داخل ڪرڻ وسيلي هڪ سادو تمثيلي نقشو (Mind-map) استعمال ڪن ٿا. ويهن منٽن کان پوءِ، هو اُنهن کي گڏي، ڪاري بورڊ تي هڪ تفصيلي تمثيلي نقشو تيار ڪري ٿو. هو گروهن کي جانورن اندر موضوعن لاءِ ڏسڻ لاءِ ۽ انهن جي درجيبندي ڪرڻ لاءِ چوي ٿو. ڪي گروهہ نسل ۽ حجم جي حساب سان جانورن جي درجيبندي ڪن ٿا ۽ ٻيا سندن وٽاٽن جو استعمال ڪن ٿا. هر هڪ گروهہ پنهنجن گڏيل نقشن تي اسمن کي ٻيهر ترتيب ڏئي ٿو. تنهن کان پوءِ شاگرد پنهنجا نقشا ڪڍن ٿا ۽ اُنهن ۾ وضاحتي نوٽ لکن ٿا ۽ اضافي طرح، جانورن جا تفصيل شامل ڪن ٿا، گڏيل آن لائين ذخيري واري جاءِ (Repository) ۾ وسيلا داخل ڪن ٿا. انهن داخلائن کي ڳوليندي، هڪ گروهُ، ثانوي اسڪول جو زراعت ۾ گهوڙن جي باري ۾ ڪم ڳولي لهي ٿو ۽ اُهي پراڻن شاگردن کان وڌيڪ ڄاڻ لاءِ پڇڻ واسطي رابطي ڪرڻ لاءِ هڪ ويب فارم (Web Form) استعمال ڪن ٿا.

## منظرنامو ـــ ٻہ

تاريخ جي امتحان لاءِ تياري ڪرڻ دوران، پنج 16هن ورهين جا شاگرد، پنهنجي استاد سان، اِن ڏسَ لاءِ مليا تہ سندن نظرثاني ڪيئن هلي رهي آهي. اُهي هڪ روبرو ٽي ويهڻ واري ميز (Interactive Table) تي ويهن ٿا، جتي هر شاگرد، اسڪول جي سکيا پليٽ فارم تي پنهنجن ذاتي فائيلن تائين رسائيءَ لاءِ ڪمپيوٽر ۾ داخل ٿئي ٿو. مسز سمير چوي ٿي تہ شاگرد شروع ۾ اِهو ٻڌائين تہ پوئين هفتي کان وٺي، اُهي ڇا ڏسندا پئي آيا آهن. موٽ ۾ شاگرد فائيل آڻين ٿا، اُنهن کي پکيڙي وڏو ڪن ٿا تہ جيئن گروهہ تن کي ڏسي سگهي ۽ ڳالهائين ٿا اُنهن ذريعن منجهان، جن کي هُنن پئي پڙهيو آهي ۽ اُنهن ڪليدي نقطن منجهان، جي کي هُنن ڄاتو آهي. ڪي شاگرد ذريعن جي مناسبتا ڪن ٿا ۽ تجويزن کي ورچين ٿا. مسز سمير ڪن اپياس جي جاين تي روشني وجهي ٿي، جن تي ڪنهن بہ شاگرد نظر نہ وڌي آهي. هوءَ مارئيءَ کي موبائل فون آڻي، ان منجهان ڪي تصويرون ميز تي منتقل ڪرڻ لاءِ چوي ٿي. مارئي واضح ڪري ٿي تہ هُن انهيءَ جاءِ (Area) کي، صبح سان، بس ۾ سفر دوران ڏسڻ شروع ڪيو هو ۽ اهو بہ تہ، وٽس اڳيئي ڪي لاڀائيتيون ڪڙيون (Links) موجود هيون. ٻيا شاگرد پنهنجن پورٽ فوليوز (portfolios) ڪڙين جو اضافو ڪن ٿا ۽ موضوع سان لاڳاپيل پنهنجا ذاتي ”ٽيگ“ لڳائڻ شروع ڪن ٿا. شاگرد پنهنجي ڪم جا وسيلا ۽ ڪليدي نقطا ونڊين ٿا، تڏهن مسز سمير، هڪ شاگرداڻي بحث (جنهن ۾ گروهہ کان راين ۽ تجويزن حاصل ڪرڻ لاءِ هر شاگردُ اُهي مسئلا ونڊيندو آهي، جن کي هن منهن ڏنو آهي) جي سهولتڪاريءَ کان اڳ، اُهي سوال پڇي ٿي، جيڪي شاگردن جي سمجهہ کي چڪاسين ٿا. پڇاڙيءَ ۾ مسز سمير سوالن پڇڻ جو سلسلو سنڀالي ٿي. شاگرد ڪانئس موضوع جي باري ۾ سوال پڇن ٿا ۽ ساڳئي وقت، سندس ڏنل جوابن کي مختلف وسيلن مان چڪاسين ٿا ۽ وڌيڪ سوال ڳولين ٿا.

## هدف

**الف.** چئن يا ڇهن شاگردن جي گروهن ۾، منظرنامي کي پڙهو. هڪ پيرو جڏهن اوهان ان کي پڙهي ورتو آهي ته اُن کي هڪ مناسب خاني ۾ رکو. پوري گروهه لاءِ مقصد اِهو آهي ته منظرنامو ڪٿي جائتو ڪيل آهي. چونڊ ڪرڻ دوران، انهن ڪارٽن کي واضح ڪريو ته منظرنامو هڪ خاص خاني ۾ رکيو پيو وڃي. ڇا چونڊ، بيان ڪيل سرگرميءَ استعمال ڪيل ٽيڪنالاجيءَ يا استاد جي ڪردار، جي ڪري ڪئي ويئي؟ اُنهن مک مباحثن جو هڪ نوٽ تيار ڪريو، جيڪي گروهه ۾ اتفاق ۽ اختلاف جو ڪارڻ بڻيا.

**ب.** ”غيرمناسب“ خاني ۾ رکيل منظرنامي تي نظر وجهو. گروهه اندر، پاڻ ۾ اُنهن ڪارٽن کي ياد ڪريو جيڪو هن خاني ۾ رکيو ويو هو. ان کي ٻئي ڪنهن خاني ۾ رکڻ لاءِ ڇا جي گهرج پوندي؟ انهن تبديلين ڪرڻ جي ڪنهن ۾ اهليت آهي؟ ڇا اُهي گهربل آهن؟ انهن سوالن جي جوابن جي حوالي کان منظرنامي ۾ وضاحتي نوٽ لکو.

**پ.** هڪ گروهه طور، هر هڪ منظرنامي تي نظرثاني ڪريو ۽ ان تي ڳالهه ٻولهه ڪريو ته جيڪڏهن اُهو اوهان جو استاد مشق ۾ آيو ته اُهو اوهان کي ڪيئن لڳندو؟ هڪ فرقن تي ٻڌل نوٽ تيار ڪريو. اِها سرگرمي، منظرنامي کي”امڪاني آئيندي جي ڪهاڻيءَ“ کان اُن ڪهاڻي ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ اهم آهي، جيڪا اوهين پنهنجي ڪلاس روم ۾ واقع ٿيندي ڏسڻ پسند ڪندا.

| غيرمناسب | مناسب |
|---|---|
| | |
| | |

**ڀ.** چئن خانن واري هڪ جدول ٺاهيو، خانن ۾ ترتيبوار ”وسيلا“، ”ماڻهو“، ”مشق“ ۽ ”عمل“ لکو. هر منظرنامي لاءِ الڳ رنگين قلم استعمال ڪندي، اُهي سڀ رڪاوٽون لکو، جن کي دور ڪرڻ جي گهرج آهي ته جيئن منظرنامو اوهان جي مشق ۾ حقيقت بڻجي پئي. پهرين ٽن سرخين هيٺ پنهنجن جوابن کي ترتيب ڏيو: ڪهڙا وسيلا گهربل آهن (پڙهڻ جو مواد، سبق جا وسيلا، ڊجيٽل ٽيڪنالاجيون)؟ ڪهڙيون ذميواريون سنڀالڻيون آهن؟ اوهان جي مشق ۾ ڪهڙيون ڪليدي تبديليون آهن؟

| عمل | مشق | ماڻهو | وسيلا |
|---|---|---|---|
| | | | |

# باب ڇهون: مسئلي کي حل ڪرڻ ۽ فيصلي ڪرڻ جون مهارتون

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- مسئلن جي نشاندهي ڪرڻ.
- خطي کي درپيش ڪليدي مسئلن کي بيان ڪرڻ.
- چوندپل مسئلن جي ڪارٽن جي نشاندهي ڪرڻ.
- فردن ۽ سماج تي مسئلن جي اثرن جي نشاندهي ڪرڻ.
- اپياس ڪيل مسئلن جو حل تجويز ڪرڻ. ڪنهن مسئلي جي حلن جي فائدن ۽ نقصانن جي ڪٿ ڪرڻ.

## مسئلي کي حل ڪرڻ جون مهارتون

مسئلي کي حل ڪرڻ، هڪ پيچيدي ذهني مهارت آهي، جنهن جي گهرج، اُن وقت پوندي آهي، جڏهن ڪو فرد اهڙيءَ صورتحال ۾ ڦاسندو آهي، جتي عمومي ردعمل يا شين کي ڪرڻ جا عام رواجي طريقا غيرموثر ۽ بي لاپ هوندا آهن ۽ هڪ نئين طريقو ضروري محسوس ٿيندو آهي. مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ ڏاهپ جي استعمال کي ڪيترائي عنوان ڏنا ويا آهن، جيئن: مسئلي کي حل ڪرڻ، اونهي سوچَ، ڇنڊڇاڻ وارو ويچارُ، تحقيقي سوچ، سائنسي سوچ وغيره. انهن مڙني مختلف عنوانن هوندي به، سيني ۾ هڪ اندروني لڳاتار عمل لاڳو ٿيندو آهي، جيڪو ترتيب پرين اپائن جي مجموعي کي شامل ڪندو آهي. ان جي شروعات مسئلي جي ادراڪ ۽ وضاحت ڪان ٿيندي آهي ۽ اها پڄاڻي ڪنهن ممڪن حالت کي پيدا ڪرڻ ۽ انهيءَ کي آزمائڻ تي ٿيندي آهي.

## سرگرمي: مسئلي کي حل ڪرڻُ

اوهان پنهنجي صوبي ۾، غربت جي باري ۾، مقامي اخبارن ۾، ڪيترائي ليکَ پڙهيا آهن. اِنهن ليکن ۾، غربت جي مسئلي جي اڳيئي نشاندهي ٿيل هوندي آهي، مسئلي جي علامتن جي ڇنڊڇاڻ تي چڪي هوندي آهي، مسئلي جي پهلوئن جو اپياس تي چڪو هوندو آهي، مسئلي جي وضاحت ڪيل هوندي آهي ۽ مسئلي جي دائري جي نشاندهي پڻ ڪيل هوندي آهي.

### هدف

**الف.** هاڻي اِن سوال جي پروڙ لاءِ بحث کي ڪٺي هلو: " ان باري ۾ اوهان جا ڪهڙا خيال آهن ته غربت جي مسئلي جي حل لاءِ ڪير ذميوار آهي؟ ( حڪومتي ادارن، برادراڻي تنظيمن ۽ پاڻ غريبن کي جوابن ۾ شامل ڪريو.)

**ب.** هِنن مفروضن جا بيان تيار ڪريو (مثال: غريبن لاءِ غربت جي مسئلي جو سڀ کان اثرائتو حل اِهو آهي ته اُهي پنهنجي مدد پاڻ ڪن.)

**پ.** ڪلاس کي اپياس لاءِ ٽن ننڍين ڪميٽين ۾ ورهايو ۽ برادريءَ اندر غربت جي مسئلي جي مختلف حلن جي ڳولا ڪريو:

1. پهريون ننڍي ڪميٽي اهو معلوم ڪري تہ تعليم ۽ ٻيهر سکيا جي پروگرامن وسيلي، غريب پنهنجين حالتن کي پاڻ سڌارڻ لاءِ ڇا ڪري سگهن ٿا.
2. ٻي ننڍي ڪميٽي اهو معلوم ڪري تہ رضاڪار گروهہ، ( مذهبي جماعتون، غيرسرڪاري تنظيمون ۽ ڪاروباري تنظيمون) خيرات يا وڏايل ملازمتن جي موقعن وسيلي ڇا ڪري سگهن ٿا.
3. ٽين ننڍي ڪميٽي، مقامي، رياستي ۽ قومي سطحن تي، سرڪار جي غربت خلاف موجوده پروگرامن جي ڇنڊڇاڻ ڪري ۽ نين پروپولزس (Proposals) تي تحقيق ڪري، جنهن ۾ سرڪاري غربت خلاف پاليسين جي موثريت کي سڌارڻ تي مقصد سان لاڳاپيل انساني حقن جون قانونسازين جو پروپوزل شامل هجي.

پ. ڪلاس کي ٻيهر ترتيب ڏيو ۽ هر ننڍي ڪميٽيءَ کان انهيءَ تحقيقي بيان تي رپورٽ وٺو، جيڪو غربت جي مسئلي جي حل لاءِ سڀ کان وڌيڪ عمل ڪرڻ ۽ آزمائڻ جوڳن متبادلن جهڙو لڳندو هجي. ننڍي ڪميٽيءَ مان هڪ رپورٽر کان اُهي بيان بورڊ تي لکرايو، ڇاڪاڻ تہ اُهي پيش ڪيا ۽ بحث هيٺ آندا پيا وڃن. ڪلاس ۾ هر گروهہ لاءِ تجويزون حاصل ڪريو تہ اُهي ڪيئن مفروضن (مواد جي ماخذ) کي آزمائش مان گذارڻ وڃن.

## اضافي سرگرمي

هِن هدف جي پوئواريءَ ۾، شاگردَ مواد کي گڏ ڪرڻ لاءِ، ڪلاس جو ٿورو وقت، برادريءَ ۾، پنهنجي موضوع جي دائري سان لاڳاپيل ماڻهن کان انٽرويو وٺڻ يا ڪلاس ۾ ڄاڻ درخواست ڪرڻ وارن خطن لکڻ وغيره تي لڳائي سگهن ٿا. مواد کي گڏ ڪرڻ جي مرحلي کان پوءِ، مواد جي روشنيءَ ۾ مفروضاتي حلن جي ڪٽ ڪريو. ننڍيون ڪميٽيون، مفروضاتي متبادلن جي لاڳاپيل نتيجن تي زور ڏينديون، ڪلاس سان، اُهي متبادل حلَ ونڊي سگهن ٿيون، جيڪي سڀ کان وڌيڪ اثرائتا لڳن ٿا. پورو پراجيڪٽ ڪلاس جي وقت جو هڪ هفتو يا ٻہ هفتا وٺي سگهي ٿو.

## فيصلي ڪرڻ جون مهارتون

فيصلو ڪرڻُ عمل جي ٻن يا ٻن کان وڌيڪ رستن وچ مان ڪنهن هڪ عمل کي چونڊڻ آهي. مسئلي کي حل ڪرڻ جي وسيع مرحلي ۾، فيصلي ڪرڻ جو عملُ، مسئلي جي ممڪن حلن وچ مان چونڊ ڪرڻ کي شامل ڪري ٿو. فيصلا ڪنهن ڪوشش يا ڪنهن عقلي عمل يا ٻنهي جي ميلاپ وسيلي ڪري سگهبا آهن. فيصلي ڪرڻ جو عملُ ڏکيو تي سگهي ٿو. لڳ ڀڳ هر فيصلي ۾ ڪن اختلافن يا عدم اطمينان جو دخل هوندو آهي. ڏکيو مرحلو ڪنهن

هڪ حل جي چونڊ هوندو آهي، جنهن مان ايندڙ نتيجو امڪاني نقصانن جو ازالو ڪري سگهندو هجي. فيصلن ڪان لنوائڻ وارو عملُ، عام طرح، وڌيڪ سهنجو هوندو آهي.

## سرگرمي: ”آنن کي بچائيندڙ پيتي ٺاهڻ“

### هدف

1. چئن يا پنجن ميمبرن جي گروهن ۾، هڪ آنن کي بچائڻ جي پيتي ٺاهيو.
2. جيترو بہ ممڪن ٿي سگهي، گهٽ کان گهٽ سستي سامان جو بندوبست ڪريو، جيئن: پيئڻ واريون نلڪيون، ٽيپ، ڌاڳو، ڪاغذ، گتي يا پاڻي جا ٽيوبَ، ننڍا ڪانا، ”ماسڪنگ ٽيپ“، گلُو وغيره. جيڪو آنن جي بچاءَ جي پيتي ٺاهڻ لاءِ استعمال ڪري سگهجي.
3. گڏ ڪيل وسيلن مان ڪن بہ چئن جي استعمال سان، هڪ آنن جي بچاءَ واري پيتي تيار ڪريو.
4. ياد رکو، اوهان کي آني کي پَچڻ کان بچائڻو آهي، پر اُن کي گهٽ ۾ گهٽ 8 فُٽن جي اوچائيءَ کان هيٺ زمين ڏانهن ڪيرائڻو آهي.
5. هڪ گروهہ طور، اوهان کي گروهہ جي ميمبرن جي ذميوارين ۽ آنن بچائڻ واري پيتي جي ڊيزائين ٺاهڻ لاءِ، وڌ ۾ وڌ (رڳو چئن) وسيلن جي استعمال تي پاڙڻو آهي.
6. جڏهن هر هڪ، پراجيڪٽ پورو ڪري (يا پنهنجو وقت پورو ڪري) تہ گروهن کي گڏ ڪريو ۽ سندن تيار ڪيل آنن جي بچائڻ جي پيتين کي آزمايو.
7. پچاڙيءَ ۾ هيٺيان نقطا بحث هيٺ آڻيو:

الف. اوهان جو فيصلو ڪهڙو هو؟
ب. اوهين پنهنجي فيصلي تي ڪيئن پهتا؟
ڀ. اوهان فيصلي ڪرڻ جو ڪهڙو طريقيڪار استعمال ۾ آندو (اتفاق راءِ يا ووٽ ڏيڻ وغيره)؟
پ. اوهان جو فيصلو اوهان جي قدرن کان ڪيئن متاثر ٿيو؟ رويا؟ تعصبَ؟
ت. اوهان جي گروهہ کي اڳواڻي ڪنهن فراهم ڪئي؟
ٿ. نااتفاقين ۽ اختلافن کي ڪيئن نبيريو؟
ٽ. هن مشق ۾ پنهنجي شرڪت جي سطح تي، اوهين پاڻ ڪيترا مطمئن آهيو؟

8. هن مشق مان پرايل سبق بابت چارٽ پريزنٽيشن تيار ڪريو ۽ ڪلاس جي خبرنامي واري بورڊ تي ان جو نماءُ ڪريو.

## باب ٽيون: تاريخ جون مهارتون

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- ماضيءَ ۾ مامرن ۽ مسئلن جي نشاندهي ڪرڻ ۽ صورتحال ۾ دخل ڏيندڙ مفادن، قدرن، تناظرن ۽ نقطي نظرن جو تجزيو ڪرڻ.

## تاريخ جون مهارتون

تاريخدان وقت ۾ پيش آيل مختلف قسمن جي واقعن جو اڀياس ڪندا آهن. تاريخدان اُنهن واقعن کي عنوانن ۽ موضوعن ۾ سهيڙيندا آهن. ائين ڪرڻ سان، تاريخي تبديلين جي نشاندهي ڪرڻ ۽ وقت گذرندي ۽ ماضيءَ ۾ ماڻهن تي پيل اثر جي اڀياس ڪرڻ جي سلسلي ۾، تاريخ ۾ دلچسپي رکندڙ ماڻهن کي سهنجائي ٿئي ٿي. تاريخ جون مهارتون، تاريخي ڄاڻ ۽ سمجهه کي ترقي ڏيارڻ تي بنياد رکنديون آهن ۽ اُنهن لاءِ لاڳاپيل ۽ اڳتي وڌندڙ تحقيقي سوالن پڇڻ جي اهليت گهربل هوندي آهي ته جيئن تاريخ جي مختلف وقتن وچ ۾ فرقن ۽ هڪجهڙاين جي نشاندهي ڪرڻ ۽ اُنهن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ لاءِ ڄاڻ تي ٻڌل ۽ منطقي رايا يا راين پريا خيال جوڙي سگهجن.

## سرگرمي: ماڳ ٿيلهي ۾

شاگرد پنجن کان ڏهه اهڙيون شيون آڻين، جيڪي پنهنجي باري ۾ پاڻ ٻڌائين. اُهي ظاهري نه هئڻ گهرجن (يعني انهن جا نالا، ڏس پتا ۽ فون نمبر نه هجن)، پر اُنهن کي شخصيت ۽ دلچسپين جي باري ۾ اشارا ڏيڻ گهرجن. هر شاگرد کي، اُهي شيون، هڪ عام ٿيلهي ۾ وجهي، اسڪول ڪٽي اچڻ گهرجي. جن وٽ گهر ۾ ٿيلها نه آهن اُنهن لاءِ ڪي اضافي ٿيلها آڻيو.

### هدف

1. اوهين شاگردن سان انهيءَ طريقي تي بحث ڪريو، جنهن وسيلي تاريخدان ڪنهن ماڳ جو اڀياس ڪندا آهن. ڄاڻ سڀ کان اهم ذخيري جو تعينُ، احتياط سان کيل کوٽائيءَ مان ٿي سگهي ٿو. جڏهن زمين مان شيون ڪڍيون وينديون آهن ته انهن مٿان ڄاڻ جون چٽيون چنبڙايون وينديون آهن، جيڪي اِهو ظاهر ڪنديون آهن ته اُهي ڪٿي مليون آهن. اِهي اپاءَ ان ڳالهه کي يقيني بڻائيندا آهن ته هڪ تاريخدانُ لڌل شين جو

تناظر (ته اهي ڪتان مليون آهن ۽ اُنهن جو هڪبئي سان ڪهڙو لاڳاپوآهي) ٻڌائي سگهي.

2. ان نطقي تي روشني وجهو، هٿ ۾ هڪ پينسل ڪڍو ۽ سوال پڇو ته اُها ڪنهن جي هئي؟ ظاهري آهي ته رڳو هڪ اشاري سان، ڪا توري ڳالهه ئي ڪري سگهجي ٿي. تاريخدان، عام طرح، تنهن وقت، گهڻا بيوس هوندا آهن، جنهن وقت، اُنهن کي ڪنهن اهڙي اڪيلي لڌل شيءِ جي ڪٿ ڪرڻ لاءِ چيو ويندو آهي، جيڪا ڪنهن نه ڪنهن ماڻهوءَ لڏي هوندي آهي. گهڻو ڪجهه لڌل شين جي مجموعي مان تعين ۾ اچي سگهي ٿو، جن لاءِ چيو ويو آهي ته اهي گڏ لڌيون ويون آهن.

3. ٽيلها هڪبئي جي هٿن مان گذاريو ۽ پڪ ڪريو ته ڪنهن وٽ به پنهنجو ذاتي ٽيلهو ناهي آيو. هر هڪ شاگرد کي چئو ته هُو اُنهن نتيجن جي فهرست لکي، جيڪي لڌل شين جي بنياد تي اُنهن جي مالڪ جي باري ۾ آهن. تنهن کان پوءِ، هر هڪ شاگرد، شين جي مالڪن جي اندازي ڪرڻ کان سواءِ ٽيلهي ۾ پيل شيون ۽ نتيجن جي فهرست ڏيکاري. پوءِ سڀ شاگرد ”لڌل شيون“ ڏيکارين ۽ شاگردن کي اُنهن جي مالڪن جي اندازي ڪرڻ لاءِ چون.

4. مشق جي باري ۾ بحث شروع ڪريو. ڪي ٽيلها، ٻين جي ڀيٽ ۾، ڪولي بيان ڪرڻ ۾، سهنجا ڇو هئا؟ جڏهن خاص شين کي استعمال ڪندڙ ماڻهن جي باري ۾ نتيجا ڪيجن تا ته ڇا لڌل شين جو تعداد فرق ظاهر ڪري ٿو؟ هيءَ سرگرمي، ڪهڙيءَ طرح تاريخ سان لاڳاپيل آهي؟

5. هن مشق جي عملي سلسلي، نتيجي ۽ اُن جي مجموعي سکيا بابت هڪ رپورٽ تيار ڪريو، جيڪا 100 لفظن کان مٿي نه هجي.

# باب چوٿون: جاگرافيءَ جون مهارتون

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- فضا مان زمين جي عڪسبنديءَ جي مختلف طريقن جي نشاندهي ڪرڻ.
- هڪ نقشي ۾ ايشيا ۾ ڪنهن جاءِ تان ورتل فضائي تصويرنگاريءَ منجهان گڏ ٿي سگهندڙ ڄاڻ ڪي پيٽڻ.
- بارشي ٻيلن جي گهيري ۾ آيل علائقي ۾ تبديلين جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ، وقت جي مختلف وقفن ۾ ورتل، بارشي ٻيلن جي فضائي تصويرن ڪي پيٽڻ.

## فضائي تصويرنگاري

فضائي تصويرنگاري، مفاصلي ڪان ڦوٽو ڪڍڻ جو پهريون نمونو هو، جيڪو نقشي نگارن استعمال ڪيو هو. مختلف رُخن ڪان نڪتل تصويرن ڪي پيٽڻ وسيلي، نقشي نگار مختلف علائقن جا درست ۽ پيرائتا نقشا تيار ڪري سگهن ٿا. مختلف فضائي تصويرن ڪي پيٽڻ ۽ درست ماپ جي تعين جي مرحلي ڪي ڦوٽوگرام پيمائي (Photogrammetry) چئبو آهي. فضائي تصويرن وسيلي تيار ڪيل نقشن ڪي عمودي تصويرن وارا نقشا (Ortho-photo maps) چئبو آهي.

## سرگرمي

پنهنجو سيل فون يا ڪئميرا کڻو ۽ پنهنجي اسڪول جون تصويرون، زمين ۽ ڇت تان ڪيو. جيڪڏهن موبائيل فون يا ڪئميرا دستياب ناهي تہ پراڻن رسالن ۽ اخبارن مان پڻ تصويرون ڪٽي سگهجن ٿيون.

## هدف

1. گروهن جي صورت ۾ ڪم ڪندي، ساڳين جڳهين جي فضائي منظرن ۽ زميني عڪسن کي ڀيٽين.
2. فضائي ۽ زميني سطح تان ورتل تصويرن جي ڀيٽ طور، رڪارڊ شيٽ تي، ٻن منظرن جا مشاهدا محفوظ ڪريو. انهيءَ عمل وسيلي، شاگردَ ڄاڻ جي اُنهن مختلف قسمن کي سمجهڻ شروع ڪندا، جيڪي فضائي توڙي زميني سطح تان ورتل تصويرن مان ملي سگهن ٿا.
3. شاگردن کي چئو تہ اُهي ڪوشش ڪن ۽ واضح ڪن تہ اُنهن کي زميني سطح تان ورتل تصويرون اهڙو ڇا ٻڌائين، جيڪو فضائي تصويرون/سڌا منظر نٿا ٻڌائين ۽ ساڳئي طرح، اُهي ڪوشش ڪن ۽ واضح ڪن تہ اُنهن کي فضائي سطح تان ورتل تصويرون اهڙو ڇا ٻڌائين ٿيون، جيڪو زميني سطح تان ورتل تصويرون نٿيون ٻڌائين.

## توسيعي سرگرمي

الف. ٿي سگهي ٿو تہ اوهان جي اسڪول ۾ اڳيئي اهڙي تصوير موجود هجي، پر ”گوگل — مئپ“ جي اسڪرين تان ورتل عڪس بہ ڪم ايندو. تنهن کان سواءِ ”گوگل — مئپس“ وسيلي اوهين نقشي، زميني سطح ۽ پنهنجي اسڪول جي جاءِ جي سيٽلائيٽ عڪس جي پاڻ ۾ مٽ سٽ ڪرڻ قابل هوندا. پهرين هدفَ جي پوئواريءَ ۾، اِها ڳالهہ چئبي تہ هڪ مٿان کان ورتل منظرُ، اوهان کي ڪنهن خاص ايراضيءَ يا جاءِ جو مٿاڇرو جائزو پيش ڪري سگهي ٿو ۽ هن قسم جو منظرُ اوهان کي، ڪنهن ٻيءَ شيءِ جي سلسلي ۾، رڳو هڪڙي ئي شيءِ (اهڃاڻ يا جاءِ) کي ڳولڻ ۾ اوهان جي مدد ڪري سگهي ٿو.

ب. هيءَ سرگرمي، پنهنجي اسڪول جي فضائي عڪس جي حوالي کان سواءِ شروع ڪريو تہ جيئن شاگردَ ڪنهن منصوبي ۾، هن جاءِ بابت، پنهنجي سمجهہ/ تصور کي منتقل ڪري سگهن. هن هدف جي پڇاڙيءَ ۾ (يا اُن حد تائين، جيستائين شاگردن مڪمل نموني هن هدف کي ماڻيو آهي)، بورڊ تي عڪس نماءَ لاءِ پيش ڪريو ۽ شاگردن کي چئو تہ اُهي پنهنجي ڊرائينگ سان انهيءَ تصوير کي ڀيٽين. فرقَ ۽ هڪجهڙايون بحث هيٺ آڻيو.

# باب پنجون: نقشن کي پڙهڻ ۽ اُنهن جي تشريح ڪرڻ جو عمل جاري رکڻُ

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- نقشن تي شهرن۽ ڀهراڙين جي آبادين جي نشاندهي ڪرڻ.
- ڪنهن جاءِ جي ڪيترن ئي اهڃاڻن جي نشاندهيءَ، پيٽ ۽ جائزي لاءِ نقشن جو ڪتاب استعمال ڪرڻ.

ڪتاب جي جاگرافيءَ واري يونٽ ۾، اوهين اڳيئي شهرن ۽ ڀهراڙين جي آبادين جي باري ۾ اڀياس ڪري چڪا آهيون. اچو ته ان ڏس ۾، نقشي جي سرگرميءَ وسيلي وڌيڪ ڳولا ڪريون.

## سرگرمي

ايشيا ۾ شهرن ۽ ڀهراڙين جي نقشي ۾ ڏسو.

آبادڪاريءَ وارا هنڌ

## هدف

1. ڏيان سان نقشي کي پڙهو ۽ هڪ ”گريفتي“ (Graffiti) سرگرمي پوري ڪريو، جنهن مان شاگردن کي ان ڏيڪارڻ جي مدد ملي سگهي ته اُهي شهر يا شهرن ۽ باقي ملڪ (ٻهراڙين) جي باري ۾ ڇا ڄاڻين ۽ ڇا سوچين ٿا.
2. شاگردن کي گروهن ۾ ورهائي ويهاريو. هڪ يا هڪ کان وڌيڪ گروهن کي هڪ ڪاغذ جي ڊگهي پٽي فراهم ڪريو، جنهن تي لکيل هجي: ”شهر“. ٻئي گروهه کي ڪاغذ جي ڊگهي پٽي فراهم ڪريو، جنهن تي لفظ ”ڳوٺ“ لکيل هجي. گروهن کي سوچڻ لاءِ هڪ منٽ يا ٽيهه سيڪنڊ ڏنا وڃن ۽ ڪين ڪاغذ تي لکيل لفظ جي باري ۾ پنهنجن خيالن کي، فردي طرح، لکڻ يا چٽڻ لاءِ ٻن کان ٽي منٽ ڏنا وڃن. شاگردن کي چئو ته اُهي ڪاغذ ڪٽڻ ۽ ذهني مشق جي عمل کي ورجايو. شاگرد، ”گريفتي“ ۾، ڪم جي اڳيرائيءَ سان گڏ، پنهنجن مغالطن نيڪ يا دور ڪري سگهن ٿا ۽/يا پنهنجن نون خيالن يا سوالن کي شامل ڪري سگهن ٿا.
3. بورڊ تي هڪ وڏو ”وين ڊاياگرام“ چٽيو يا شاگردن جي جوابن کي محفوظ ڪرڻ لاءِ ٻه وڏا دائرا ڪتب آڻيو.
4. جڏهن شاگرد ان عمل کي مڪمل ڪري وٺن ته انهن کي چئو ته اُهي ڏنل جدول ۾ موجود سوالن جا جواب لکن.

الف. ڏنل نقشي منجهان شهرن ۽ ٻهراڙين جي مک آبادين جي نشاندهي ڪريو.

ب. نقشي مان اخذ ڪيل چاٽ کي ”بار“ يا ”پاءِ“ ۾ منتقل ڪريو.

ٻ. آبادين بابت اُنهن مشاهدن کي واضح ڪريو، جيڪي اوهان درج ڪيون آهن.

ڀ. نقشي تي مختلف آبادين جي ڪارٽن جو تعين ڪريو.

ت. نقشي جي اپياس کان پوءِ ملڪ جي آباديءَ جو تعين ڪريو.

ٿ. ساڳي ويڪرائي ڦاڪ تي آبادين جي فرق سان موجود شهرن جي وضاحت ڪريو.

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- اصطلاحن ”جدولن“ ۽ ”گرافن“ جي تشريح ڪرڻ ۽ ٻڌائڻ تہ اُهي ڇا جي استعمال ڪيا ويندا آهن.
- گراف جي اهم اهڃاڻن جي نشاندهي ڪرڻ.
- گرافن جي مختلف قسمن جا نالا لکڻ (مثال طور: تصويري گراف، بار وارا گراف، لڪير وارو گراف ۽ پاءِ وارا گراف).
- ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ سوالن جي جوابن ڏيڻ لاءِ گرافن کي پڙهڻ ۽ انهن جي تشريح ڪرڻ.
- ڄاڻ کي پيش ڪرڻ لاءِ سادا بار وارا ۽ لڪير وارا گراف ٺاهڻ.

اوهين اڳيئي ڇهين درجي جي سماجي اڀياس جي ڪتاب ۾، لڪير واري گراف، بار واري گراف ۽ پاءِ واري گراف جي باري ۾ اڀياس ڪري چڪا آهيو. اچو تہ قدم اڳتي وڌايون ۽ پنهنجيءَ ڄاڻ، انهيءَ لاڳو ڪرڻ ۽ گرافن جي استعمال ڪرڻ جي مهارت کي بيهر ورجايون.

## لڪير وارو گراف

لڪير وارا گراف ٻن تبديل ٿيندڙ عنصرن جي ڀيٽ ڪندا آهن. هر هڪ تبديل ٿيندڙ عنصر جو هڪ مرڪز آهي. هڪ لڪير واري گراف ۾ عمودي مرڪز ۽ اُفقي مرڪز موجود آهن. ائين، مثال طور، جيڪڏهن اوهان کي هوا ۾ اڇليل بال جي اوچائيءَ جو گراف ٺاهڻو آهي تہ اوهين وقت کي افقي يا ايڪس مرڪز ۽ اوچائيءَ کي عمودي يا واءِ مرڪز ۾ ڏيکاري سگهندا.

**مختلف مضمونن ۾ امتحاني مارڪون**

## سرگرمي    سادي لڪير وارو گراف ٺاهيو ۽ ان جي تشريح ڪريو.

ڏنل مواد کي ڌيان سان پڙهو.

ڪراچيءَ ۾، هڪ مشهور برياڻيءَ جي دُڪان لاءِ برياڻيءَ جو آرڊر

- 2010- 150 پليٽون روزاني
- 2011- 157 پليٽون روزاني
- 2012- 120 پليٽون روزاني
- 2013- 270 پليٽون روزاني
- 2014- 526 پليٽون روزاني
- 2015- 650 پليٽون روزاني
- 2016- 480 پليٽون روزاني

### هدف

1. فراهم ڪيل هڪ خالي گراف تي، هر هڪ عمودي لڪير کي متي ڏنل ٽيبل ۾ موجود تاريخن مان ڪنهن هڪ جي نمائندگي ڪرڻ گهرجي. کاٻي پاسي کان 2010 کان شروعات ڪريو ۽ ساڄي پاسي کان 2016 تي ختم ڪريو. اِهي تاريخون گراف جي تَري ۾ رکو. افقي لڪيرون برياڻي جي سالياني آرڊر جي نمائندگي ڪن ٿيون. کاٻي پاسي، پهرئين لڪير برياڻيءَ لاءِ پليٽن جي تعداد جي نمائندگي ڪرڻ لاءِ استعمال ڪريو. هر وقفو، جيڪو ٻُڙيءَ کان شروع ٿئي ٿو، اُهو برياڻي جي پنجن پليٽن جي نئين آرڊر جي نمائندگي ڪري ٿو. هر هڪ وقفي تي نهڪندڙ عدد لڳايو.
2. اڳئين قدم ۾ هر هڪ تاريخ جي لڪير تي ٽبڪو ڏيٽو آهي، جيڪو اُن سال نيوڪلير ري ايڪٽرن لاءِ آرڊرن جي تعداد کي ڄاڻائي ٿو.
3. ٽبڪن کي هڪ چٽي لڪير سان ڳنڍيو، گراف کي هڪ عنوان ڏيو ۽ مواد جو ماخذ ڄاڻايو.
4. گراف ۾ موجود ڄاڻ کي هڪ پيرا‌گراف ۾ سهيڙيو. ڪهڙيون حقيقتون نوٽ ڪرڻ گهرجن؟
5. هِن موادَ ڪهڙن اهم نتيجن جي پنيرائي ڪئي آهي؟
6. هر سال آرڊرن جي تبديليءَ جا ڪهڙا ڪارڻ ٿي سگهن ٿا؟
7. آئيندي ۾ برياڻيءَ جي طلب ۽ فراهميءَ تي انهيءَ اڳيرائيءَ جا ڪهڙا اثر پئجي سگهن ٿا؟

## بار وارو گراف

بار وارو چارٽ يا گرافُ هڪ اهڙو چارٽ يا گراف هوندو آهي، جيڪو گڏيل نموني مواد کي پيش ڪندو آهي، جنهن ۾ مستطيل بار ڏيگهه ۾ ڏنل هوندا آهن، جيڪي اُنهن قدرن سان نسبت ۾ هوندا آهن، جن جي نمائندگي بار گراف ڪندا آهن. بار، عمودي يا افقي انداز ۾ جائتا ڪري سگهجن ٿا. هڪ عمودي بار کي ڪڏهن ڪڏهن لڪير وارو گراف بہ چيو ويندو آهي.

## سرگرمي ڏنل مواد جي استعمال سان بار واري گراف جي تعمير

### هدف

1. شاگردن کان ان جي باري ۾ تڪڙي راءِ شماري ڪرايو تہ سندن پسند جي راند ڪهڙي آهي.
2. "ٽالي" (Tally) مارڪن جو استعمال ڪريو ۽ بورڊ تي نتيجا ظاهر ڪريو.
3. بار وارو گراف ٺاهڻ لاءِ پسند جي راندين بابت بورڊ تان مواد جو استعمال ڪريو.
4. شاگردن کي ڏيکارڻ لاءِ خالي بار واري گراف جي شيٽ جي ڪاپيءَ جو نماءُ ڪريو.
5. گراف جي تري ۾ راندين جا نالا لکو.
6. شاگردن کي چئو تہ اُهي واري واري سان، پنهنجيءَ پسند جي راند جي نشاندهيءَ لاءِ شيٽ تي "شيڊ" ڏين.
7. گراف جي تري ڏانهن اشارو ڪريو ۽ پڇو تہ اُتي (راندين جو) ڪهڙو ليبل هئڻ گهرجي.

8. ليبل لاءِ راندين جي نالن هيٺ ليڪ ڏيو ۽ رانديون لکو.

9. گراف جي ڪابي پاسي اشارو ڪريو ۽ شاگردن کي چئو تہ ان کي ليبل ڏين.

10. گراف جي ڪابي پاسي شاگردن جو تعداد لکو.

11. گراف کي سمجهڻ لاءِ شاگردن کي سوالن پڇڻ لاءِ چئو. مثال طور: ڪهڙي راند وڌ ۾ وڌ پسند ڪئي ويئي آهي؟ ڪيترا ماڻهو ڪرڪيٽ کي پسند ڪن ٿا؟

12. شاگردن کي پنهنجيءَ خيال سان گراف مڪمل ڪرڻ ڏيو.

## پاءِ گرافَ

هڪ پاءِ چارٽ (يا دائري وارو چارٽ) هڪ گول شمارياتي گراف هوندو آهي، جيڪو ٽڪرن ۾ ورهايل هوندو آهي، جن ۾ عددي تناسب ڏيکاريل هوندو آهي. پاءِ چارٽ ۾، هر هڪ ٽڪري جي ڊيگهہ ڪمانَ ( ۽ اهڙيءَ کي ان جي مرڪزي زاويو ۽ علائقو) ان مقدار يا تعداد سان نسبت ۾ هوندو آهي، جنهن جي اُهو نمائندگي ڪندو آهي.

## سرگرمي    گراف جي تشريح ۾ مهارت وڌائڻ لاءِ سادا پاءِ گراف استعمال ڪرڻ

مسز علينا پنهنجن شاگردن کي ميوزيم جي دوري تي ويني ويئي. جتي شاگردن مختلف قسمن جي لڌل شين جو مشاهدو ڪيو. شاگردن ايراني شهنشاهت جي لڌل شين ۾ وڌيڪ گهڻي دلچسپي ظاهر ڪئي. شين جي تعارف ڪرائيندڙ شاگردن سان لڌل شين جي هيٺ ڏنل فهرست ونڊي:

| | |
|---|---|
| • ڪل لڌل شيون | 320 |
| • سائرس جو سئلنڊر | 04 |
| • عمودي دائرن جي لڪيرن وارو پيالو | 127 |
| • ايرا ني تلوار | 11 |
| • ايراني سڪا (دارا جي دور جا) | 209 |

### هدف

1. متيون مواد استعمال ڪندي، ايراني تهذيب مان دريافت ٿيل شين جي شرح جو پاءِ گراف ناهيو.
2. اوهين مختلف دريافت ڪيل شين کي مختلف رنگ ڏئي سگهو ٿا.

## تصويري گراف

تصويري گرافن ۾، مواد جي نمائندگيءَ لاءِ علامتون ۽ تصويرون استعمال ٿينديون آهن. اهو عڪسن جي استعمال سان مواد کي ڏيکارڻ جو هڪ طريقو آهي. هر هڪ عڪسُ شين جي خاص عدد جي نمائندگي ڪندو آهي.

| ڏينهن | وڪرو ڪيل ڳاڙهي رنگ جون باڪس |
|---|---|
| سومر | |
| اڱارو | |
| اربع | |
| خميس | |
| جمعو | |
| ڇنڇر | |

## هدف پسار (Walk) ڪريو

پنهنجن شاگردن سان اسڪول کان ٻاهر، پيرين پنڌ يا وپسار جي رٿا جوڙيو. پنهنجي سفر کان پهرين، اڳڪٿيون ڪريو، واهين ڪهڙيون دلچسپ شيون جيڪي اوهين ڏسي سگهو ٿا ۽ امڪانن کي منظم ڪرڻ لاءِ هڪ ”ٽالي“ (Tally) چارٽ تيار ڪريو. پنهنجي پَسار تي ٽالي چارٽ آڻيو ۽ پنهنجن شاگردن کي چئو تہ اهي جيڪي ڪجهہ ڏسن ٿا اهو درج ڪندا وڃن. تنهن کان سواءِ گڏجي مواد جي ڇنڊڇاڻ ڪريو.

1. اوهان ڪيترا پکي ڏٺا؟
2. اوهان ڪيترا ڪتا ڏٺا؟
3. اوهان ماڻهن کان وڌيڪ ڪيترا سيهڙ ڏٺا؟
4. دُڪان ڪيترا هئا؟
5. ڪيتريون عمارتون”
6. فيلڊ ۾ ڪيترا پيشيور ماڻهو؟
7. وڻن جا قسم؟
8. اچ وڃ جي سهولت لاءِ استعمال ڪيل گاڏين جا قسم؟
9. اوهان سڀ کان وڌيڪ ڇا ڏٺو؟
10. ۽ گهٽ ۾ گهٽ؟

## سرگرمي تصويري گراف ٺاهڻ

پنهنجن شاگردن کي وارو ڏيو تہ اهي تصويري گراف ۾ ٽالي چارٽ جي ڄاڻ کي تبديل ڪن ۽ پوري ڪلاس سان ان کي ونڊين.

## يونٽ جي پڄاڻيءَ جي مشق

### پنهنجي ڄاڻ ۽ سمجهه جو جائزو وٺو

### هيٺيان خال ڀريو

i. مٿاهينءَ جاءِ تان زميني تصويرن ڪيڻ کي ______ چئبو آهي.

ii. ______مهارتون، خاص طريقا آهن، جن وسيلي شاگردن مان اها اميد رکي ويندي آهي ته اُهي ڪلاس جي معيارن کي حاصل ڪرڻ لاءِ سٺي اخلاق جو مظاهرو ڪن.

iii. فيصلي جي نشاندهي، ڄاڻ گڏ ڪرڻ ۽ متبادل نهرائن جي ڪٽ ڪرڻ وسيلي چونڊ ڪرڻ جي عمل کي ______چيو ويندو آهي.

iv. مواد جي مختلف قسمن جي عددن (Frequencies) کي پيش ڪرڻ لاءِ، علامتي انگن اکرن جي استعمال سان شمارياتي مواد جي نمائندگيءَ جي طريقي کي______چيو ويندو آهي.

v. بار واري گراف جا ٻه قسم ______ ۽ ______آهن.

### هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

i. اصطلاح ”عمودي تصويرن وارو نقشو“ جي وصف لکو.

ii. سهڪاري مهارتن جي باري ۾ اوهين ڇا ٿا سمجهو؟ اوهين ڇا ٿا سمجهو ته هڪ شاگرد طور اُهي اوهان لاءِ ڪيئن اهم آهن؟

iii. اوهان چو ائين سمجهو ٿا ته فيصلي ڪرڻ جون مهارتون شاگرد ۾ تنقيدي سوچ جي عمل کي پيدا ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿيون. پنهنجو جواب لکو.

iv. شهرن ۽ ٻهراڙين جي آباديءَ واري نقشي جي عنصرن جي فهرست تيار ڪريو. اوهان ڪيئن سوچيو ٿا ته اُهي ٻين نقشن کان مختلف آهن.

### پنهنجي تحقيقي ۽ تفتيشي مهارتن جو استعمال ڪريو.

چئن جي ننڍڙي گروهه ۾، پنهنجي اسڪول ۾ مادي طرح موجود وسيلن جهڙوڪ: فرنيچر، واٽر ڪولر، ڪمرا، راندين جو سامان، عام استعمال جون شيون وغيره، کي ڳولي لهڻ لاءِ هڪ انڪوائري منعقد ڪريو. تنهن کان پوءِ، پاءِ گراف يا تصويري گراف ٺاهيو. پڙهٽيون پنهنجي ڪلاس سان ونڊيو ۽ پنهنجي ڪلاس جي نرم بورڊ تي گراف لڳايو.

### ٻين سان سهڪار

پنهنجي اسڪول ۾ هڪ سروي منعقد ڪريو ۽ گهٽ ۾ گهٽ ٽي عام مسئلا ڳولي لهو، جيڪي اوهان جي اسڪول جي شاگردن کي گڏيل نموني سامهون پيل آهن. انهن مسئلن جي ترجيح بندي ڪريو، جيڪي اوهان جي سامهون آيا. مسئلي جي حل ۾ مدد لاءِ شاگردن ۽ استادن جي هڪ ايڪشن ڪميٽي ناهيو. مسئلي جي حل ڪرڻ ۽ فيصلي ڪرڻ جي مهارتن کي استعمال ڪريو، جيڪي اوهان هن يونٽ ۾ ماهري کي حل ڪرڻ لاءِ سکيون. پوءِ، مسئلي جي ڪارٽن ۽ حلن جي باري ۾ هڪ پوسٽر تيار ڪريو ۽ ان کي ٻارن جي اخبار يا پنهنجي اسڪول خبرنامي ۾ ڇپرائڻ جي ڪوشش ڪريو.

**استاد لاءِ نوٽ**

شاگردن اندر مهارتن جي استعمال کي هٿي وٺرايو. ڪتاب ۾ ڏنل هدف اوهان کي ائين ڪرڻ ۾ مدد ڏيندا. اوهان پاڻ ساڳئي انداز ۾ وڌيڪ مشقون تيار ڪري سگهو ٿا. شاگردن کي هدفن کان اڳتي وڃڻ لاءِ همٿايو ۽ ونڊيل مهارتن جي باري ۾ حقيقي زندگيءَ مان مثال ڳولي لهو.

## باب ستون: تشدد

### تعارف

هن باب ۾، توهان تشدد متعلق پڙهندؤ. توهان اهو پڻ ڄاڻندؤ ته تشدد ڇا آهي ۽ تشدد کان متاثر ٿيل فردن تي ڪهڙا جسماني، جذباتي ۽ ذهني اثر پوندا آهن؟ ان کان علاوه، توهان تشدد کان بچڻ لاءِ احتياطي اُپائن جي باري پڻ ڄاڻ حاصل ڪندؤ.

### تشدد ڇا آهي؟

تشدد مان مراد اهڙو رويو آهي جنهن ۾ ڪو فرد پنهنجي حيثيت، رتبي يا طاقت وسيلي ڪنهن ٻي فرد کي جسماني، ذهني يا جنسي نقصان پهچائي. تشدد ارادي توڙي غير ارادي طور هجي، اهو انسان جي بنيادي حقن جي خلاف ورزي آهي. اسان جي سماج ۾، اڪثر ماڻهو ان کي ٻين جو ذاتي معاملو سمجهي نظر انداز ڪندا آهن. جڏهن ته تشدد هڪ اهڙو مسئلو آهي جنهن سان نه صرف هڪ فرد کي نقصان پهچندو آهي پر سمورو سماج ان جي اثر هيٺ اچي ويندو آهي. تشدد جا ڪيترائي قسم آهن، جيڪي هيٺ ڏجن ٿا:

### جسماني تشدد

جسماني تشدد ۾ با اختيار فردن جو اهو رويو شامل آهي جنهن ۾ اهي جسماني اذيت پهچائڻ وارين شين جو استعمال ڪندا آهن. جنهن سان متاثر ماڻهو ڪنهن جسماني تڪليف جي ور چڙهي ويندو آهي، اهڙن روين ۾، چماٽ هڻڻ کان وٺي شديد زخمي ڪرڻ جهڙا واقعا شامل آهن. جنهن جي نتيجي ۾، اڪثر موقعن تي، متاثر فرد جو موت پڻ واقع ٿي سگهي ٿو.

### سرگرمي

ڪلاس ۾ ٻارن جا ٻه گروپ ٺاهي انهن کي چئو ته پنهنجي ان واقعي کي لکن جنهن ۾ توهان پنهنجي ساٿيءَ کي راند ڪيڏندي ڌڪو ڏنو هجي، ان ڌڪي ڏيڻ جو سبب ڇا هو؟ ٻيو گروپ لکي ته اسڪول ۾ رسيس / ساهيءَ ۾ ٻي شاگرد کان لنچ باڪس ڇو کسيو هو ۽ ان وقت ان شاگرد جو رد عمل ڪهڙو هو؟

### ذهني تشدد:

ذهني تشدد ۾ با اختيار فردن جا اهڙا رويا شامل آهن، جيڪي ٻين جي حقن يا عزت نفس کي مجروح ڪندا آهن. انهن روين ۾ گهٽو ڪري الزام تراشي، طنزيه جملن، طعنا ڏيڻ، دڙڪا داٻا ڏيڻ، گارگند ۽ گُٿن لفظن جو استعمال شامل آهي. ان جو متاثر فرد جي عزت نفس تي گهرو ۽ نقصانده اثر پوندو آهي.

تشدد جي اها شڪل ان ڪري بہ نقصانڪار آهي جو ان جا اثر وقتي هجن توڙي مستقل، هڪ فرد کي ذهني اذيت ۾ مبتلا ڪن ٿا، جنهن ۾ گهٽو ڪري فرد جي ذهني ڪارڪردگي وقتي طور متاثر ٿئي ٿي. جڏهن تہ ڪجهہ وقت لاءِ ان جا نتيجا وقتي يا مستقل طور ذهني توازن وڃائڻ جي صورت ۾ پڻ سامهون اچي سگهن ٿا.

## جنسي تشدد:

جنسي تشدد ۾ اهڙو غير مناسب رويو شامل آهي جنهن ۾ هڪ فرد پنهنجي طاقت ۽ اختيار جو استعمال ڪندي متاثر فرد کي جنسي طور نقصان پهچائي ٿو. ان ۾ اهڙيون حرڪتون شامل آهن، جيڪي اسان لاءِ سنيون نہ آهن مثال طور:

خراب جملا چوڻ، جسم کي ڇُهڻ ۽ پاڻ سان گڏ زوري هلڻ لاءِ زور پرڻ وغيره.

## تشدد کان متاثر فرد تي پوندڙ اَثرَ:

تشدد کان متاثر ٿيل فرد تي ڪيترائي سنجيده نوعيت جا جسماني، جذباتي ۽ ذهني اثر پوندا آهن جيڪي هيٺ ڏجن ٿا:

## جسماني اثر:

- شرمندگيءَ جو احساس
- ڏوهہ جو احساس
- پنهنجي پاڻ کي ڏوهي سمجهڻ
- عزت نفس جو مجروح ٿيڻ
- مايوسيءَ جو احساس
- پريشاني ۽ ڊپ جو احساس
- ڪاوڙ ۽ ناراضگيءَ جو احساس

## ذهني اثر:

- پاڻ کي نقصان پهچائڻ جو خيال
- ننڊ جو نہ اچڻ
- افسردگي /ڊپريشن
- بي چيني ٿيڻ
- پڙهائي ۽ ڪم ڪار ۾ دلچسپي نہ وٺڻ
- رشتن ۽ تعلقات ۾ ڏکائي پيش اچڻ
- ٻين ماڻهن وچ ۾ بي چينيءَ ۽ بي آراميءَ جو احساس ٿيڻ

## تشدد کان بچڻ جو طريقو:

تشدد کان متاثر ٿيل فرد اڪثر ڪري ڏوهہ، گناهہ ۽ شرمندگيءَ جهڙن احساسن مان گذرندا آهن، ان ۾ انهن جو ڪو بہ ڏوهہ نہ هوندو آهي. تشدد کان بچڻ ممڪن آهي پر ان لاءِ انهن روين کي سڃاڻڻ ضروري آهي،

جنهن سان هڪ فرد پاڻ کي محفوظ رکي سگهي ٿو. انهن روين ۾ سنو ۽ خراب ڇهڻ (Touch good and Touch bad) وچ ۾ فرق کي سڃاڻڻ شامل آهي. جنهن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

**سنو ڇُهڻ:** سني ڇُهڻ مان مراد اهو ڇُهڻ آهي جنهن سان توهان کي خوشي يا سڪون جو احساس ٿئي مثال طور:

- ماءُ پيءُ جو پيار ڪرڻ
- استاد طرفان حوصلہ افزائي ڪرڻ واسطي پٺي ٿپڻ
- دوستن سان هٿ ملائڻ وغيره

**خراب ڇُهڻ:** خراب ڇُهڻ مان مراد اهو ڇُهڻ آهي جيڪو توهان کي مناسب نہ لڳي يا جنهن سان توهان کي بي سڪوني محسوس ٿئي مثال طور:

- جهيڙي ۾ ڌڪو ڏيڻ
- چماٽ هڻڻ
- چونڊڙي پائڻ
- ڏِڪڻ يا بي سڪوني جي حد تائين گِدگِد ڪرڻ وغيره

خراب ڇُهڻ ڪري اسان کي جسماني نقصان پهچندو آهي، يا ڪنهن نہ ڪنهن طرح بي چيني محسوس ٿيندي آهي.

## لڪائي يا راز وارو ڇُهڻ:

جڏهن ڪو فرد ڪنهن ٻي جي جسم جي ڪنهن بہ حصي کي ان طرح سان ڇُهي جنهن ڪري اهو خراب يا ڏک محسوس ڪري ۽ ڇُهندڙ ان حرڪت کي راز ۾ رکڻ لاءِ چوي تہ ان کي راز وارو ڇُهڻ يا لڪائي ڇُهڻ چئبو آهي.

## تشدد کان بچاءُ ڪيئن ڪري سگهجي ٿو؟

تشدد کان بچڻ لاءِ اهو پڻ ضروري آهي تہ ڪو بيو شخص، اهو توهان جو واقفڪار ئي چو نہ هجي، اهو توهان کي بنا سبب جي تحفا، رانديڪا، پيسا، کائڻ جي شيءِ ڏئي يا توهان کي پاڻ سان گڏ هلڻ لاءِ چوي تہ يڪدم شور مچايو ۽ پنهنجي آسپاس ماڻهن کي مدد لاءِ سڏيو يا اتان ڀڄي وڃو. وڏيڪ اهو تہ هڪ فرد پنهنجي پاڻ ۾ انڪار ڪرڻ جي صلاحيت بہ پيدا ڪري. ان کان سواءِ، جنهن هنڌ تي تشدد ٿيڻ جو امڪان هجي، اتان هٽي وڃو ۽ ڪنهن محفوظ هنڌ هليا وڃو يا ڪنهن کي مدد لاءِ سڏيو. ڪنهن اهڙي فرد سان ان باري ۾

ضرور ڳالهہ ٻولهہ ڪريو، جنهن تي توهان جو ڀروسو هجي ۽ اهو توهان جي مدد ڪري سگهي.

اها ڳالهہ پڻ ياد رکو تہ تشدد کان بچاءُ هر انسان جو بنيادي حق آهي.

## باب جي پڇاڙيءَ جي مشق

### پنهنجي ڄاڻ ۽ سمجهہ جو جائزو وٺو

#### هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

i. تشدد ۽ ان جي قسمن جي وضاحت ڪريو.

ii. تشدد کان ڪيئن بچاء ڪري سگهجي ٿو؟

iii. تشدد کان متاثر ٿيل فرد تي پوندڙ اثر ڪهڙا آهن؟

#### هيٺ ڏنل جلمن ۾ صحيح ۽ غلط جي نشاندهي ڪريو

i. تشدد کان بچڻ ممڪن ناهي.

ii. تشدد کان متاثر فرد جو ڪو بہ ڏوهہ ناهي هوندو.

iii. تشدد کان بچاء لاءِ ضروري آهي تہ هڪ فرد پنهنجو پاڻ ۾ انڪاري صلاحيت پيدا ڪري.

#### هيٺيان خال ڀريو

i. تشدد کان متاثر فرد کي گهرجي تہ اهو ان باري ۾ ڪنهن اهڙي شخص سان ضرور ڳالهہ ڪري جنهن تي ان کي ______________ هجي.

ii. تشدد کان بچاء هر انسان جو بنيادي ______________ آهي.

### پنهنجيءَ تحقيقي / تفتيشي مهارتن کي استعمال ڪريو

پنهنجي حفاظت ۽ ڪنهن نقصان کان بچڻ لاءِ پنهنجي والدين، ڀيڻ ڀائرن ۽ استاد کان معلوم ڪريو ۽ انهن ڳالهين کي پنهنجي ننڍن ڀيڻ ڀائرن، دوستن / سهيلين سان ونڊيو.

**استاد لاءِ نوٽ:**

پنهنجي شاگردن کي ٻڌايو تہ اهي هر اهو مسئلو جيڪو اسڪول، دوستن/سهيلين يا هوم ورڪ جي باري ۾ هجي، گهر ۾ پنهنجي والدين، ڀيڻ ڀائرن کي ضرور ٻڌائين. ان کان سواءِ اهو پڻ ٻڌايو تہ اهي جڏهن گهر کان ٻاهر وڃن تہ پنهنجي والدين يا گهر ۾ موجود ڪنهن وڏي کي اطلاع ڪن تہ اهي ڪيڏانهن ۽ ڪيتري دير لاءِ وڃي رهيا آهن.